# مرڻ مون سين آءُ

(ناول)

## سراج




نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1988ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ چار

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | نيو فيمس پرنٽنگ پريس<br>هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد. |
| پهريون ايڊيشن | مارچ 1988ع |
| ٽائيٽل | فتاح هاليپوٽو |

**قيمت** -/40 رپيا

پڪي جلد سان -/60 رپيا



---

MARAN MOON SEEN AAU (Novel) Written by SIRAJ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition March 1988. Price Per Copy Rs. 40/-

# ٻه اکر

”مرڻ مون سين آهه“ لکڻ وقت آءٌ اڃا جوان مڙس هوس. ماٺهو چون ٿا ته هاڻ آءٌ ڪَراڙو ٿي ويو آهيان. ان ڪري ممڪن آهي ته مون کي اهترا سال اڳ لکيل ڪتاب سان سڀند جهڪو ٿي ويو هجي. ايئن ڪونهي. سنڌ جي تاريخ ٻه پيرسن آهي، پر انهيءَ پيرسنيءَ جي باوجود اسان لاءِ، مون لاءِ ايتري ئي اهم آهي، ايتري ئي پياري آهي، جهڙي اُن وقت هئي جڏهن جوان هئي.

ڏک رکيو اهو اٿم ته جياپي جي جنگ ۾ اجائي مصروفيت جي بهاني ڪتاب دير سان پيو ڇپجي. اها ٻه شابس آهي فيروز احمد کي جنهن ترت پيڙ ڪري مون کان نقل ڪرائي ڇپائي وڌو آهي. نه ته اڃا الائجي ڪيترا وڌيڪ سال پيو هجي ها.

ڪهاڻي ساڳي سنڌ جي آهي، جيڪا ”پڙاڏو سوئي سڏ“ ۾ هئي. پر اوهان کي سڏ ٻئي بدليل لڳندو، ۽ سڏ جو پڙاڏو ٻئي مختلف لڳندو. ڪيئن نياپو اٿم، سو اوهان تي ڇڏيل آهي. رسول بخش پليجو جي چوائي جيڪڏهن سراج ’پڙاڏو....‘ نه لکي ها ته ڪيس اسين رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيون ها. الائجي هاڻ سندس ڪهڙي راهه ٻيهندي.

سراج

## (۱)

”ڪچهريون قائم! بادشاهي برقرار!“ سڀ نظرون اوپري ماڻهوءَ جي منهن ۾ سڃاڻپ ڳولڻ لڳيون. جيڪو ماڻهو ”بادشاهي برقرار“ جو سلام ورهائي، سو پنهنجو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ ساڻون خاص طرح اوپري ماڻهوءَ جي منهن ۾ گهور پائي ڏسڻ لڳو. هن جو ويساهه هاڻ ڪنهن ۾ به ڪونه هو. ان کان اڳي جو ساڻون کو اڙدو جواب ڏي، ڪنهن ڏاڏيان چيو: ”ابا، ڀلي ڪري آئين!“ هڪ ڀيرسن سانت کي ٽوڙيندي سلام جي جواب ۾ چيو. پر هن جي آجيان ۾ نه پنهنجائپ هئي، نه گرمجوشي.

”اسين مسافر آهيان، رات جا چار پهر گذاري هليو ويندس؛ پريان باهڙي ڏٺم ته لڙي آيس. پنڌ پري اٿم ۽ پڌو اٿم ته هن ڀيلي ۾ رات وگڙي لنگهڻ جو ڪم ڪان خالي ڪونهي.“

ساڻون کان پوءِ به رهيو ڪونه ٿيو، ۽ ڪاوڙ مان چيائين: ”ڪير مڙس آهين ۽ هت ڪيئن آيو آهين؟“

مسافر پهرين ته کو جواب ڪونه ڏنو، پر پوءِ جڻ ته هن کي پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي ۽ هن پڙڪو ڪاڏو:

”چيم نه ته اسين مسافر آهيان؛ رات جا چار پهر گذاري هليو ويندس. ڀلا جي اوهان کي کو اعتراض هجي ته پوءِ وري چڪيان پنڌ ڪي!“ ائين چئي مسافر وڃڻ لاءِ سنڀڻ لڳو.

ڀيرسن وري به ڌيرج سان چيو: ”ابا، اسان وٽ گهر آئي مهمان تي ڪنهن کي به اعتراض نه هوندو آهي، ۽ رات جو وگڙو آهي. تو پاڻ چيو ته هن ڀيلي مان رات جي مسافري جو ڪم واري آهي. همراهه ته تو کان رڳو سڃاڻپ ٿي ڪرائي؟ پر پائنجي ٿو ته تو کي سڃاڻپ تي به اعتراض آهي!“

مسافر گهڙيءَ لاءِ چپ ٿي ويو. هن پنهنجي آس پاس تـي نظر وڌي: ڏهاڪو مڙس جي، ڪانيون ٻڌيو، ٻاهه جي چوڌاري، گول دائري ۾ ويٺو هـو. ٽانڊاڻن جـي هلڪي جـوت ۾ سندن منهن ٻـ. ٽانڊاڻن جيان ڳاڙها ٿـي لڳا. رڪي رڪي وڻـن جي جُهنڊ منجهان هوا جا سوساٽ ٿي آيا، ۽ ٽانڊاڻن جي جوت جهڪي ٿيڻ ٿي لڳي، ۽ ماڻهن بدران پاڇولا نچڻ ٿي لڳا. هن کي اها ڳالهه ٻه ياد آئي ته جڏهن هو ٻيلي ۾ داخل ٿيو هو تـه چهري چيٽ ڪئي هئي. وري جڏهن باهه جو دئو ڏٺو هئائين تڏهن ٻـه چهري جي چيٽ جو آواز ڪَنن تي پيو هئس ــ ۽ جڏهن هـو ويجهو پهتو هو، تڏهن بـه وينل ماڻهن مان ڪوبه اٿي نه بيٺو. ان جو هڪڙوئي مطلب ٿو ٿي سگهي تـه هنن همراهن کي اَ گي ئي چتاءُ هو ته ڪو اوپرو ماڻهو ٻيلي ۾ داخل ٿيو هو: اهي سموريون ڳالهيون ڪن پـل ۾ مسافر جي دماغ ۾ گهمي ويون. هي ڪي عـام رواجي ماڻهو نه هئا. لاشڪ هي ئي ٻيلي جا شاهينگ هئا، جن ملڪ ۾ ٽرٽلو وجهي ڇڏيو هـو ۽ ڏڪڻ کي اتر کان ڏار ڪري ڇڏيو هو........ پر هي مَٺ جيترا ماڻهو، شاهي لشڪر کان ڪيئن بچي سگهيا هئا، جـن ٻيلي جي وڻ وڻ جي سار لڌي هئي..... متان، هي ٻه واقعي مسافر هجن، پر چهري جـي چيٽ........

مسافر ڪجهه سوچي جواب ڏنو: ”سڄاڻپ وطن مان ٿيندي آهي: منهنجو ڪو وطن ڪونهي!“

هيءَ جواب نه هو، چڻ تـه چهبڪ هو، جنهن جي شپڪي جو آواز ڪافي دير هوا ۾ ٽنگجي بيهي رهيو. انهيءَ چهبڪ جـو ڏنگ سڀني محسوس ڪيو، پـر ساوڻ ائين پائيو جـڻ تـه چهبڪ سندس دل کـي ڏنگي ويو هو. هو اٿي بيهي رهيو، ۽ مسافر کـي ڀاڪر پائي، وڏي سڏ چيائين:

”ادا، مون کي بخش ڪجانءِ! منهنجو مطلب تو کي رنجائڻ نه هو!“

”ڀائو، آءٌ رنج ڪونه ٿيو آهيان........ پر جيئن اوهان ويساهه

وڃائي ويٺا آهيو، تيئن اڄ به وسامي وڃايل آهيان!"

سيني سان ڪيڪر ڪري، مسافر به ڪانپ ٻڌي ويٺي رهيو. سانوڻ به ساڻس گڏ ويٺي رهيو. مسافر خود ئي ڳالهه ڇوري: "ٻانو، نالو دلاور اٿم، ذات جو پنوهر آهيان. وينجهر ڪي وسين جو ويٺل آهيان. دريا جي ڪپ تي پنهنجو ٻنيءَ ٽڪر هئم؛ سکيو ٽڪر نه نصيب ڪونه هو: هر لاباري تي مغل اچي پنهنجو اڌ ڪٽي ويندا هئا. جيڪي بچندو هو، تنهن مان ڏ ڪيا سڪيا ڏينهن پيا گذرندا هئا. دين دنيا ۾ هڪڙي نياڻي هيم، جنهن کي ڏسي پيا جيئندا هئاسون...."

مسافر جي ڳچيءَ ۾ چڻ ڳنڍ پئجي وئي. سيني محسوس ڪيو ته مسافر پنهنجي دل کي ڪوري ڇچري پيو ڳالهائي. ٿڌو شوڪارو پريندي مسافر پنهنجي ڳالهه اڳتي وڌائي: "گذريل سانوڻ ۾ اسان جي ڳوٺ ڌاڙو لڳو، اڄ نئين ويل هئس. موٽي آيس ته گهر ۾ ڪاريءَ وارا ڪک هئا: منهنجي گهر وازي پالڻ جو ٻڪ ئي ويٺي، ۽ منهنجي نياڻيءَ کي شاهينگ پاڻ سان گڏ زوريءَ کڻي ويا. منهنجي ته دنيا ئي اوندهه ٿي وئي. عامل وٽ دانهين ٿي ويس. عامل خط ڏئي نئين موڪليو. امير وٽ دانهن پهچائڻ ۾ ئي مهينو لڳي ويو. پوءِ هلي تفتيش: ڳوٺ وارن مان ڪن چيو هو، "شاهينگن جون ٻڌون ٻڌل هيون، انڪري پڪ نه هئي ته ڌاڙي ۾ اصل جوابدار ڪير هئا؛ پر هنن وچڙ مهل نئين جي امير جو نالو اهڙي نموني ورتو هو جنهن مان گمان هو ته ڪي مغل سپاهي هئا!

"آخر تفتيش ڪانپوءِ مون کي چيائون ته ڌاڙو سانوڻ جي ٺوالي هيو هو. شاهي لشڪر اڳي ئي سندن ڪيڏ هو، ۽ چڙهن ٺولو جو هو، تڏهن منهنجي نياڻي مونکي پهچائي ڏيندا!"

سانوڻ جو منهن ڏاڍي هٺي ويو. ڪا گهڙي ڪنهن ڪونه ڳالهايو. پوءِ سانوڻ چيو: "مغل ڪنهن ڪوڙ نا ڳالهائين، سانوڻ جي ٺوالي ۾ اڄا ڪو اهڙو بي غيرت نه ٿيو آهي جو پنهنجي ئي

نيائين ۾ هٿ وجهي!“ سانوڻ جــي لفظن ۾ باهه جون چڻيون اُڀر ڪري آيون، ۽ سيني ڪي انهن جــو سيڪ ٽانڊائن کان به وڌيڪ محسوس ٿيو. دلاور ڪي به هڪ اڇاتو ڏڪ ويڙهي ويو. مڃاڻ هي به ڪي سانوڻ جا ساٿي هجن، پوءِ ته هن جــي پنهنجي سر جو به خير ڪونه هو. هن سانوڻ ۽ سندس سائين بابت ٺٽي ۾ جيڪي ڳالهيون ٻڌيون هيون، تن ڪي يــاد ڪري هــن جي لونءِ لونءِ ڪانڊارجي وئي. [مغلن جڏهن سانوڻ جي ڳالهه تي ڪئي، تڏهن سندن منهن تــي ڪاوڙ، نفرت ۽ ڏڪ جا اهڙا آثار ٿــي پيدا ٿيا، جــن هنن ڪي بدصورت بڻائي ٿي ڇڏيو. البت اها عجيب ڳالهه هئي ته ڪنهن بــه سنڌيءَ جي واتان هن سانوڻ يا سندس سائين جي باري ۾ ڪجهه به نه ٻڌو هو. پاڻ اهي سرگوشيون سندس ڪنن تي پيون هيون ته ٺٽي جا مدرسا، مسجدون ۽ يتيم خانا سانوڻ ۽ سندس سائينءَ جي مدد تي پئي ٽڪيا. هن اهو به ٻڌو هو ته ٺٽي شهر ۾ ڪيترا گهر اهڙا هئا، جن کي هر مهيني خرچ پکو ڪي اوپرا ماڻهو ڏئي ٿي ويا، جن لاءِ چيو ٿي ويو ته اهي سانوڻ جا ماڻهو هئا.

مسافر هٻڪندي چيو:”ادا، منهنجو مطلب سانوڻ يا سندس سائين جي مٽائي ڪونه هو. مون تــه رڳو اها ڳالهه ڇئي، جيڪا ٺٽي جي مغلن تي ڪئي....“

سانوڻ کيس دلداري ڏيندي چيو: ”پاڻو، سانوڻ جــي نالي ڪٽندڙ مغلن جا به مقصد حل ٿــا ٿين: هڪڙو تــه پاڻ جيڪي ڌاڙا هڻن، ڦرون ڪن، ســي کين ڦٻيو وڃــن، ۽ ٻيو تــه سانوڻ ۽ سندس سائين لاءِ سنڌين جــي دل ۾ نفرت پيدا ٿئي تــي. خير بــاقي رهــي تنهنجي نيائيءَ جي ڳولا، ان جو به ڪو بلو ٿــي پوندو. هاڻ تون ڀلي آرام ڪر، سڀاڻي ڏٺين سچ، ٻيون ڳالهيون!“

سانوڻ جي اشاري تــي هڪڙو ماڻهو اٿي بيٺو، ۽ گهوڙيءَ ڪانڀوءَ فراسي، وهاڻو ۽ راــي کڻي آيو، ۽ اتــي ئي باهه کان ٿورو

پرپرو مسافر کي وچائي ڏنائين. مسافر کو وقت پريان ويٺل همراهن کي اونده مان گهوريندو رهيو. هن کي سمجهه ۾ نه آيو ته هي همراهه ڪير هئا، ۽ هت پيلي ۾ ڪٿي ٿا رهن. ضرور وٽن ڪا اهڙي جاءِ آهي جتي ڪاڏي پيتي ڪانسواءِ هنڌ بسترا موجود آهن! ۽ هي همراهه ڪير هو، جنهن سائس ائين ٿي ڳالهايو ڄڻ ته هو سندس وڙهين جو ڄاڻو سڃاڻو هو. ڪيڏي مهل سندس ڳالهائڻ ۾ تلوار واري ڌار هئي ته ڪيڏي مهل ما ڪيءَ ڪان به مٺو هو. ۽ سندس ساٿي سندس اڳيان ڪيئن نه سانت ۾ هئا. متان هي سانوڻ جا ڪي ساٿي ته نه هئا! پر جي سانوڻ جا ساٿي هجن ها ته هن کي جيئرو ڪيئن ڇڏين ها، يا وري ڪيس پاڻ وٽ ڪيئن ٽڪائين ها! ۽ اوچتو مسافر کي ڌپ ورائي وئي ته پڪ ئي پڪ سمهڻ ڪانپوءِ ڪيس ڪُٺي ڇڏيندا- اهو خيال ايندي ئي هن جي ننڊ پَر ڪري اڏامي ويئي، پر پوءِ رفته رفته جيئن جيئن رات پڄندي وئي، ٺرندي ويئي، تيئن تيئن هن جون اکيون ننڊ کان ڳريون ٿينديون ويون، ۽ هن کي الائي ڪيڏي مهل ننڊ اچي ويئي. ❋

سانوڻ جڏهن ٻه ٽٽي ايندو هو، تڏهن سندس دل ڳري ڳري محسوس ٿيندي هئي، پوءِ ڪٿي سوين دفعا ٽٽي آيو هجي......ٽٽو، جنهن جي نالي سان ڇڻ سندس روح جڙيل هو: هي ٽٽو ٻي ته هو جنهن جي گهٽيءَ ۾ سندس وڏي چاچي سوڍي جو نالو ٻڌڻ لڳندو هو، ۽ اڄ ٻه پوڙها ڀڪا مغل سوڍي جو نالو ٻڌي ڪنبي ويندا هئا. سوڍي جي نالي تي ڪئين ڏند ڪٿائون نهي پيون هيون. سوڍي جي ساٿي هجڻ جي شڪ ۾ سوين شاگردن ۽ استادن کي ٽٽي جي چونڪن ۾ ڦاهيون ڏنيون هئائون! هو اهي داستان ٻڌي ٻڌي وڏو ٿيو هو: هن جي اکين جي اڳيان اڄ ٻه سوڍي ۽ سنگهار جون شڪليون پنهنجي سوري شجاعت ۽ سورهيائيءَ سان روشن لاٽ جيان ٻڪنديون هيون. سندس پيءُ جيسين جيئرو هو، تيسين سندس چپ چپات ڪي فقط سوڍي يا سنگهارجو نالوئي ٽوڙي سگهندو هو: هن کي صديون اڳ اهو ڏينهن ياد آيو، جڏهن سيوهڻ واري معرڪي ڪانپوءِ سوڍي جو لاش ڳوٺ پهتو هو تڏهن ائين ٿي پاتيو ته سموري سنڌ اٿلي پئي هئي. مغلن کي اهو اچي پڳو ٿيو هو ته مڃي هزارين ڪاندي متان وري ڪا نئين بغاوت ڪن. هن ماتم جا ڪئين رنگ ڏٺا: ٻيڙا جهور پوڙها هن جي لاش اڳيان لنگهڻ وقت ڇڻ ته مرشد جي پيرانديءَ کان ٿي لنگهيا، جنهن ڏانهن سندن عقيدت ڳوڙهن جي روپ ۾ سندن ڏاڙهين کي پنيولي ٿي ويئي. وچوليءَ عمر وارا ۽ جوان ٽمنڊڙ اکين سان، خاموش، مبهوت، اوچي ڳاٽ لنگهي، هن جي پيراندي ڇٽي، ڇڻ ته پاڻ سان ڪو عهد ڪندا ٿي ويا. هن جي دفن ڪرڻ وقت هزارين اوچنگارون آپ کي وگهاريندئون ٿي ويون!

پر هن کي اهو منظر به ياد آيو، جڏهن هن جو پيءُ سوڍي جو آخري ديدار ڪرڻ لاءِ ڪٽ ڏانهن وڌيو هو. هن جي اکين ۾ لڙڪ نه هئا، هن کوبه سڏڪو نه ٿي ڀريو: سانوڻ کي هٿ کان جهلي، هو لاش جي سيراندي وٽ اچي بيهي رهيو، ۽ سانوڻ جو هٿ جهلي سوڍي جي اکين تان گهمائي، کيس مخاطب ٿي چيائين، "سانوڻ، شل تو کي به ههڙو سورهيه موت نصيب ٿئي!"

۽ پوءِ هن جو پيءُ جيسين جيئرو هو، تيسين کيس سوڍي جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو، سنڌ جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو، ٺٽي جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو، ۽ دادن جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو، جنهن کي هيبت خان پاڻ سان گرفتار ڪري آگري وٺي ويو هو؛ سنگهار جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو جنهن جي خبر نه پئي هئي ته ڪٿي هو!

۽ اڄ هو وري ٺٽي آيو هو ته هن کي اهي سموريون ڳالهيون ياد اچي رهيون هيون. اُن ڳالهه کي ٽيهه ورهيه ٿي ويا هئا. هاڻ ته سانوڻ جي عمر به اچي موت ڪاڏي هئي. ٺٽي جي عمر به موت ڪاڏي هئي: ارغونن ترخانن جي حڪومت بدران هاڻ دهليءَ کان مغلن جي حڪومت هلندي هئي. پر سنڌ وارن لاءِ ٺٽي، سيوهڻ، چانڊڪا، سکر ۽ اروڙ وارن لاءِ ڪو فرق ڪونه پيو هو. جي ڪو فرق پيو هو ته اهو ته رفته رفته ماڻهن ۾ هڪ ڳهر، ڪا ننڊ ڇانئجندي ٿي وئي جڻ هنن ڪجهه به ياد ڪرڻ نه ٿي گهريو! ايئن به نه هو ته ڪا سنڌ ۾ مات ٿي وئي هئي. اڄ به راتاها ايندا ها، ننڍيون وڏيون بغاوتون ٿينديون هيون، پر انهن ۾ اها ڳالهه نه هئي جيڪا اڳي ٻڌبي هئي. ماڻهن ۾ هڪ عجيب اڻ ڇاڻائي، ڪسمپرسي ۽ بيوسي اچي وئي هئي. سڀڪو پنهنجي ڪَل بچائڻ جي فڪر ۾ هو. ان ڪَل بچائڻ ۾ ڪيترا سنڌي مغلن وٽ پاڻ وڃائڻ لڳا هئا. انهيءَ پاڻ وڃائڻ ۾ نقصان ڪوبه نه هو، فائدو ئي فائدو هو: هونئن جيڪا

ڳالهه چغلخوري سمجهي هئي، سا عادت ٻجندي تي وئي. مغلن جي نوڪري ڪرڻ ۾ هاڻ ڪو عيب ڪونه سمجهيو ويندو هو. مغلن جي مخبري ڪرڻ تي ڪن ڪي واپار وڙي ۾ فائدو ٿيڻ لڳو هو ته ڪن ڪي جائدادون ۽ جاگيرون ملڻ لڳيون هيون. هڪڙن جي جائدادن ۽ جاگيرن ڪي ڏسي، ٻيا انهن جي ٽنگ ڇڪڻ ۾ مصروف هئا. اڳي مغلن ڪي سگ ڏيڻ گناهه کان گهٽ نه هو، ۽ هاڻ ڏام ڏوم سان سگ ڏنا ويندا هئا. مدرسن جا ڪيترا عالم سنڌيءَ بدران فارسيءَ ۾ شاعري ڪرڻ لڳا هئا، ۽ اهڙيون محفلون مچڻ لڳيون هيون، جتي فارسي شاعريءَ جو داد حاصل ڪرڻ لاءِ پئسا ڏنا ويندا هئا. امير جي دربار تائين رسائي حاصل ڪرڻ چڻ ته هڪ ڪاروبار تي پيو هو، ۽ چڱا ڏسڻا وائسڻا ماڻهو ڪنهن مغل جي دوستيءَ جو دم ڀرڻ لاءِ دعوتون جهليندا هئا. پنهنجي اولاد ڪي فارسيءَ جي تعليم ڏيارڻ لاءِ دهلي ۽ آگري موڪليندا هئا ته جيئن مغلن جي درٻارين ۾ ڪا نوڪري ملي وڃي. ٽيهن سالن ۾ سنڌي ماڻهن جو نقشو ئي بدلجي رهيو هو: هاڻ آزاديءَ ۽ غلاميءَ جي ڳالهه ڪنهن به ڪرڻ نه ٿي گهري. هاڻ جيڪڏهن ڪنهن ارڏي اڙٻنگ ماڻهوءَ سنڌ جي ڳالهه ٿي ڪئي ته هن ڪي اهو چئي چپ ٿي ڪرائي ويئي ته سنڌ هاڻ اسلامي سلطنت جو هڪ صوبو هئي، ان جي آزاديءَ جي ڳالهه ڪرڻ اسلام جي خلاف آهي. سنڌ ته باب الاسلام هئي، ۽ هاڻ منس سچن پچن مومنن جي حڪومت هئي. انهن جي مخالفن تي اسلامي تعزيرون لڳنديون ۽ ڪين اها سزا ملندي جيڪا سزا مرتد جي هئي. ايئن ماڻهو ڦاهيون چڙهندا رهيا؛ اهي وعظ ٻڌندا رهيا، ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري، ڪلما پڙهندا، چڙوچڙ ٿيندا رهيا!

اندر سنڌ ۾ مغلن جا ڪٽڪ، مغل ۽ اسلامي سلطنت جي نالي تي، هر شيءِ ڦٻائڻ جو ڪاروبار ڪري رهيا هئا. ڪنهن وٽ ڪو پلو وهٽ ڏٺائون ته شهنشاهه جي اصطبل جي نالي ۾ اهو وهٽ به ضبط ته قيمت کان به آڳوڻو. اهر دڪاندار ڪي عامل امير ۽ شهنشاهه جي نالي تي ٺٺ، چوٽ ۽ ڌمائي ڏيڻي ٿي پئي. سا ڳي

ڳالهه زمينن سان هئي: فصل پچي راس ٿيندو هو ته عامل جا عملدار اچي سهڙندا هئا. اڌ ٻٽئي شهنشاهه جي نالي تي، چوٿين پتي امير جي ۽ ڏهون حصو عامل جي نالي ڀوئي ويندا هئا. ماڻهن آن اپائڻ کان ٻـان پري ڇڏي هئي. مالوند ماڻهن مـال رکڻ ڇڏي ڏنو هو. ايترو اپائيندا هئا جـو پنهنجي ٻچن جـو قـوت ٿئي ۽ باقي وڪڻي، ڪو وکر وٺي سگهن. تيهن سالن ۾ پليون زمينون پينگ تي ويون هيون. البت جاگيرن تي فصل ڀلا ٿيندا هئا، مال به مـتيا هوندا هئا. هـرَ هاريءَ کي کائڻ جيترو آن ملندو هو. مال سنڀالنيدڙ کي سال جو قوت ملندو هو. هزارين زمينن جي مالڪن مغل حاڪمن کـي پنهنجون زمينون پگهڙن مـٺ تي وڪڻي ڇڏيون هيون، ۽ پاڻ هـرَ هاري ٿي ويهي رهيا. تيهن سالن اندر هر ٿئين سال اهڙو ڏکر تـي پيو جو الله پيو پناهه ڏي. هزارين ڪٽنب ڪڇ، ڪاٺياواڙ، جيسلمير، ملتان ويندي دکن تائين لڏي ويا. 'جنهن وطن ۾ سک نه هجي، سو وطن ئي ڳهوريو' - اها هڪ عام چوڻي ٿـي وئي. ان جي برعڪس مغلن جا ڪٽڪ اچي لهندا هئا. شهنشاهه جي دربار ۾ سفارشون ۽ رشوتون هلنديون هيون تـه سنڌ ۾ ڪا نندي وڏي نوڪري ملي. پنجن سالن اندر ڏنل رشوت کان هزارين دفعا وڌيڪ مال متاع ڳڏ ڪري دهلي، آگري، لاهـور موٽندا هئا. ڪـي تـه زمينون خريد ڪري زميندار ٻڻجي ويهي رهندا هئا. سنڌ جو هاري سڀ کان سستو ٻوندو هو. سنڌ جو پورهيت به سڀ کان سستو: مار موچڙو ڪر ته ڪم ۾ جاڙد - اها ڳالهه دهليءَ تائين مشهور هئي تـه سنڌي فقط موچڙي سان سڌا آهن!

سنڌ جي صورت ئي بدلجي وئي: سنڌ جا سهڻا ملوڪ شهر ۽ ڳوٺڙا ويران ٿيندا ويا. ڀلا شهرن ۽ ڳوٺڙن سان ڪنهن کي محبت هجي ته سنڌن اونو به ڪنهن کي هجي. ميڙا ملا ڪـڙا بند ٿيندا ويا. ڳائڻ وڄائڻ فقط درباري ميراثين تـائين محدود ٿـي ويو. ناٽڪ ۽ پگتون فتوائن جـو شڪار ٿينديون وبون. ماڻهن مـان مرڻ محبت موڪلائيندي وئي.

سانوڻ اهو سڀ ڪجهه سوچيندي ٺٽي پهتو هو. ٺٽي ۾ هونئن
تہ هو چاچي علوءَ جي مسافرخاني ۾ اچي ترسندو هو. چاچو علو
جيسين جيئرو هو، تيسين وٽس وڃبو هو تہ رڳو سوڍي جا ڳڻ
ڳائيندو هو، سنڌ جي ڪا ڳالهه ڳجهارتن جي انداز ۾ ڪڍندو هو،
۽ پوءِ روئڻ ۾ اچي پوندو هو: مرحيات مري ويو، پر ڪنهن ارغون
ترخان يا مغل کي مسافرخاني ۾ ترسڻ نہ ڏيندو هو— پر سندس مرڻ
کانپوءِ سندس نينگر بلاول مسافرخاني کي رڳو روزگار جو وسيلو
ڪري ڪم آڻيندو هو. سانوڻ لاءِ پوءِ بہ سيني کي ڪا خاص انسيت
هئي. هرڪو کيس ڏسي چڙا کين ئي اکين ۾ چوندو هو تہ سوڍي
۽ سنگهار وارن جو ڇوڪرو آهي! اڄ اهو ڇوڪرو پاڻ اچي اڌروٽ
ٿيو هو، پر مسافرخاني ۾ کيس اهائي عزت ملندي هئي. البت
مسافرخاني ۾ مغلن جو بہ ميڙو متل هوندو هو جيڪي ڪٿان ڪٿان
ڪهي اچي رات جا چار پهر ڪاٽيندا هئا. علوءَ جي مسافرخاني جي
اچي ماني بہ مشهور هوندي هئي. جيڪو هڪڙو پيرو اهو مڌ پي
ويو، سو وري پيرو نہ پچندو!

پر سانوڻ اتي نہ ترسيو. رڳو بلاول کي پنهنجي گهوڙيءَ
جي پارت ڪري ويو. بلاول ڪميت کي وٺي جڏهن ڪُڙهه ۾
داخل ٿيو، تڏهن ڪميت پنهنجي مالڪ بنان اهڙي بيچيني ٿي وٺي
جو جهل ئي نہ پئي ڏي. سانوڻ جيسين خود اچي کيس ٿپڪي ڏيئي
توبرو نہ ڏئي ويو، تيسين سنج لاهڻ نہ ڏنائين. سانوڻ درياهہ جو
ڪپ ڏيندو، ترخانن جي محلي ۾ داخل ٿيو. ان محلي ۾ هڪڙو
بہ سنڌي گهر نہ هو. يا ترخانن ۽ ارغون سپاهي رهندا هئا جن جا
ننڍا ننڍا ڪشادا گهر هڪ ٻئي سان پٽتو پٽ ڳنڍيل هئا، يا انهن
کان اڳتي مغل عاملن جون حويليون هيون. انهن کان بہ اڳيان
مغل سردارن جون چوحويليون هيون. اهي چوحويليون دراصل چئن
حويلين کي ڳنڍي ٺاهيون ويون هيون: هڪڙي مردان خانو، ٻي
زنانخانو، ٽين مهمان خانو ۽ چوٿين چوبخانو جتي محافظ، چوبدار ۽
حوالدار رهندا هئا. اهي حويليون اصل ۾ ارغون ۽ ترخان سردارن

جون هيون، ۽ جڏهن سنڌ اڪبري سلطنت ۾ گڏجي وئي، تڏهن ارغون ۽ ترخان رفته رفته جاگيرون هٿ ڪري سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ آباد ٿيندا ويا. فقط غريب سپاهي رهجي ويا سي مغل لشڪر ۾ شامل ٿي ويا. اهي اڪثر رات جو چوريون ڪندا هئا، يا چنڊوخانا هلائيندا هئا. مغل عاملن ۽ سردارن لاءِ ڪنيزون ۽ غلامن کي ڦاسائي آڻيندا هئا. ڪالهه جا حاڪم اڄ جا پڙوا ۽ دادا گير بڻجي ويا هئا!

سانوڻ هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو، هڪڙي گهر اڳيان اچي بيهي رهيو. ڪڙو کڙڪائڻ بدران، هن هلڪي سيٽي وڄائي، جنهن تي ڪو لنگهندڙ پکي پنهنجي ولر کي آواز ڏيندو هجي. گهڙي ڪانه گذري ته هڪڙي پوڙهي شخص دروازي مان منهن ڪڍيو ۽ سانوڻ کي ڏسي هڪدم دروازو کولي ڇڏيائين. پوڙهي شخص سانوڻ کي ڏسي ڪجهه اهڙي ڏيکاءُ ڏني، جنهن ورهين جي واقفيت هجيس. سندس وات مان ڪني انگوريءَ جي ڌپ پئي آئي. سانوڻ کيس کيڪاريو به ڪونه ۽ رڳو ايترو چيائين ته "ارسلان بيگ آهي؟"

"تنهنجي لاءِ نه هجي ته به حاضر ٿي ويندو. تون اندر ته اچ، ٻاهر ڇو بيٺو آهين؟"

سانوڻ اندر هليو آيو. اندر گهڙڻ سان ڪني انگوريءَ جي ٻانس سانوڻ جي ذهن ۾ چڙ پيدا ڪرڻ لڳي. دالان ٽپي، ورانڊي جي چارين واري دروازي کان اندر ڏوڪيندو ويو. ورانڊي جي سامهون ٻي ٻه دروازا هئا. هڪڙي دروازي منجهان دارونءَ جي ٻانس جا ڀڀڪا اچي رهيا هئا. ان دروازي کي ڇڏي، سانوڻ ٻئي دروازي کي ڌڪو ڏنو.

سامهون هڪ ٿلهو متارو شخص اڌ ليٽيل هو، ۽ هڪڙو ڇيرو ڇوڪرو سندس هنج ۾ ليٽيل هو. سامهون ميز تي اڇي انگوري بلوري صراحيءَ ۾ ٻيل هئي، ۽ هڪڙو جام اڌ ڀريل رکيل هو. سانوڻ کي ڏسي ڇيرو ڇوڪرو ڇرڪ ڀري اٿي ويٺو ۽ ڪٽ کان لهي، ڪورنش ڪري هٿ ٻڌي بيهي رهيو. ليٽيل شخص به اٿي ويٺو.

”سردار خان، تون ڪيئن؟ ماڻهو موڪليون ها ته مان پاڻ اچي حاضر ٿيان ها. پيلا ڪا انگوري پيئندين؟ بنهه تازي آهي. جان من، سردار خان لاءِ ٻه جام ڀاءِ!“

”ته ارسلان بيگ، انگوريءَ لاءِ وقت ڪونه اٿم. تني آيو هئس، سوچيم ته توسان حساب ڪتاب ڪندو وڃان!“

”سردار خان، حساب ڪتاب ته اڳئين دفعي ڪيو هوسين. ان ڪانپوءِ حرام جو آءٌ ٻاهر به چريو هجان....“ ارسلان بيگ جو منهن لهي ويو. هن جي شهپرن ۾ هلڪي لرزش اچي وئي هئي. سندس منهن جي سرخي پيلاڻ ۾ بدلجڻ لڳي هئي.

”ارسلان، مون توکي چيو هو ته مغل سردارن، ترخان جاگيردارن تي تنهنجو حق آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن سنڌي گهر يا ڳوٺ تي ڌاڙو هنيو اٿئي ته پوءِ پاڻ ٺو چاڻين.... پر ياڻئجي ٿو ته منهنجي صلاح تي نه هلئين....“

ارسلان بيگ هاڻ ته بنهه ڏڪڻ لڳو: جيڏو مڙس هو. اوتري سڄهس رقائي اچي ويئي. ويتر جو سانوڻ خنجر جي دستي ۾ هٿ وڌو ته هن جي حالت غير ٿي وئي. ڏڪندڙ آواز ۾ چيائين: ”مون کي قسم آهي الله ۽ پنج تن پاڪ جو، مون ان ڏينهن ڪانپوءِ ورڪي ڪنهن سنڌيءَ جو نالو نه ورتو آهي.... تون مون تي اعتبار ڪر....“

سانوڻ ڪا گهڙي خنجر جي مُٺئي تي هٿ ڦيريندو رهيو چڻ ته فيصلو نه پئي ڪري سگهيو. پوءِ ڌيرج سان چيائين: ”گذريل چوڏهينءَ تي وينجهرڪي وسينءَ ۾ ڌاڙو لڳو هو. پنوهرن جو ڳوٺ آهي، درياهه جي بنهه ڪپ تي. اتي ڪي ترخان ٻُٺون ٻڌي ڌاڙو هڻي ويا، ۽ هڪڙي نينگر به پاڻ سان کڻي ويا آهن....“

”قسم آهي قرآن جو، مون کي ڪا خبر ڪانهي.... ۽ توکي خبر آهي، مون کي ته نينگرين جو شوق ئي ڪونهي....!“ ارسلان بيگ هاڻ بنهه سهڪي رهيو هو. داروءَ جو نشو لهڻ جي باوجود هن جي زبان ٻاتي ٿيندي وئي.

”مون کي اعتبار تڏهن ايندو جڏهن ڏاڙهو لهي ڏيندين. هئا ترخان يا ارغون، تنهن جي پڪ اٿم. ممڪن آهي ته ڪو مغل به ساڻ هجين.... ٽيڪري سورهن سترهن ورهين جي آهي، نالو نوري اٿس....“ سانوڻ اهڙي انداز ۾ چيو جنهن ۾ دڙڪي سان گڏ حڪم به شامل هو. ائين پئي پيو ته لفظن کان وڌيڪ سانوڻ جي اکين ۾ ڪجهه هو جنهن ارسلان بيگ جي بدن ۾ ڏڪڻي وجهي ڇڏي هئي.

ارسلان بيگ ڪجهه سامت جو ساهه کنيو ۽ چيائين،”چندو خاني جي مهتم کان ٿا پڇون. ارغون يا ترخان هوندا ته ضرور مال هٿ ڪئي آيا هوندا ۽ جوا کيڏي هونداٿون...... چوڏهين تاريخ تي چيٽ نه...... يلا تون ويهه، ته آءٌ ٿي ٿو اچان...... پر تيستين جيڪڏهن انگورن پين ته حجاب نه ڪجانءِ....“

سانوڻ رڳو ڪنڌ ڌوڻ ڪئي، ۽ موڙهي تي ويهي رهيو. ارسلان بيگ اتان نڪري پاسي واري ڪمري ۾ لنگهي ويو. ان ڪمري جو در کليو ته ماڻهن جو شور، ٽهڪن، گارين ۽ الٽين جي گڏيل گهمسان جو آواز اچڻ لڳو پر وري ڪوٺي جو در بند ٿيو ته آواز به بند ٿي ويا.

ٿوري دير کان پوءِ ارسلان بيگ، هڪڙي سنهڙي سيپٽڙي ارغون سان گڏ وري اندر آيو. ان شخص جي خاص ڳالهه سندس شهپر هئا، جيڪي ايڏا وڏا هئا، جو ڏاڙهيءَ کان ٻاهر نڪري آيا هئا، ۽ ڏاڙهي به قلمن کان شهپرن تائين، ۽ شهپرن کان هيٺ ائين ڪوڙيل هئي جو ڏاڙهيءَ جا وار به شهپرن جو حصو ٿيل ڏجي ويا هئا. هن ايندي شرط اچي سانوڻ کي هٿ ڏنو، ۽ ادب سان هڪڙي پاسي تي ويهي رهيو. ارسلان بيگ پاڻ به کٽ تي اچي ويهي رهيو، ۽ جهيڻي آواز ۾ چيائين، ”شهباز خان، مون کي جيڪو ٻڌايئه، سو سردار خان کي سربستو احوال ڪري ٻڌاءِ.......“

شهباز خان بيخيالو پنهنجي شهپرن تي هٿ لائيندي چيو: ”برابر، پندرهين تاريخ به ترخان ۽ هڪ مغل سپاهي ڪافي مال ڪٺي

آيا هئا. سڄي رات پيئندا رهيا ۽ جوا کيڏندا رهيا؛ جڏهن نشي ۾ آيا، تڏهن ڳالهين ڳالهين ۾ اها ڳالهه ڪيائون ته هڪ نهايت حسين ڪنيز ٻه درياهه جي ڪپ تان کنئي هئائون؛ ۽ اها ڪنيز سندن سردار قيصر بيگ ارغون وٽ آهي پر قيصر بيگ به ڪنيزن بدران غلامن جو شوقين آهي، ان ڪنيز کي ڪنهن مغل امير هٿ وڪڻڻ جي سوچي رهيو هو، ۽ اهو به چيو هئائين ته سؤ سونين مهرن کان گهٽ نه وڪڻندو........"

سانوڻ نهايت آهستگيءَ سان چيو، "۽ قيصر بيگ ڪٿي ٿو رهي؟"

ارسلان بيگ شهباز خان ڏانهن ڏٺو. شهباز خان ڪنڌ هيٺ ڪري زمين ۾ نهارڻ لڳو. سانوڻ جي آواز ۾ ڇهڪ پرجي آيا: "مون پڇيو ته قيصر بيگ ڪٿي ٿو رهي؟"

شهباز خان هٻڪندي چيو: "قيصر بيگ مغل لشڪر جي توشي‌خاني جو عملدار آهي. سندس ٽولي ۾ اڌو اڌ مغل ٻه آهن، جيڪي سپاهي گيريءَ مان عاجز اچي ويا آهن، ۽ ڪجهه نه ڪجهه لالچ ۽ هٻچ ۾ اچي قيصر بيگ جي ٽولي ۾ شامل ٿي ويا آهن. قيصر بيگ کي رهڻ لاءِ وڏي حويلي مليل آهي، ۽ انهي حويليءَ ۾ هٿ وجهڻ موت کي سڏ ڪرڻ آهي...."

سانوڻ جي منهن تي ارڏي مرڪ اچي ويئي. ان مرڪ ۾ الائي ڪهڙي ڳالهه هئي، جو شهباز خان تڪڙو تڪڙو چوڻ لڳو: "سردار خان،.... منهنجو مقصد آهي ته انهن حويلين ۾ سخت پهرو آهي- خبرداريءَ کان ڪم وٺڻو پوندو!"

سانوڻ ارسلان بيگ ڏانهن ڏٺو. ارسلان بيگ انهيءَ نگاهه کان بچڻ ڪاڻ زمين ۾ گهورڻ لڳو. پر جڻ ته هن جي پويان به ڪي اکيون هيون، جن سانوڻ جي گهور کي محسوس ڪيو. نيٺ منهن مٿي ڪندي چيائين "سردار خان، آءٌ مغلن ۽ ارغونن.... ٻنهي سان رهائيو وينو آهيان. جيڪڏهن آءٌ يا منهنجو ڪو ماڻهو انهن حويلين جي پاسي جهلجي پيو ته ڏاڍي خراب ڳالهه ٿيندي.... پر

تہ ڪي انڪار ڪونہ ڪندس!“

سانوڻ جي منهن جي مرڪ ڇڻ وڃڻ ويڪري ٿي ويئي: ”تہ ٻوءِ اڄ رات قيصر بيگ جي حويليءَ تي ڌاڙو لڳندو، ۽ انهن لڳندو ڇڻ مغلن ڌاڙو هڻيو آهي.... اوهان کي جيڪو مال هٿ اچي، سو اوهان جو. هن ڀيري اسان جو حصو بہ توهان کي آيو. باقي ٻانهن آءَ ٻانهي ڪٽي ويندس.“

ارسلان بيگ جي منهن تي بہ مرڪ اچي ويئي. نئين جي شهر اندر مغلن جي ويس ۾ ڌاڙي جا هن گهڻائي خواب لڌا هئا، پر سانوڻ جي ڀڀ ۽ حصي جي خيال کان هن کي همٿ نہ ٿي ٿي. قيصر بيگ خود بہ وڏو ڌاڙيل هو، ۽ سندس حويلي سنڌين کان لٽيل مال سان ڏٽي پئي هوندي. اهو سمورو مال، بنان سانوڻ جي حصي جي، هن کي بہ ٿي سال ڌاڙا هڻڻ کان بچائي ڇڏيندو. اهي سمورا اسنا ناهيندي، هن مرڪي چيو: ”سردار خان، توسان سر لڳي!“

.... ۽ ٻوءِ ڪجھ دير هو ان ڌاڙي جي رٿابندي ڪندا رهيا. ✱

جڏهن ڪان رستم بيگ قنڌاري ٺٽي جو عامل ٿي آيو هو، تڏهن ڪان ٺٽي ۾ چڙ راڪاس گهمي ويو هو. سنڌي ته سنڌي پر ارغون ۽ ترخان به ڪا رات سک سان نه ستا هئا. رستم بيگ کان اڳي سنڌس شهرت ٺٽي پهتي هئي: ملتان ۾ هن جيڪي ڪيس ڪيا هئا، اهي خبرون چارون ماڻهن رڳو افواهن طور ٻڌيون هيون. پر ٺٽي پهچڻ کان اڳ ۾، منادي‌ءَ وارا هر محلي ۾ وَر وَر ڪري پڙهو ڏيندا ويا ته آئيندي شهر ۾ سواءِ مغلن جي، ڪوبه گهوڙي تي سواري ڪونه ڪندو: ڪوبه ماڻهو مغلن سان، اڳواٽ اجازت کان سواءِ، مخاطب ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪندو: مغلن جي حرمن جي ڏولي لنگهڻ وقت، هرڪو ماڻهو ڪنڌ هيٺ ڪري ويهندو: سيدن کانسواءِ ڪوبه پنهنجي زائفائن لاءِ ڏولي استعمال نه ڪندو: ڪوبه دڪاندار مغلن سان شين جي خريداريءَ وقت قيمت تي تڪرار نه ڪندو، ۽ جيڪا قيمت مغل ڏيندا، سا خوشي سان قبول ڪندو: ٺٽي کان ٻاهران ڪوبه ماڻهو شهر ۾ داخل ٿيندو ته مقرر ڪيل چوڪين تي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائيندو ۽ پنهنجي ترسڻ جو هنڌ ۽ ڪل وقت درج ڪرائيندو: ڪوبه ماڻهو عامل جي منظوريءَ کان سواءِ، سانجهيءَ کانپوءِ اوطاق کليل نه رکندو: سيني مدرسن ۾ فارسي تعليم لازمي ٿيندي ۽ هر مدرسي جو مهتمم ان جو پابند هوندو ته ڪوبه نئون معلم رکڻ کان اڳ، عامل جو اجازتنامو حاصل ڪري: هر نڪاح خوان، هر پيش امام، هر بانگو مغل، ارغون يا ترخان هوندو، يا عامل جي منظوري حاصل ڪيل هوندو: شادي ۽ غميءَ کانسواءِ ڪٿي به ڏهن کان وڌيڪ ماڻهو گڏ نه ٿيندا........

اهڙن حڪمن سان گڏوگڏ وفاداري ۽ سازشن جي اطلاع

ڏيڻ وارن لاءِ انعامن اڪرامن ۽ مغل حڪومت جي نوڪريءَ جي خاطري ڏني ويئي. مسجدن ۾ هر نماز ڪانپوءِ، پيش امام ماڻهن کي تلقين ڪرڻ لڳا ته اسلام ۽ اسلامي حڪومت جي انحرافي ڪندڙ ٻنهي جهانن جي غضب کي دعوت ڏيندو. خطبي ۾ ظل الاهي شهنشاهه جهانگير سان گڏ رستم بيگ جو نالو ائين ورتو ويندو هو ڄڻ ته خود شهنشاهه‌هند رستم بيگ جو محتاج هو ۽ سنڌ کي اسلامي سلطنت ۾ شامل رکڻ جو بار رستم بيگ تي هو، ۽ شهنشاهه کيس هر شورش، هر بغاوت کي چيڀاٽڻ جو کليو پروانو ڏيئي ڇڏيو هو!

رستم بيگ پنهنجو ڏکو ويهارڻ لاءِ شهر تـه ٺهيو پر ننڍين ننڍين ڳوٺن ۾ ٽياس کوڙائي ڇڏيا، جنهن تـي کو نه کو ماڻهو سازش ۽ شورش جي الزام ۾ ٽنگيل هوندو هـو، ۽ تيستين اهو لاش ٽياس تان نـه لاهيندا هئا، جيستين ان جـي ٻانس کن ڏينهن تائين ماڻهن کـي رستم بيگ جو نالو وسارڻ نـه ڏيندي هئي. مـاڻهن ۾ هن جو ايڏو ڊپ ويهي رهيو جو ٽپهريءَ کانپوءِ جتي ڪٿي هٽتاڙ ٿي ويندي هئي، ۽ ماڻهو گهرن کـي وڏا وڏا تالا هڻي اندر ٿي اندر ٻارن کي ٻوٿاڙي ويهاري ويٺا هوندا هئا. سانجهيءَ جـي ٻانگ ايندي هئي، تڏهن ٻـه دروازا نـه کلندا هئا، ۽ پيش امام نمازين جـي وات ڏسندي اوٻاسيون ڏيڻ لڳندا هئا. ڪن وڏين مسجدن ۾ رڳو مغل، ارغون، ترخان يا مسافر نظر ايندا هئا. وڏي مصيبت ته مسافرن لاءِ هئي: ٽپهريءَ کان اڳ جيڪڏهن واندا نه ٿيا تـه رات گذارڻ لاءِ ڪوبه مسافرخانو کين هنڌ ڪتولو ڏيڻ جو به روادار نه ٿيندو هو ته مبادا مغل سپاهي اچي تلاش ڪن. مغل سپاهي بـه اهڙا هريا جـو راهه ويندي کـي ٻيهاري پڇاڻون ڪندا هئا ته ڪير آهين، ڪٿان آيو آهين، ڇو آيو آهين، رهين ڪٿي ٿو ـــ هل چونڪيءَ تي! چونڪيءَ تي وڃڻ معني سڄو مـال متاع ڦرائڻ. ان ڪري هرڪو پنج ڏهه درهم ڏيئي جند ڇڏائيندو هو. ائين ڪو سڄو ڪراهڪ نه ملندو هون ته مسافرخانن تي چڙهائي ڪندا هئا، ۽ مسافرخاني وارو ڪجهه ڏيئي جان نه ڇڏائيندو ته مسافرن ڏانهن اڏا ابا سوال جواب ڪري، ڪجهه نه ڪجهه ڦري ماري ايندا هئا!

شام ٿيندي هئي تہ مغل سپاهين جا ٽولا محلن ۾ ڪاهي پوندا هئا. ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو ملين تہ چڙهي پيگهي مچي وڃن. هن کي بيعزتو ڪري، جيڪي ڪجهہ گيدي ۾ هوندس، سو ڦري گهر روانو ڪندس. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪا پڳ، ڪا پڳڙي يا پٽڪو وٺين تہ اهو بہ ڦريندي ويرم نہ ڪندا. جيڪڏهن ڪا هٿ حاصل نہ ٿين تہ کيس ماريندا ڪٽيندا چونڪيءَ تي وٺي ويندا، ۽ تيستين ان جي جان نہ ڇڏيندا، جيستين سندس ڪي واهرو وري، ڪجهہ ڏئي سندس جند نہ ڇڏائيندا. البت ارغون، ترخان يا دهلي، آگري، فتح پور ۽ ٻين هندن کان آيل ماڻهو، جيڪي فرفر فارسي ڳالهائيندا هئا، تن کي هٿ نہ لائيندا هئا، متان ڪو حڪومت جو ماڻهو هجي ۽ دانهن وڃي دهليءَ يا آگري پهچي.

جيڪڏهن ڪو راهہ ويندو واٽهڙو نہ ملين، ۽ سپاهين جو کيسو گرم نہ ٿيو تہ هنن هڪ اهڙو طريقو اختيار ڪيو، جنهن ماڻهن ۾ هڪ اڇاتو خوف وجهي ڇڏيو: بيگاهہ وقت ۾ ڪنهن در تي ڪڙڪو ڪري، پاڻ لڪي بيهي رهندا هئا: اندران ڪنهن ڪڙو کولي، ٻاهر نهاريو تہ جهٽ ڏيئي، کيس ڇڪي ٻاهر ڪندا هئا، ۽ نڪا هم نڪا تم، ڏکن ٻجن جو وسڪارو لائي ڏيندا هئا. هن جي رڙين تي اوڙي پاڙي جا مڙس ماڻهو ٻاهر نڪرندا هئا تہ مغل سپاهي اهڙي ڏيکائي ڏيندا هئا چڻ تہ ان همراهہ پاڻ مغلن سان ڪُونس شروع ڪئي هئي. جيڪڏهن اها چال ڪامياب نہ ٿيندي هئي تہ چوندا هئا تہ هن مغلن، مغل شهنشاهہ يا عامل کي گاريون ٿي ڏنيون، ان ڪري هن کي چونڪيءَ وٺي ويندا. چونڪي تي وڃڻ معنيٰ وڏيڪ مار موچڙو، سو پاڙي جا چڱا مڙس، ڪجهہ سو ڪڙيون يا ڪڙيون پيش ڪري همراهہ جي جان ڇڏيندا هئا!

هڪ طرف عام ماڻهن سان اهو ويل هو، ٻئي طرف ساقي خاني جي آس پاس ماڻهن جا هجوم هوندا هئا. گهڻو تڻو ارغون، ترخان، مغل يا قنڌاري هئا، پر ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ مقامي ماڻهو بہ هوندو هو، جيڪو يا تہ شاهي حڪومت جو ڪو اهلڪار هو يا ڪنهن ارغون،

ترخان يا مغل جو دوست يار. اندر رباب جي ڌن تي ڳڀرو ساقي نچندا، مٽڪندا، انگوريءَ جا جام پيش ڪندا ويندا هئا، ۽ سندن ڳراهڪ هڪبئي کان اڳرا ٿي، ڪين پاڻ ڏانهن متوجهه ڪرڻ لاءِ حرفتون هلائيندا هئا. ڪيترن ساقيخانن ۾ اندر جاءِ نہ هئي تہ رستن تي موڙا ڪيارائي، ساقين ۽ انگورين جا شوقين ويهي پاڻ ۾ ڪچهريون ڪندا هئا، ۽ جيئن ئي ڪو ساقي جام کڻي ايندو تہ کيس ڀاڪر پائڻ، چمي ڏيڻ، يا ڇهندي هٿ لاءِ پاڻ ۾ الجهڻ لڳندا هئا. اڪثر ساقيخانن ۾ روزانو ساقين تان جهيڙا ٿيندا هئا، ۽ خنجرن جي مقابلي ۾ ٻہ ٽي قتل ضرور ٿيندا هئا. ڪن ساقيخانن ۾ جوا ٻہ هلندي هئي، پر جوا خانن ۾ فقط اهي اندر وڃي سگهندا هئا جن کي ساقي خانن جي مالڪ يا ڪنهن وڏي عملدارجي اجازت مليل هوندي هئي. انهن جوا خانن ۾ اڪثر ائين ٿيندو هو تہ ڪو ارغون يا ترخان يا مغل سڀڪجهه هارائي ويهندو هو ۽ جوارين جو قرض نہ ڏيئي سگهڻ تي پنهنجي جان وڃائي ويهندو هو. هڪڙي ٻي ڏک سان سندس آنڊا ڳجيون ڪيي، ٽنگوٽالي ڪري، رستي تي ڇڏي ويندا هئس جتان صبح جو يا تہ سندس وارث لاش کڻي ويندا هئا يا وري سرڪاري سپاهي کيس کڻائي ويندا هئا.

جڏهن ماڻهن ۾ ڊپ ۽ هراس انتها تي پهچي ويو، تڏهن وري ڌاڙا لڳڻ شروع ٿيا. نماشام مهل، ٻٽون ٻڌل ڌاڙاڪو ڪن گهوڙيسوار ڪنهن ڪوٺيءَ، حويليءَ يا گهر تي حملي آور ٿيندا هئا ۽ ديناداستي ماري ڦري، الهہ تلهہ لٽي هليا ويندا هئا. جڏهن ڪڏهن ڪنهن نندي نيٽي زائفان تي نظر پوين تہ اها ٻہ زوريءَ کڻي ويندا هئا. اڪثر ڌاڙا ارغونن، ترخانن، سيدن يا مغلن جي محلن ۾ لڳندا هئا. سنڌين جي محلن ۾ ورلي ڪو ڌاڙو لڳندو هو. مغل سپاهين اهو افواهہ عام ڪري ڇڏيو تہ اهي ڌاڙا ساڻون جونولو ٿو هڻي، انڪري سنڌين جي گهرن يا حويلين تي ڌاڙا ڪونہ ٿا لڳن. درحقيقت سنڌين جي گهرن تي ڌاڙا انڪري ڪونہ ٿي لڳا جو سنڌين ۾ دولتمند خاندان ڪي ورلي وڃي بچيا هئا. سنڌي گهڻو ڪري هٿ ڪاريگر،

ڪمي ڪاسبي، هٽ واڻيا هئا، جيڪي پنهنجي گذر سفر ۾ پورا هئا! اڪثر دولتمند ماڻهو ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ ئي لڏي ڪڇ، ڪاٺياواڙ، جيسلمير ۽ گجرات ڏانهن هليا ويا هئا، جيڪي بچيا هئا، تن پاڻ وٽ مغل سپاهي پگهاردار رکي ڇڏيا هئا، انڪري مٿن ڌاڙو هڻڻ ممڪن ئي نه هو.

پر خوف ۽ هراس ۾ ئي اهڙو ماحول پيدا ٿيندو آهي جنهن ۾ هڪ طرف افواهن جي بازار گرم ٿيندي آهي، ٻئي طرف شاهينگن کي جاوا ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي، ۽ ٽئين طرف ڪمزور حڪومت کي پنهنجا پير مضبوط ڪرڻ جو وقت ملي ويندو آهي. سنڌي ٻه رفته رفته اهو يقين ڪرڻ لڳا هئا ته ڌاڙا ساٿوڻ جي ٽولي ٿي هنيا. ٻئي طرف مغل سپاهين ۽ لشڪرين کي خدا خدا ڪري اهو موقعو مليو ته هو هر وات ويندي سنڌيءَ کي ساٿوڻ جي ٽولي سان لاڳاپيل هجڻ جو الزام هڻي ڪجهه رقم ڇڏائي وٺندا هئا، ۽ ڪين سنڌين کي بيعزتو ڪرڻ جو به دل گهربو موقعو ملي پوندو هو. مغل حڪومت جا پير اڃا پختا ڪونه ٿيا هئا. مرزا غازي بيگ جي مرڻ ڪانپوءِ خسرو خان چرڪس هالن ۾ ويهي مرزا باقيءَ جي پوٽي مرزا عبدالعلي جي سنڌ جي تاجپوشي جو اعلان ڪري ڇڏيو ۽ سندس لشڪر آس پاس مغلن جي عملدارين کي ختم ڪندو ٺٽي ڏانهن وڌندو ٿي آيو. مرزا عبدالعلي اڃا صغير هو. انڪري هن جي نالي ۾ سموري حڪومت خسرو خان چرڪس پاڻ سنڀالڻ جي فڪر ۾ هو. جتي ڪٿي مغلن ۽ ارغون ترخانن ۾ چڪريون ٿي لڳيون. ٺٽي ۾ بظاهر ته مغلن جي حڪومت هئي پر اندران ئي اندران ترخان ان ڏينهن جو انتظار ڪري رهيا هئا جڏهن خسرو خان چرڪس ٺٽي تي ڪاهي ايندو، ۽ هنن کي وري حڪومت ملندي، جنهن کي هنن پنهنجو موروثي حق ٿي سمجهيو. ڪيترن سنڌين کي هنن گهڻا نيا پا موڪليا هئا ته اسان جو ساٿ ڏيو. اسان وري به سنڌ ۾ رهي، سنڌي ٿي ويا آهيون: مغل ته اوپرا ۽ ڌاريان آهن، جيڪي دهاي ۽ آگري کان ٿا حڪومت ڪن. اسان جو ته مڙهه مقام ئي هتان جو آهي؛ اسان

جي وڏن جا هڏا به سنڌ جي سرزمين ۾ پوريل آهن ۽ اسين به مري هن مٽيءَ ۾ دفن ٿيندا سون. مغل وري سنڌي سردارن ۽ وڏيرن کي اهو سمجهائيندا رهيا ته ارغونن ۽ ترخانن سنڌين کي لتاڙي ڇيهائي ڇڏيو هو. مرزا باقيءَ جا ظلم اڃان تازا تازا هئا. مغلن سنڌين کي انهي ظلم ۽ جبر کان نجات ڏياري هئي، ۽ شاهي حڪومت هيٺ سنڌ ۽ سنڌين کي وڌڻ ويجهڻ ۽ ترقي ڪرڻ جو اوترو ئي موقعو آهي جيترو ٻين صوبن ۽ صوبيدارن کي!

۽ سنڌي جند جي انهن ٻن پڙن ۾ پيسجي رهيا هئا. هنن جون همدرديون ڪنهن سان به نه هيون؛ ان ڪري هنن تي ٻنهي ڌرين مان ڪنهن به اعتبار ڪونه ٿي ڪيو. انهيءَ بي اعتباريءَ جي فضا ۾، جڏهن عام بدامني، ڌڪاءَ ۽ ڏاڍ جو وايو منڊل ڇانيو ته سنڌين کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته هو ڇا ڪن، هنن جي سوچڻ جي قوت ئي ڇڄي ته ڪيڏانهن موڪلائي وئي هئي. اهي سنڌي عملدار، جيڪي مغل سرڪار جي نوڪريءَ ۾ هئا، سي پنهنجي عملداري بچائڻ ۾ ايترو بي‌نڪا ٿي ويا جو سنڌين کي پاڻ ٻوهي ۾ ڏيڻ کان به نه ٿي مڙيا. مغل عامل ۽ عملدار به سنڌن ڪمزوري محسوس ڪري سازشن ۽ شورشن جي جاچ سنڌي عملدارن ۽ ڪامورن جي حوالي ڪندا هئا، ۽ سنڌي ڪامورا محض پنهنجي وفاداري ۽ ڪارڪردگي ڏيکارڻ لاءِ بيگناه سنڌين جا نالا ڏئي ڇڏيندا هئا. مغل عملدارن انهن کي سزائن ڏيڻ لاءِ قاضي به سنڌي مقرر ڪيا، ۽ اهي سنڌي قاضي جڏهن قضا جي ڪرسيءَ تي وهندا هئا، تڏهن سنڌي ڏوهارين کي ڦاسي تي ٽنگڻ جي سزا ڏيندا هئا ۽ ارغونن ۽ ترخانن کي جلاوطنيءَ جي!

سنڌين ۾ جيڪو واپاري طبقو هو، سو اڳي ئي سهي جي ڪَسِ: اول ته مغل سپاهين جي آڪي پري پيا ڪم ٽپائيندا هئا. ٻالهه آنڪيءَ کان مٿي چڙهي ويئي ته، سنڌ جا وڻ ئي ڇڏي لڏڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا. باقي سمورو ظلم ۽ جبر سنڌ جي هاري ناري، مالوند، پورهيت، ڪمي ڪاسبي، هٿ ڪاريگر يا گهوڙين تي هو.

هو آهه به نه پري سگهندا هئا ته مٿان سندن ٿڏي شوڪار جو غلط مطلب ورتو وڃي. البت انهن مان جوانن جو طبقو اهڙو هو، جيڪي اهو ظلم خاموشيءَ سان سهڻ لاءِ تيار نه هو. انهي طبقي ۾ گهڻائي مدرسن جي شاگردن جي هئي. هنن جي اکين ۾ سچ متل هئا، اندر ۾ ڪورا ڪاٿل هئا، ۽ سندن مٿان ۾ نفرت جي چڻگ پڻگ هئي. هنن کي رگهو ارغونن ۽ ترخانن يا مغلن ۽ ٻاهرين سان نفرت نه هئي. هنن کي پنهنجن ڪان به نفرت هئي، جيڪي هيترو ظلم سهندي به مٿان هئا يا مغلن جي چاڪري ڪندي، پنهنجن تي ظلم ڪندا رهندا هئا. اهڙائي جوان ساٿوڻ جي ٽولي ۾ شريڪ هجڻ جي شڪ ۾ ڦياس تي ٽنگيل نظر ايندا هئا! ❋

سلطاني ساقيخانو، هوندو ته عام رواجي ساقيخانو هو پر ان ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون هيون، جن جي ڪري عام سپاهي يا لشڪري يا عتاب ۾ آيل ارغون، ترخان يا مغل ان پاسي ڪونه لڙندا هئا. هڪڙو ته اهو واحد ساقيخانو هو، جنهن ۾ نثي جو عامل ٿوري دير لاءِ دل وندرائڻ ايندو هو، ۽ هن لاءِ خاص مسند ٺهيل هئي. ان ڪانسواءِ نثي جي چوند اميرن، ناظمن ۽ عملدارن جون، پنهنجي حيثيت مطابق، مسندون ٺهيل هيون، جن تي ٻيو ڪوبه ويهي نٿي سگهيو. انهن مسندن جي نگهباني ۽ مهمانداريءَ لاءِ ساقي به عليحده عليحده مقرر ٿيل هئا؛ انهن مان ڪنهن به ساقيءَ کي مجال نه هئي جو ٻئي ڪنهن امير کي انگوري پيش ڪري يا هن جي ٻي ڪا مهمانداري ڪري. انهن مسندن ۽ ساقين لاءِ اهي امير، ماهيانو ڪجهه رقم ساقيخاني جي مالڪ کي گهر ويٺي پهچائيندا هئا. اصل ۾ اهو ساقيخانو مرزا باقيءَ جي هڪ خاص امير ۽ دوست شمس الدين سلطانيءَ کوليو هو. مرزا باقي پاڻ به ان ساقيخاني ۾ ايندو هو ۽ پنهنجي مخصوص مسند تي اچي ويهندو هو. چوائون ٿي ته ان ساقيخاني ۾ ملا محمد فراخي ۽ مرزا باقيءَ جي ٻڻ پائيواري هوندي هئي. ساقي خانو درياهه جي ڪپ تي هو ۽ سندس پٺين ديوار ۾ هڪ ڳجهو ته خانو ۽ دروازو هو، جنهن ۾ هر وقت به ٻيڙيون تيار بيٺيون هونديون هيون ته جيڪڏهن امير تي اوچتو حملو ٿئي ته اتان آساني ۽ حفاظت سان ڀڄي سگهي!

ان ساقي خاني جي هڪڙي ٻي به خاص ڳالهه هئي ته ساليانو نوروز جي موقعي تي زبردست جشن ملهايو ويندو هو، ۽ ان جشن جي خاص ڳالهه ڪنيزن ۽ ساقين جو ساليانو نيلام هوندو هو. اميرن

وٽ جهڙي بہ ڪنيزون ۽ ساقي هئا، سي گهڻو تڻو ان نيلام مان
ورتل هوندا هئا ۽ ساقي بہ فخر سان هام هڻندا هئا تہ هو سلطاني
نيلام ۾ وڪامل هئا. تاتار، ترڪستان، اصفهان، شيراز، قندار ۽
هرات کان ڪنيزون ۽ ساقي اچي گڏ ٿيندا هئا، ۽ سندن حسن جي
هاڪ ملتان، لاهور، دهلي ۽ آگري تائين پهچندي هئي، ۽ اتان جا
امير ۽ سوداگر اهي ڳالهيون ٻڌي جشن ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا، ۽
نيلام ۾ ٻولي ڏيندا هئا. تني جا سمورا بااثر امير جڏهن پنهنجين
پنهنجين مسندن تي ايندا هئا، ۽ انگوري ۽ ساقين سان دل وندرائيندا
هئا تہ وندر کان سواءِ حڪومت ۽ سياست جا معاملا بہ اتي ئي ٽيڪ
لڳندا هئا، ۽ جيڪڏهن ڪين تخليئي ۽ خلوت جي ضرورت هوندي
هئي تہ خود ساقيخاني اندر خاص ڪمرن جو انتظام ٿيل هو. هر
ڪمري ۾ ٻہ ٻہ حبشي خواجہ سرا پهرو ڏيندا هئا، ۽ ڪنهن جي
مجال نہ هئي جو بنان اجازت جي ڪنهن ڪمري ۾ گهڙڻ جي
ڪوشش ڪري. انهن خواجہ سرائن کي بنان اجازت ايندڙ ماڻهو ۽
کي آفت ماري رکڻ جي اجازت هوندي هئي، ۽ اهڙو پروانو خود
وقت جو عامل پنهنجي مهر سان لکي ڏيندو هو. سياست ۽ حڪمرانيءَ
جا مسئلا نبيرڻ وقت جاسوسن ۽ مخبرن کان بچڻ خاطر بااثر امير
خود پنهنجا ماڻهو پاڻ سان آڻيندا هئا، جيڪي هنن جي درٻارين ۽
صلاحڪارن طور سندن مسندن آڏو اطلسي موڙن تي ويٺا انگوريءَ
سان دل وندرائيندا هئا ۽ سندن نظر هر وقت ايندڙ ويندڙ ماڻهن تي
هوندي هئي ۽ ڪنهن اوپري ماڻهوءَ جي اچڻ شرط، هنن جا هٿ
پنهنجن خنجرن جي مُٺين تي ڦهي ويندا هئا. ائين ڪيترائي جاسوس
۽ مخبر بيموت مري چڪا هئا. پر اهڙا قتل عام رواجي ڳالهہ هئي،
۽ گهڙي ڪانپوءِ امير ۽ سندس درٻاري پنهنجي وندر ۾ مصروف ٿي
ويندا هئا!

ارغونن ۽ ترخانن جو دور ختم ٿيو ۽ مغل آيا، تڏهن بہ
سلطاني ساقيخاني جي معمول ۽ انتظام ۾ ڪو فرق ڪونہ پيو.
خود مغل، امير ڪا مسند هٿ ڪرڻ لاءِ مغل عمل کان سفارشون

ڪرائيندا رهندا هئا. پنهنجي خاص ماحول، پنهنجي ذاتي غلامن ۽ ڪنيزن ڪانسواءِ، مغل اميرن لاءِ ٻيو سلطاني ساقي خاني جهڙي ونڊر هڪ غنيمت ڪان گهٽ نه هئي. مغل اميرن وٽ ڦرلٽ جو تازو پئسو هو، ۽ ان کي لٽائڻ ۾ هنن کي ڪو عار محسوس نه ٿي ٿيو. ارغون ۽ ترخان سردارن سان دوستيون ۽ ياريون رکڻ، هنن جي سياست لاءِ ضروري هو. انڪري سلطاني ساقي خانو جيئن پوءِ تيئن اميرن لاءِ عيش عشرت ۽ سياست جو هڪ مستقل ذريعو بڻجندو ويو.

سلطاني ساقي خاني جي تهخاني ۾ قيصر بيگ جي داخل ٿيڻ سان، اتي اڳ ئي موجود ماڻهن ۾ اوچتو ماٺ ڇانئجي ويئي. قيصر بيگ کي ڪنهن به ڪيڪاريو ڪونه؛ هڪڙي ٻن همراهن رڳو ڪنڌ جي ڌوڻ سان هن جو ائين آڌرڀاءُ ڪيو ڄڻ ته هو سندس اچڻ تي خوش ته ڪونه هئا، پر لاچار هن ۾ ڪم پيو هون، ان ڪري مجبوراً هن سان ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿيا هئا. قيصر بيگ جو منهن اها ڳالهه محسوس ڪندي ڳاڙهي ٿي ويو، پر هن پاڻ تي ضابطو رکندي، هڪ اطلسي موڙهي تي ويهندي چيو: ”مونکي ائين سڏائڻ سان اوهان نه رڳو مونکي خطري ۾ وڌو آهي، پر خود پاڻ وڏو خطرو کنيو اٿوَ!“

گهڙيءَ لاءِ هن کي ڪنهن به جواب نه ڏنو، ۽ هن جي منهن ۾ تڪيندا رهيا. پوءِ هڪ ٻيرسن اڇي ڏاڙهيءَ واري، هوريان چيو: ”شاهه رخ، تون اسان سيني پاران ڳالهاءِ!“

شاهه رخ جي ننڍي قد، ڀريل بُت ۽ معمول کان وڌيڪ ڳاڙهين اکين ۾ اهڙو تيج هو، جنهن قيصر بيگ کي ڪنبائي ڇڏيو. هن کي پاڻ سان سلوڪ تي جيڪا ڪاوڙ هئي، سا ڪافور ٿي وئي، ۽ هن شاهه رخ ڏانهن سڌو نهارڻ جي همت نه ساري، اکيون زمين ۾ کوڙي ڇڏيون. شاهه رخ پنهنجي موڙهي تان اٿيو، ۽ لاپرواهيءَ سان چڪ ڏيئي خنجر جي آبنوسي ڳن ۾ هٿ وجهي، چڪي ڪڍي ورتائين ۽ خنجر جي ڌار کي آڱر سان ٿپاسيندي، قيصر بيگ ڏانهن

وڏي آيو. قيصر بيگ نہ چاهيندي بہ ڏڪڻ لڳو. سندس ڏڪڻ کي محسوس ڪندي، شاهہ رخ ائين ڏيکاءُ ڏني، ڄڻ تہ هن کي قيصر بيگ تي ڪهل اچي وئي هجي.

”قيصر بيگ، تون اسان سيني کي سڃاڻين ٿو. ائين نہ سمجهہ تہ هاڻ ترخان حڪومت ۾ نہ آهن تہ منجهن طاقت نہ آهي. اهي اڄ بہ چاهيون تہ تو جهڙن کي ماڪوڙيءَ وانگر چيڀاٽي سگهون ٿا. مغل بہ تو کي اسان جي قهر کان بچائي نہ سگهندا. انڪري اسين تو کان جيڪي پڇون، تنهن جا صحيح صحيح جواب ڏيندين تہ تنهنجي حق ۾ بهتر ٿيندو!“

قيصر بيگ ڪُجهي جهڙي پٽ. لفظن کان وڌيڪ شاهہ رخ جي بيپرواهيءَ هن کي احساس ڏياريو تہ هن جيڪڏهن هڪڙو لفظ بہ غلط وات مان ڪڍيو تہ شاهہ رخ خنجر سان سندس سسي ڪپي ڇڏيندو. هن جي وات مان هٻڪندي رڳو لفظ ”جي!“ نڪتو.

شاهہ رخ پنهنجي خنجر جي ڌر سان کيڏندي وري چيو:

”اسان کي اها خبر آهي تہ تو ڏاڍا هٿي گهٽوئي مال گڏ ڪيو آهي، ۽ مغل اميرن کي رشوتون پهچائي، ٺوشي خاني جي عملداري هٿ ڪئي آهي. اها عملداري ڪهڙي ڪم جي، جيڪڏهن تون پنهنجن کي ڪم نہ اچي سگهين — ڪيئن؟“ وري بہ قيصر بيگ جي واتان لفظ ”جي“ نڪتو.

”شاباس، اسان کي تو مان اهائي اميد هئي.“ شاهہ رخ جي لهجي ۾ نرمي اچي وئي.

”اوهين جيڪو حڪم ڪندؤ تنهن جي بجاآوري ٿيندي،“ قيصر بيگ ڪجهہ همت ڪندي چيو.

”تہ پوءِ اسان جي چوڻ تي هڪڙو ٻيو ڏاڍو هٿو پوندئي!“

”جي؟“

”ها، سپاهي هڪڙو مغل جٿو، حضور مرزا غازي بيگ مرحوم و مغفور جي اهل و عيال، ۽ مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس کي گرفتاريءَ هيٺ، آگري وٺي ويندو. قيدين سان گڏ

شهنشاهه هند لاءِ ڪجهه سو ڳڙيون يا ڳڙيون ۽ ٻه لک درهم پڻ آهن. ڏاڙي وقت تون ۽ تنهنجا همراهه سنڌين وانگر، سنڌي پوشاڪن ۾ ٻيون ٻڌل هوندا. جيڪو مال متاع ۽ نقدي هٿ اچي، سا اوهان جو حصو باقي قيدي اسان جي حوالي ٿيندا! مغل لشڪري سمجهندا ته سنڌين شورش ڪري ڌاڙهو ڏنو آهي. تنهنجي ٽولي تي ڪنهن کي ٻه شڪ نه پوندو!"

"پر، مغل لشڪرين سان وڙهڻ موت کي دعوت ڏيڻ آهي، ۽ تنهن کانسواءِ مون وٽ ايترا ماڻهو به ڪونهن!" قيصر بيگ کي هڪدم ذهن ۾ اچي ورايو. هن جي پنهنجي ٽولي ۾ ڪيترا مغل لشڪري هئا، اهي ڪڏهن به ٻين مغل لشڪرين سان نه وڙهندا، تنهن جي هن کي پڪ هئي.

مرزا شاهه رخ چڙ ته هن جي خيالن کي پروڙي ورتو، ۽ تدرج سان چيائين: "ڏاڙي ۾ هن پيري تنهنجي مغل ساٿين سان اسان جا سؤ کن چونڊ سوار ٿوسان هوندا. قيدين جي سنڀال ۽ هنن کي اسان وٽ پهچائڻ هنن جي ذميداري ٿيندي، باقي مال متاع اوهين کڻي وڃجو."

"جيڪڏهن ڪنهن مغل مونکي يا ڪن ترخانن کي سڃاڻي ورتو ته پوءِ....؟" قيصر بيگ ڊڄندي ڊڄندي اعتراض ڪيو.

"اسان کي يقين آهي ته تون ايترو احمق نه آهين...." شاهه رخ جي آواز ۾ وري سختي اچي وئي.

"۽ ها، ياد رک، جيسين قيدي ڪاميابيءَ ۽ حفاظت سان اسان وٽ پهچن، تيسين تنهنجا ٻئي پٽ— طغرل بيگ ۽ مظفر بيگ — تنهنجي سنڌي ڪنيز نوريءَ سان گڏ اسان جي حفاظت ۾ رهندا!"

قيصر بيگ جي دل ۾ چڪ پئجي ويو. گهڙيءَ لاءِ هن جي دل ۾ اهو خيال آيو هو ته هو سربستي ڳالهه مغل عامل رستم بيگ يا ديوان معموريءَ سان ڪري، ان مصيبت مان بچي ويندو ۽ سا ڳي وقت انعام اڪرام جو به حقدار ٿيندو. پر هاڻ ته، هن جون سڀ

واهون بند ٿي ويون. هن کي يقين هو ته جيڪڏهن هو ڏاڙي ۾ ناڪام ٿيو ته مرزا شاهه رخ سندس معصوم ابهم پٽن کي انهيءَ خنجر سان ٻوٽي ٻوٽي ڪري، ڪتن کي کارائي ڇڏيندو!

هن وري ٻه همت ساريندي چيو: ”اوهان کي منهنجي وفاداريءَ ۾ شڪ ڪرڻ جي ضرورت نه هئي!“

”برابر، تون صحيح ٿو چوين! پرهي معاملو تنهنجي وفاداري پرکڻ تائين محدود نه آهي. سنڌ تي ترخانن جو موروثي حق آهي. مغل ڌارمار ٿي هتي آيا آهن. اسان کي هر قيمت تي کين هتان ڪيڻو آهي. سنڌ جي تاج جو حق مرزا عبدالعليءَ جو آهي. اسين اهو حق هن کي وٺي ڏينداسين، پوءِ ڀلي اسان کي شهنشاهه هند سان مقابلو ڇو نه ڪرڻو پوي. ارغونن ۽ ترخانن ۾ اڃا ايتري مردانگي آهي ته پنهنجو حق تلوار جي زور تي وٺي سگهن!“

مرزا شاهه رخ هاڻ ڇڻ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائي رهيو هو. پر اوچتو هن وري قيصر بيگ جي اکين ۾ نهاريندي چيو: ”تنهنجي وفاداري پرکڻ جو اڃا ڪو ٻيو موقعو ايندو. آخر تنهنجي رڳن ۾ به ته ترخاني خون آهي. اسان کي اميد آهي ته تون پنهنجي خون کي ڪونه لڄائيندين. وقت اچڻ تي اسين تنهنجي هن ”احسان“ کي هرگز نه وساريندا سين. اسين پاڻ ان جو انتظام ڪنداسون ته توشي خاني جي عملداريءَ کان بهتر ٻيو ڪو عهدو توکي ڏياريون!“

مرزا شاهه رخ خنجر کي وري مياڻ ۾ وجهندي، وري پنهنجي موڙي تي وڃي ويٺو، ۽ اڇي ڏاڙهيءَ واري ترخان کي هلڪو اشارو ڪيائين. پيرسن قيصر بيگ کي وٺي دروازي تائين آيو. دروازي تي ٽي دفعا ٺڪ ٺڪ ڪيائين ته دروازو کلي پيو، ۽ هڪڙو حبشي خواجه سرا ادب سان الڳ هٽي بيهي رهيو.

”قيصر بيگ، هن ڪاٻي هٿ واري ڪمري ۾ تنهنجو ساقي موجود آهي. جيڪڏهن ڪجهه وندر ڪرڻ گهرين ته تنهنجي مرضي، نه ته ڪيس پاڻ سان وٺي، واپس پنهنجي مسند ڏانهن وڃي سگهين ٿو. ساقي خاني ۾ موجود امير اڳي ئي اهو ڏسا سمجهن ته تون پنهنجي

ساقيءَ سان ڪجھہ دير اڪيلائيءَ ۾ وندر ڪرڻ لاءِ خلوت گاھہ ڏانهن ويو هئين!"

قيصر بيگ چڻ شڪرگذاريءَ سان ٻيرسن جي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو: "مهرباني آغا جان. آءٌ ڪجھہ دير آرام ڪري ٻوءِ نڪرندس!" ❋

ٺٽو سنڌ وانگر دريا دل هو. ملوڪ به اهڙوئي هو، جهڙي سنڌ. پر جڏهن کان سنڌ جي سينڌ ۾ غلاميءَ جي ڌوڙ وسي هئي، تڏهن کان ٺٽي جي جواني به ڄڻ موڪلائي ويئي هئي. اڳي نماشام ٿيندي هئي، ته هڪ طرف سنک وڄندا هئا ته ٻئي طرف ٻانگن جو پُرسوز آواز سڄي وايومنڊل کي ٺنڊا ڪرو ڪري ڇڏيندو هو. ماڻهو جڏهن مندرن ۽ مسجدن مان موٽندا هئا ته چوٻارين ۾ ورهائجي، خاص ٺهيل ٿلهن تي اچي ويهندا هئا. اهي ٿلها، ڪي ڳاڙهي پٿر مان، ته ڪي اڇي سنگ مرمر جا ٺهيل هئا. هر ٿلهي جي مٿان هڪڙو وڏو شمعدان ٽنگيل هوندو هو. ڪن جي مٿان وري ڏيئن سان سجايل فانوس ٻاربا ها. انهن ٿلهن تي ويهي ماڻهو اوڀاريون لهواريون ڪندا هئا ۽ سڄي ڏينهن ۾ جيڪي وهيو واپريو هو، ان جي سڌ ٻڌ هڪ ٻئي کي ڏيندا هئا. جوانڙا وري پنهنجون مجلسون محفلون دريا جي ڪپ تي مچائيندا هئا. ڪي ته ڏنگين ۽ ٻيڙين ۾ چڙهي لهندڙ سج جو نظارو ڪندا هئا. ڪي وري درياهه جي ڪپ تي ٺهيل گلشن ۾ ٺهيل پنج-درين ۽ ڇهه-درين ۾ ويهي درياهه کي ۽ دريا ۾ موٽندڙ سج جي شفقي ليڪ کي ٽڪيندا هئا. ماڻهن جو عقيدو هو ته دريا ۾ لهندڙ سج کي ٽڪڻ سان من جون مرادون پوريون ٿينديون. ارغونن کان اڳي ڇپر جا انسان ميلن تائين پکڙيل هئا. پر ان غريب ڳاهه کي ارغونن جي گهوڙن جي سنبن اهڙي ڇچري ڇڏيو هو ڄڻ مٿن ڪنهن هر هلائي، ڪڻڪ ڏئي ڇڏي هئي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ دريا جي پاسي سنڌين جي وڃڻ تي به بندش پئجي وئي ڇاڪاڻ ته دريا جي ڪپ کان ٿوروئي پريرو ارغون ۽ ترخان سردارن جون حويليون هيون، جن جون دُڇشون، دريا جي پاسي کلنديون

هيون ۽ ارغون ۽ ترخان ٻيئي، دريا جو نظارو ڪرڻ لاءِ، اطلسي
موڙا ۽ مسندون وڇايون، دالانن ۾ اڇي وهنديون هيون. هونئن تہ
ارغون ۽ ترخان جوانن جي دريا جي ڪپ تي گلگشت ڪرڻ تي
منع ڪانہ هئي، پر جڏهن کان ڪن ترخان ٻيبين ۽ ڪنيزن جي عشق
جا داستان مشهور ٿيا، تڏهن کان ان پاسي وڃڻ جي ڪنهن کي بہ
همت نہ ٿيندي هئي. البت پنهي پتڻن تي اچا بہ ماڻهن جا هجوم نظر
ايندا هئا.

مغلن جي حڪومت آئي تہ ڪيتريون حويليون مغل اميرن
والاري ورتيون. مغلن کي شهرن سينگارڻ جو شوق هو. انڪري
هنن وري دريا جي ڪپ تي چمن ۽ گلشن رکائڻ شروع ڪيا.
نئين سر نئون گاهہ هڻائڻ تي بہ ڌيان ڏنائون. البت شهر جي اندر
مغل اميرن جو خير ڪو گذر ٿيندو هو. انڪري شهرجي پڪ - سرين
گهٽين ۽ رستن جي مرمت ڏانهن گهڻو ڌيان ڪونہ ڏنائون. فانوسن
۽ شمعدانن کي ٻارڻ جو انتظام نئين سر شروع ٿيو. پر مغل سپاهين
۽ لشڪرين جي ڌڪار جي ڪري بہ ماڻهن ٽلهن ۽ دڪن تي
وهڻ ئي ڇڏي ڏنو هو. ماڻهو سانجهي ٻانگ اچڻ تي پنهنجن گهرن
۾ ئي ٻوٽاڙجي ويهي رهندا هئا.

پر جڏهن مغل لشڪرين گهرن تي اچي زوري ۽ ماڻهن سان
ڏاڍايون شروع ڪيون تہ سيني ۾ چوبول ڦهلجي ويو. ڪجهہ
تجربيڪار پيرسن ۽ بزرگ ماڻهن ڪجهہ جوانن جي مدد سان ان
جو ڪو بلو ڪرڻ جو سوچيو. رت اها بيٺي تہ آخوند صالح وازي
مدرسي ۾ ڪي چڱا مڙس گڏ ٿي صلاح ڪن تہ ان جو ڪهڙو بلو
ڪجي؟ آخوند صالح وارو مدرسو نئي جي دل هو. جڏهن آخوند
صالح کي ارغونن ٿياس تي ٽنگايو هو تڏهن کان تہ جيڪو بہ ماڻهو
ان مدرسي وٽان لنگهندو هو، سو دل ئي دل ۾ شوڪارا پريندو،
تعظيم ۾ ڪنڌ جهڪائي لنگهي ويندو هو. هاڻ ان مدرسي جو مهتمم
حافظ بلال سومرو هو. هن جي بہ سڀڪو عزت ڪندو هو. خود
ارغون ۽ مغل سردار بہ هن جي علم ۽ ڏاهپ جو مان ڪندا هئا پر

هو صفا گوشہ نشين ماڻهو هو. ڪنهن جي شادي مراديءَ ۾ بہ نہ ويندو هو. ٿورو ڳالهائو تہ هونئن ئي مشهور هو. ٿني جي عامل جي سڏ تي وڃڻ کان بہ لهرائيندو هو. سندس فتوائن جي هاڪ سموري سنڌ ۾ هئي، ۽ مغل مولوي بہ ان ۾ ڪو نقص ڪڍي نہ سگهندا هئا.

سڀ نينهن ڏنل ماڻهو، هڪ هڪ ٿي حافظ بلال جي حجري ۾ پهتا، ۽ نڪتن تي ويهندا ويا. حافظ بلال نماز کان فارغ ٿي، سڀني سان خوش خير عافيت ڪري پاڻ مصلي تي ئي ويٺو رهيو. هن جي اکين ۾ ڪو اڇاتو غم چوليون هڻي رهيو هو، ۽ دل چوندي بہ هن جي اکين ۾ نهارڻ محال هو ڇڻ تہ ڏسندڙن کي اهو ڊپ هو تہ هن جي اکين جو اهو غم ڏسندڙ جي وجود ۾ نہ گهڙي اچي. اڪثر ماڻهو سوچيندا هئا تہ حافظ بلال کي ڪهڙو غم هو؟ هو ڪهڙي گوندر ۾ گرفتار هو؟ ان سوال جو جواب حافظ بلال وٽ بہ نہ هو. هن گهڻائي ڀيرا چاهيو هو تہ هن جو غم بہ عام انسانن وانگر اکين جي لڙڪن ۾ وهي، ڪي قدر گهٽجي وڃي. پر هن کي ياد نہ هو تہ هن جي اکين ڪڏهن رنو هجي. جڏهن آخوند صالح جو لاش مدرسي ۾ آندو هئائون، تڏهن حافظ بلال سمجهيو هو تہ هن جي دل ڦاٽي پرزا پرزا ٿي. هن جي پاسراتين جي وٿين مان نڪري ايندي. پر ان جي بدران فقط هن جون مٺيون ڀيڙجي ويون هيون، ۽ هن پنهنجي چپ کي چڪ هڻي ڦٽي وڌو هو. ڪو عرصو هن ڪنهن سان ڳالهايو بہ نہ هو. ڪيترن استادن ۽ شاگردن اهو بہ محسوس ڪيو هو تہ حافظ بلال نماز پڙهڻ بہ ڇڏي ڏني هئي. فجر جو دؤر ڪرڻ بہ ڇڏي ڏنو هئائين. هڪ ڀن استادن نماز لاءِ کيس چيو هو تہ ذري گهٽ کين ڇڙٻ ڏئي چيو هئائين "نماز؟ ڇو؟ ڇالاءِ؟..... ها، ها، نماز!"

۽ پوءِ هن نماز وري شروع ڪئي هئي. شروع شروع ۾ هن امامت ڪرڻ کان بنهہ نهڪر ڪري ڇڏي، بلڪ دا جماعت نماز کان ئي لهرائيندو هو. ان جو اصل سبب اهو هو تہ ٻهريون ٿي سجدو ايڏو ڍگهو ٿي ويندو هو ڇڻ ٻين سجدن ۽ رڪعتن جي گنجائش ئي نہ رهي هئي. پر رفتہ رفتہ هو پنهنجي پاڻ ۾ موٽي آيو هو. باقاعدي

نماز پڙهڻ سان گڏ امامت به شروع ڪيائين ۽ دؤر به شروع ڪيائين.
دعا گهرڻ وقت جماعتين کي ائين محسوس ٿيندو هو ته ڄڻ هو ڪنهن
صحرا ۾ ڪنهن بيوس لاچار مسافر جي اڪيلي صدا ٻڌي رهيا هئا،
”اي ستن آسمانن جا خدا، پنهنجي حبيب جي صدقي، سنڌ تان هي
ڏُرت ۽ ڏاڍ ڏور ڪر! هاڻ اسان ۾ سهڻ جي طاقت ڪانهي! تون
ته مظلومن ۽ مجبورن جو اجهو آسرو آهين، پوءِ........ پوءِ اسان کي
پنهنجي پناهه ۾ رک، يا اسان کي ساڃهه ڏي ته سمجهي سگهون ته
هي سڀ اسان جي آزمائش آهي!.... پر اي منهنجا مولي، هيءَ
آزمائش به آخر ڪيستائين؟ آخر ڪيستائين؟ آخر ڪيستائين؟....“

دعا گهرندي هن جو آواز ڳوڙهو ٿي ويندو هو ۽ نمازين جي
نڙي ۾ ڳوڙها اٽڪي پوندا هئا، سڏڪا اڀرندا هئا ۽ لفظ ”آمين“
به هڪ سڏڪو بڻجي، مسجد جي گنبذن ۾ اٽڪي پوندو هو. حافظ
بلال جي دعا جا لفظ ڄڻ ته ستن آسمانن سان ٽڪرجي، شڪايتن ۽
شڪون ۾ بدلجي، ماڻهن جي دلين ۾ گهڙي پوندا هئا ۽ ماڻهو دعا
لاءِ کنيل هٿ پنهنجي منهن تائين آڻڻ وساري ويهندا هئا؛ فقط هڪ
ٿڌو شوڪارو اٿندو هو، ۽ ڪا گهڙي ماڻهن مٿان لٽڪندو ٽنگجي
پوندو هو، ۽ هوا ۾ تحليل ٿيڻ وقت هوا کي به لهسيندو ويندو هو!

سيني پاڙن جا چڱا مڙس ۽ مُکي اچي گڏ ٿيا هئا. سندن
منهن تي عجيب بيوسي ۽ لاچاريءَ جا اولڙا هئا ڄڻ ته هو ڪنهن
وڏي بيابان ۾ بي يار و مددگار ڀٽڪڻ ڪانپوءِ ڪنهن وسنديءَ ۾ پهتا
هئا. پر کين پڪ نه هئي ته اتي به کين مصيبتن کان پناهه ملندي. سيني
جون اکيون حافظ بلال تان هٽنديون، حجري ۾ موجود ماڻهن جي
منهن ۾ اميد جو ڪو ترور تلاش ڪري رهيون هيون، ۽ اوچتو
جڏهن ڪنهن سان اکيون ٽڪرينديون ته ڄڻ ڪجهه شڪي ٿي
هيٺ جهڪي ٿي ويون: ڄڻ کين هڪبئي جي اکين تي اعتبار نه
هو. ڪي ماڻهو انهيءَ بي اعتباريءَ کان بچڻ لاءِ تسبيح جا داڻا
سورڻ ٿي لڳا، پر انهن داڻن سورڻ ۾ يڪسوئيءَ بدران ڪنهن ڳالهه
کي لڪائڻ جو رنگ وڌيڪ هو. گهڻو ڪري سڀ پوڙهي موٽندڙ عمر

جا هئا. ڪي تہ بنھہ ٻہرسن هئا. البت هڪ ٻہ ڄڻا جوانيءَ جي خون ۾ هئا پر انهن جوانن ۾ ڄڻ وقت کان اڳ گنڀيرتا اچي آئي هئي.

حافظ بلال کي پنھنجي هنن ديس واسين تي رحم اچڻ لڳو: هي ويچارا پنهنجي ئي وطن ۾ ڪيڏا بيوس ۽ بيواهہ ٿا ڀانئجن. ڇا هاڻ سنڌ جي ماڻهن جي اهائي تقدير آهي تہ پنھنجي ئي وطن ۾ پاڻ کي ايڏا اپاڻڪا سمجهڻ لڳن؟ سنڌ، جنهن هر ڪنهن کي محبت، پيار ۽ پاپوهہ ڏني اُئين ڇو بيوس ٿي محسوس ڪري. اهو سوچيندي ئي حافظ بلال جي اکين ۾ سختي موٽي آئي، ۽ هن کنگهڪار ڪندي چيو: ”چاچا يار محمد، ڇا صلاح ٿيئي؟“

چاچو يار محمد شايد سڀني کان وڌيڪ ٻہرسن هو. سندس منهن تي عمر کان وڌيڪ تجربي جا گهنج هئا. هن جي اڇي ڏاڙهيءَ ۾ هڪڙو بہ ڪارو وار نہ هو، پر تڏهن بہ سندس منهن ۾ ڪا اهڙي ڏيا هئي جو ڏسندڙ جو ڌيان هن جي اڇي ڏاڙهيءَ ڏانهن وڃڻ بدران ان گنڀيرتا ڏانهن ٿي ويو، جيڪا هن جي اکين ۾ ٿي وسي. هن پنهنجا جهور هٿ، پنهنجي منهن تي ڦيرائيندي چيو: ”ابا، صلاح وري ڪهڙي ٻيهندي؟ سنڌين ۾ ڪڏهن ڪا صلاح بہ ٿيئي آهي؟ انڪري تہ تو وٽ لنگهي آيا آهيون تہ من تون ڪا راهہ ڏسين، جيڪا سڀني کي وڻي!“

حافظ بلال جو منهن حيا ۽ حجاب کان ڳاڙهو ٿي ويو. ڪجهہ هٻڪندي چيائين: ”اوهين سڀ مون کان وڏا آهيو. اوهان جي وڏي نظر آهي، وڏو تجربو آهي. آءٌ ڀلا ڪهڙي راهہ ڏسي سگهندس؟“

”ابا، عقل عمر سان هجي ها تہ آءٌ برابر سڀني کان ڏاهو هجان ها، پر جڏهن عقل تي ورهايو تڏهن اسان جي ابن ڏاڏن ٻہرَن جهليو هو. تڏهن تہ ڏارين جي هٿان موچڙا کائيندي، اڇي ڏاڙهي ٿي آهي.“ چاچي يار محمد اها ڳالهہ ڪجهہ ماڻهن کي کلائي، بار هلڪو ڪرڻ لاءِ ڪئي، پر سندس آخري لفظن کلائڻ بدران ماڻهن کي وڌيڪ گنڀير بڻائي ڇڏيو.

”جي حڪم هجي تہ آءٌ ڪوشش ڪري ڏٺين امير رستم

بيگ سان مليو، مغل لشڪرين جي حرڪتن بابت ڪيس ٻڌايان: ان کي ڪو ٻلو ڪري وجهيو!“

”ابا، امير تنگون تيڙيون آهن، تڏهن ته لشڪرين جو مٿن وڏيو آهي. امير تائين دانهن ته ڪڏهوڪو پهچائي آئاٿون پر امير ڪي نه ڪا جونءِ نڪي ليک— پاڻ آڪرو ته سنڌي شورشون ٿا ڪن، انڪري سنڌن چڪاس ضروري آهي!“ چاچو يار محمد هاڻ ڪاوڙ ۾ اچي ويو هو.

”ته پوءِ ته پنهنجو ئي ڪو ٻلو ڪرڻو پوندو........“ حافظ بلال ڪجهه سوچيندي چيو.

”ابا خيرل، تو جيڪا ڳالهه ٿي ڪئي، سا ڪري ٻڌاءِ ته سڀ سڻن،“ چاچي يار محمد هڪ همراهه جي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو.

خيرل ٻنهي سنهڙو سيپٽڙو همراهه هو، جنهن جي منهن مان سنڌس عمر جي ڪا خبر نٿي پئي. سنڌس شهپرن ۾ ڪو اڇو وار ڪونه هو. البت لوڻن وٽ وارن ۾ اڇا پوڻ شروع ٿيا هئس. سنڌس هڪڙي ڳل تي هڪ ڊگهو گهاءُ هو، جيڪو تازي سيرب جي ڪري ائين ٿي ڀائنبو چڻ ته حجم ڪيس ٽڪو ڏئي وڌو هو ۽ رتاڻجي ويو هو. سنڌس اکين ۽ نڪ جي ڀرپاسي انهيءَ گهاءَ جي ڪري وڏيڪ نمايان ٿي پئي هئي، ۽ خاص ڪري گهرا گهاتا ڀرون سنڌس منهن ۾ حشمت ڀري رهيا هئا. هن جي جسم جي سنهائپ سنڌس منهن مان ٻنهي ڪانه ٿي لڪائي ۽ ائين ٿي ڀائنبو چڻ ته ان ٻٽ تي اهو منهن نٿي ٺهڪيو.

هن ڳلو صاف ڪندي چيو: ”مون اها ڳالهه ٿي ڪئي ته هر ٻاڙي ۾ ٻه ٽي ماڻهو سانجهي نماز ڪانپوءِ پنهنجي ٻاڙي ۾ چونڪي ڏين، ۽ لشڪري اچن ته ڪين سمجهائين ته ٻاڙي ۾ ڪنهن اوپري ماڻهوءَ ڪي ڏسي هو پاڻ ڪيس لشڪرين جي حوالي ڪندا. ڪين سانجهيءَ ڪانپوءِ گشت ڪرڻ جي ضرورت ڪانه رهندي.“

”صلاح ته سٺي آهي پر لشڪري مڃيندا ڪونه، هنن کي

آهي پنهنجو پيءُ پرٿو، سي مرگهو چونڪيءَ وارن همراهن کي ٻه ٻڌي وٺي ويندا........“ هڪ همراهه وچان آواز ڏنو.

سيني لوٽا ڦيرائي ان همراهه کي ڏٺو. هي همراهه به ڪراڙو هو. سندس منهن مان ائين پئي پاڻيو ته ڪافي ڏٻرو هو. هن جي ڳالهائڻ وقت ئي سندس بدن جي ٿڙڪڻي ظاهر هئي. چاچي يار محمد کيس ڏسي چيو: ”حاجي نور محمد سچ ٿو چوي. اڄان ڪالهه سندس ٻنهي ڇوڪرن کي لشڪري وٺي ويا، ۽ حاجي لشڪرين کي وچي اشرفيون ڏيئي، سندن جان ڇڏائي آيو....“

حافظ بلال حاجي نور محمد کان پڇيو: ”حاجي، ڀلا تنهنجي ڇوڪرن کي ڇو جهليائون؟ تنهنجا ڇوڪرا ته ڏاڍا سلڇڻا ۽ سدورا آهن........“

”ڀائو، راهه ويندي ٿوروئي جهليا. اندر گهر ۾ ويٺا هئا. در تي کڙڪو ٿيو: ننڍو ڇوڪرو علي محمد ٻاهر نڪتو ته لشڪرين جهٽ وجهي کڻي کيس قابو ڪيو، ۽ چئو ڪنيو کڻي ٻڌائونس. سندس رڙين تي وڏو ڇوڪرو صالح نڪتو ته ان سان به ساڳي ڪار ڪيائون ـــ چي ”توهان سانوڻ جي ٽولي سان شامل ٿي ڌاڙا ٿا هڻو. هلو چونڪيءَ تي!“ پوءِ ته ٻنهي کي ماريندا ڪٽيندا، گهليندا وڏي چونڪيءَ تي وٺي ويا. آءٌ پڇائون ڪندو اتي پهتس، ۽ مٽس مٽس پنج اشرفيون وٺي کين ڇڏيائون. پنج اشرفيون به نه پيا وٺن، پر جڏهن کين ٻڌايم ته مون وٽ ان کان وڌيڪ پائي به ڪانهي، تڏهن مڃيائون....“ حاجي نور محمد جو ڏپ هاڻ پڇي پيو هو، پر ڪي ساهيءَ ڳالهه ڪندي، سهڪي ۾ پئجي ويو.

”ابا حافظ، رڳو حاجي نور محمد سان اهڙا تعدي ڪناڻ ڪئي اٿن. هي جيڪو ويٺو آهي، ان جو ڪڙو ڪڙڪائي، کيس ٻاهر سڏي، چونڪيءَ تي وٺي ويا ۽ هڙ ۾ جيڪي هوس، سو ڦري کيس ڇڏيائون. سونهاري جي ننڍڙي معصوم ڇوڪر کي به وٺي ويا ۽ جيسين ڪجهه ڏنائين نه، تيسين ته ٻڌائين ئي نه پيا ته ڪو ڇوڪر وٺن هو. هر پاڙي ۾ اهڙا روز واقعا پيا ٿين، هاڻ ته هت رهڻ ئي

جنجال ۾ پيو آهي......"

"غلام قومن سان ائين ئي ٿيندو آهي، چاچا!" حافظ بلال اهي لفظ ڪجهه اهڙي انداز سان چيا، جو سڀني جي بدن ۾ سياٽو ٻڌجي ويو. اهي لفظ نوان نه هئا، اهي لفظ هنن پنهنجي دل ۾ محسوس ڪيا هئا، پر اهي لفظ جڏهن حافظ بلال جي زبان مان ادا ٿيا ته انهن ۾ هڪڙي نئين معنيٰ ڀرجي آئي، جنهن هنن ڪي پهريون ڀيرو ان حقيقت جو احساس ڏياري، سندن بدن ۾ سيءُ وجهي ڇڏيو.

"هائو ابا، سچ ٿو چوين: غلام نه هجون ها ته اها ڪار ٿورو ئي ٿئي ها! هاڻ ته ڪاروبار ڪرڻ به ڏکيو ٿي پيو آهي: جيڪي لنگهاڻا، ميمڻ ۽ کتري لڏي ويا آهن، انهن جي ملڪيتن تي ارغون، ترخان ۽ مغل زوريءَ قبضا ڪندا وتن. امير ۽ عامل ڪين عام اجازتناما ۽ پروانا پيا ڏين. جڳهه ته اها آهي ته جن دڪانن ۽ جاين جي مسواڙ پيا ڀريون ۽ ڀيڙهين ڪان اتي ويٺا آهيون، اهي دڪان ۽ جايون به ارغون، ترخانن ۽ مغلن جي نالي پيا ٿين. حڪم وري اهو ته مسواڙون انهن نون مالڪن کي ڏيو نه ته خالي ڪريو! اجهو مي خالقڏنو ويٺو آهي. ابي ڏاڏي کان ويرسي مل جي جاءِ ۾ مسواڙ تي ويٺا آهن. ويرسي ويو، پر پٽن کي هٿ ڇڏي ويو. سندن ڪوٺي اچاوڏي بازار ۾ آهي. هاڻ ان جاءِ جي ملڪيت هڪ مغل معموري بيگ جي حوالي ٿي آهي، ۽ مسواڙ اهو پيو وٺي. ويرسيءَ جا ڇوڪرا دانهين ٿي ويا ته مرگهو بيعزتا ٿي آيا. امير جي عملدارن ڪين دڙڪو ڏنو ته ماٺ ڪري ويهن نه ته ان ڪوٺيءَ تان به ڪين اٿاريندا جو اها به لڏي ويل ويرسيءَ جي ملڪيت آهي. 'مئي به ماٺ، مُئي به ماٺ' ڪري ويهي رهيا. هاڻ وري مغل خالقڏني کي چوائي موڪليو آهي ته مسواڙ وڌائي ڏي نه ته آٿ جاءِ مان! ڪيئن ابا خالقڏنا، سچ ٿو چوان نه؟"

"هائو چاچا، مون واري جاءِ ته ويئي، پر هاڻ ته دڪان جي ڳويان پيا آهن ته دڪان اسان کي وڪڻي ڏي! آءُ ٻچڙيوال ان دڪان مان ئي روزگار ويٺو ڪمايان، سو ڪيئن دڪان ڇڏيان؟ امير کي

عريضي موڪليم پر ڪجهه نه ٿيو. هاڻ وري بي عريضي آگري موڪلي اٿر. متان اتان ڪو انصاف ٿئي!" خالقڏنو ڳالهه ڪندي اچي سڏڪن ۾ پيو. سندس پٽ ۾ ويٺل هڪ همراهه کيس ڪلهن ۾ ياکر وجهندي، دلداري ڏني ته ما ڳهين اچي اوڇنگارن ۾ پيو.

حافظ بلال جو منهن ڪاراٽجي ويو، پر هن پاڻ تي ضبط ڪندي چيو: "هاڻ ته پانئجي ٿو ته مغلن به ارغونن ۽ ترخانن وانگر فيصلو ڪري ورتو آهي ته شهرن جي ملڪيتن ۽ واپار وڙي تي قبضو ڪندا ويندا ته سندن حڪومت قائم رهندي. شهرن تي قبضو مڪمل ٿيو ته ٻهراڙيون خودبخود سندن قبضي هيٺ اچي وينديون!"

"ابا، ٻهراڙين تي ته هونئن ئي سندن قبضو آهي. زمينون يا ته جاگيرن طور ارغون اميرن ۽ مغل سردارن کي مليل آهن، يا وري ننڍين ننڍين زميندارن کان پگهڙن مٿ تي زمينون ونندا وڃن! محصول ايترا آهن جو هري هاري ۽ مالوند ماڻهو فقط ايترو ٿا اپائين جو سال جو قوت بچي. اناج کي شهرن ۾ پهچائڻ جا گهٽ به سڀ هنن جي هٿ ۾ آهن. سو ٻهراڙيون به هاڻ هنن جي قبضي ۾ آهن...."

چاچي يار محمد حافظ بلال جي ڳالهه کي ٽيڪو ڏيندي چيو.

"پر هي جو شهرن ۾ لشڪرين پائيتال مچايو آهي، ان جو ڪهڙو مقصد ٿي ٿو سگهي...." ڪنهن همراهه چڙ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي چيو.

"ان جا گهڻائي مقصد آهن: هڪڙو ته سنڌي پاڻ ڪا شورش يا بغاوت نه ڪري سگهن. ننگ سلامت نه هوندا ته ڪير شورش جو سوچيندو؟ پيو ته سنڌي ارغونن يا ترخانن کي شورشن ۾ مدد نه ڪن. ٽيون ته سنڌي عاجز اچي، شهرن مان لڏي وڃن ته ملڪيتون ٻاهران ايندڙن لاءِ خالي ٿين، واپار وڙو به ٻاهرين جي هٿ ۾ اچي، جن جو دهلي، آگري، فتح پور ۽ ٻين هندستاني شهرن سان ڳانڍاپو هجي، ۽ جيڪي ان ڳانڍاپي جي ڪري مغل شهنشاهت سان وفادار رهندا اچن. باقي رهندا ڪمي، ڪاسبي، هٿ ڪاريگر، سي جيڪو مال ٺاهيندا سو سستن اگهن تي خريد ڪري، اهي ٻاهريان واپاري

ڏيساور موڪليندا، يا ڌهليءَ ۽ آگري جـي بازارن ۾ وڪري لاءِ موڪليندا. ظاهر آهي ته ڪاريگر ۽ ڪمي ڪاسبيءَ جو روزگار هنن جي هٿ ۾ هوندو ته انهن تي سندن ئي حڪم هلندو!" حافظ بلال جي آواز ۾ ڀڙاڏو پيدا ٿيندو ويو ـــ نفرت جـو ڀڙاڏو، احتجاج جو ڀڙاڏو!

ڪا گهڙي ماٺ تي ويئي. ماڻهن کي پنهنجو ساهه کڻڻ به محسوس ٿيڻ لڳو. ان نفرت جي لهس سندن ان احساس کي هيڪاندو ڪري ڇڏيو. پر گهڙي کانپوءِ ڪنهن جي کنگهڪار تي، ڇڻ سڀ حال ۾ موٽي آيا.

"منهنجي صلاح آهي ته اسين ٻه چار ڄڻا گڏجي شهر جـي عامل سان يا ڪوٽوال سان ملي، هـر ماهه لشڪرين جـي لاءِ هڪ مقرر رقم کين ڏيون. اها رقم ٿوري ڪري کين پهچائجي. لشڪرين جو پيٽ ڀريو ته هو ڏاڍائي ڪرڻ کان ڪيپائيندا!" اهي لفظ هڪڙي ٿلهي متاري همراهه چيا، جيڪو سڀني کان پنيان پٽ کي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. هن جي ٻٽ بدن مان اٿڻ تي ٻانبو ڇڻ ته هو پنهنجي ٿولهه مان پاڻ بيزار هو. سندس منهن تي به ٿولهه جي ٿوٿر چڙهيل هئي. سندس چپ ٿلها، نڪ نسبتاً سنهو هو. ٿوٿر جي ڪري سندس اکيون ننڍڙيون تـي نظر آيون، ۽ سندس پيشاني اٿين هڪدم پوٽي موٽ تي ڪاٽي، جو سندس پيرن ۽ وارن ۾ تمام ٿورو فاصلو هو. جيترو هو ٿلهو هو، سندس آواز اوترو ئي سنهو هو، تقريباً زنانو هو. هن ڳالهه کي جاري رکندي چيو: "ڪپڙي بازار ۾ ڪجهه لشڪري اٿين هـريا هئا، جو مال چـڱائي هليا ويندا هئا، ۽ پوءِ هڪڙو لشڪري ڪپڙو سوڏڻ جي بهاني سان دڪاندار سان اٽڪي پوندو هو، ۽ سڄي بازار جي اکين اڳيان اهو دڪاندار لشڪرين جي هٿان ڏاڍي مار کائي، ڪپڙو به ڏيندو هو ته تاوان طور هڪ ٻه اشرفيون به ڏيڻيون پونديون هئس. جڏهن اهـي واقعا روز ٿيڻ لڳا، ته سڀني گڏجي، ڪپڙي بازار جي چونڪيءَ جي عملدار کي ان ڳالهه تي راضي ڪيو ته سندس چونڪيءَ جي لشڪرين لاءِ مهيني درمهيني ويهه اشرفيون ڏينداسون،

امو ڏينهن اچڻ کو ڏينهن، وري ڪو لشڪري ڪپڙي بازار ۾ ڪونه آيو آهي!"

"بروبر، وري ڪنهن سپاهيءَ جو پاڇو به ڪپڙي بازار نه آيو آهي،" هڪڙي ٻئي همراهه هن جي ڳالهه کي ٽيڪو ڏنو.

"پر اهو ته پڻنگ ڏيڻ ٿيو: اڃا اهڙا به ڪمزور نه ٿيا آهيون جو ظلم خلاف پڻنگ ويٺا ڏيون! اڄ هڪڙن لشڪرين کي پنگ ڏنوسون، ته سڀاڻي وري پيا مڃائبا!" خالقڏني چئي ڏنو.

"نه نه، ائين ڪونه ٿيندو.... اهو ته همٿ وڌي هنن کي حرام تي هيرائڻ ٿيندو! پوءِ ته هر بازار مان، هر محلي مان، پنگ وٺڻ شروع ڪندا!" چاچي يار محمد خار وچان چيو.

حافظ بلال سيٺي جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. هن جي منهن تي هڪڙو رنگ آيو ٿي، هڪڙو ويو ٿي. جڏهن پنگ جي ڳالهه تي بحث مباحثو ختم ٿيو، تڏهن هن موجود ماڻهن تي سرسري نظر وجهندي چيو: "اڃا به ڪنهن کي ڪا تجويز ڏيڻي هجي ته پلي ڏي."

هڪڙي نوجوان ڪنگهڪار ڪندي سيٺي جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو. نوجوان پنجويهن ڇهويهن سالن جو ٿي لڳو. سندس منهن ۾ پورهيتن واري سختي هئي. سندس سنهيون مڇون ڪڪي رنگ جون هيون جڻ ته باهه جي ڏنو جي ڪري ڳاڙهسريون ٿي ويون هيون. مضبوط جسم، ڊگهو قد، ويڪرا ڪلها، جن ۾ ڪا اڇاتي آچل ٿي پاتئي. هن جي آواز ۾ هڪ عجيب گونج هئي: ائين پئي پاتيو جڻ ايترن ماڻهن جي اڳيان ڳالهائيندي آواز سندس نڙيءَ جي پوپان ٿي آيو.

"آءٌ اوهان سيٺي ڪان شايد ننڍو آهيان، انڪري وڏن اڳيان مونکي ڳالهائڻ ته نه گهرجي: پر ڳالهه ٿي اهڙي آهي جو جهل نه ٿي ٿئي. مون هيل تائين ماڻهن ڪري ويٺي وڏن جون ڳالهيون ٻڌيون. ائين پيو پاتيان جڻ سيڪو ائين ٿو سمجهي ته مغلن جو بلو يا منٿ ميڙ سان ڪجي يا پڻنگ ڏئي جند آزاد ڪجي. سڄي ڄمار سنڌين پنگ ڏئي گذاري آهي! يا کهڪائيندي، نمندي، نياز نئڙت

سان، پاڻ تان ڌارين جي-ون ملائون واري ڇڏيون آهن. ڪڏهن اهو ڪنهن نہ سوچيو آهي تہ مڙس ٿي مقابلو ڪرڻ سان بہ مغلن جو باو ڪري سگهجي ٿو....“

نوجوان پاڻ ۾ گهٽوئي ڌيرج پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، پر سندس آواز ۾ نفرت وڌندي وئي. هن گهڙيءَ لاءِ پنهنجي آس پاس نهاريو، ۽ هن تي نااميديءَ بدران بيزاري اچي وئي. ”سو جي سيڻي جي صلاح نہ بہ ٻيئي تہ، اسان ڪجهہ نندين نيٺن سوچيو آهي تہ مغل سپاهين کي اهڙي سيکت ڏيون جو سنڌين جي پاڙي ۾ اچڻ کان ئي بان پري ڇڏين....!“

هن پنهنجي ڳالهہ اهڙي نموني ڪئي، ڄڻ تہ هن چوڻ تہ گهٽوئي ڪجهہ ٿي چاهيو، پر ڪنهن سندس وات تي هٿ رکي، کيس ڳالهائڻ کان روڪي ڇڏيو هو! ڪا گهڙي ڪنهن بہ ڪجهہ ڪونہ ڳالهايو، ڄڻ تہ هو هن همراهہ جي ڳالهہ کي تورڻ تڪڻ ۾ مصروف هئا. پوءِ چاچي ياروءَ هوريان کنگهڪار ڪندي چيو: ”ابا، تون علو واڍي جو ڇوڪرو وريام آهين نہ؟ جزاڪ الله! ڌئي وڏي ڇمار ڏينئي! ڳالهہ تہ منهنجي دل وٽان ڪئي اٿئي، پر رڳو هڪڙي ڳالهہ تي ماري. جيڪڏهن مغل سپاهي عامل وٽ دانهين ٿي ويا تہ پوءِ کهڙو حشر ٿيندو، سو ڪو سوچيو اٿئي؟ اوهين تہ جهلجي ويندؤ، پر هر پاڙي تي اهڙا ڏنڊ ۽ تاوان وجهندا، جو پرينديءَ حال ائون!“

پيرسن جي ڳالهہ سيڻي کي دل سان لڳي، پر ڪنهن بہ وچ ۾ ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو. حافظ بلال کي چوڻو پيو: ”وريام، ابا، ان اعتراض جو ڪو جواب ڏيندين؟“

وريام حافظ بلال سان اکيون ملائيندي چيو: ”پنک ڏيڻ کان تہ اهو ڏنڊ ڏيڻ چڱو ٿيندو! تنهن کانسواءِ مغل امير وٽ ڳالهہ پهتي تہ خود لشڪرين جي ڏاڍاين جي ڳالهہ بہ نڪرندي. ڳالهہ آگري تائين پهچڻ جو بہ خيال ٿيندن!“

”برابر“، ”واهہ جي ڳالهہ ڪئي اٿئي،“ ”اها چڱي صلاح

ٿي...." اوچتو مائهن وچ وچ ۾ پنهنجو پنهنجو خيال ڏيکارڻ شروع ڪيو. نيٺ حافظ بلال چيو: "هاڻ هيئن ٿا ڪريون ته هر محلي مان پنج پنج جوان گڏجي چونڪي ڏين. مغل لشڪرين کي اطلاع ڏيڻ لاءِ آءٌ پاڻ ٿو عامل وٽ وڃان ته لشڪرين کي ڏاڍاين ڪرڻ کان روڪين نه ته جهيڙو ٿيندو ۽ ڳالهه آگري تائين پهچندي. ابا وريام، هرو ڀرو مغل، لشڪرين سان ڪُونس نه ڪجو. ارغون سردارن اڳي ئي مغلن کي ميچ ڏني آهي ته سنڌي وري شورش ڪرڻ وارا آهن. ارغون ۽ ترخان پاڻ ڪجهه ڪرڻ وارا آهن، متان اهو الزام به اسان تي لڳي! چاچا نار محمد، هاڻ هر پاڙي ۾ چونڪي جا جوان مقرر ڪرڻ توتي ۽ وريام تي ٿا ڇڏيون. آءٌ سپاهي ٿي عامل سان ڳالهه ڪندس. مون کي موڪل ٿي مدرسي جي ڪم لاءِ سڏايو اٿن!"

حافظ بلال ڳالهه ڪئي، معنيٰ فيصلو ٿي ويو. مائهن مان ڪي اڃان به ڏڍي ڏبپ ڪان ان ڳالهه سان متفق نه هئا، پر حافظ بلال اڳيان اعتراض ڪرڻ جي حجت ڪنهن به نه ڪئي. سڀ اهيا دعا گهرندا اٿيا ته خدا ڪو مغلن کي ساجهه ڏي! ❋

نٿي جي رات ڪھاڙيءَ جـي دڪ جيان ڏري پئي ھئي. ھوا بہ ڪنھن اھنج، ڪنھن ايذاءَ ڪان ڦوڪون ڏيـڻ لڳي ھئي. سوسات ائين ٿي ٿيو ڄڻ تـه وڻن جـي بدران ماڻھن جـي دلين مان شوڪارا ٿي ڦٽي نڪتا. سھمٽيءَ جي بانگ جي آواز انھن شوڪارن کي وڌيڪ درديلو بڻائي ڇڏيو، ڄڻ تہ بانگي جڏھن ”حيعليالصلواة“، حيعليالصلواة“، ٿي ورجايو تڏھن سندس دل مان دانھن ٿي نڪتي؛ ۽ جڏھن ھن پنھنجي پُرسوز آواز ۾ ”حيعليالفلاح“، ”حيعليالفلاح“ جو سڏ ڏنو، تڏھن بہ ھن جي دل جي درد اھا شھادت ٿي ڏني تـه نماز لاءِ ڪوبہ نہ ايندو، ڀلائي لاءِ ڪوبہ نہ ايندو! ظلم جي چوديواريءَ اندر ويچارڙا ماڻھو الله جي سڏ تي لبيڪ چوڻ ڪان بہ سراپجي ويا ھئا، متان مغل لشڪري مسجد مـان نڪرندي ڇتن ڪتن وانگر ورائي وجن!

سانوڻ ڪميت کي سيدن واري مسجد جي ٻڙ جي اوٽ ۾ ڇڏي ڏنو، ۽ آھستي سندس ڪن ۾ سرٻاٽ ڪندي چيائين: ”مٺي، منھنجو اتي ئي انتظار ڪجان!“ ڪميت ڄڻ تہ سندس نياپو سمجھي، ڪنڌ ھيٺ ڪري بيھي رھـي، ۽ سانوڻ لغام ورائي سندس ڳچيءَ مان آڪاريندي، ھنـي ۾ ھٽي ڇڏيو. مغلائي پڳ جو پلاند ورائي، ڀِٽ ڀِڏندي، مسجد جي پٺ وٺي، ترخانن جـي محلي جـي ڀھرين چؤنرجيہ جي اوٽ وٺي بيھي رھيو. چؤنرجيءَ ۾ ان وقت ڪوبہ نہ ھو: شايد چوڪيدار نماز پڙھڻ لاءِ مسجد ھليو ويو ھو، يـا پنھنجي ڪنھن سائيءَ سان ڀِٽ ڀِٽ ھٽڻ لاءِ حويلين مان ڪنھن حويليءَ جي ڏيڏيءَ ۾ مصروف ھـو. مغلن جـي ڀھروپ ۾ جيڪڏھن ڪو ترخان ھن کي ڏسي بہ ھا تہ بہ مڙيوئي خبر ھو، پر تڏھن بـہ احتياط

ماڻ، بهنجي آس پاس جو جائزو وٺندي، هو اڳيان وڌيو. هڪ بيرسن ترخان مسجد ڏانهن وڃڻ لاءِ رستي تي مليس: هڪ مغل سردار کي ڏسي، ادب مان ڇاتيءَ تي هٿ رکي، اڳيان ڪندي اڳتي وڌي ويو. سانوڻ کي پڪ ٿي ته سندس بهروپ هرويرو اهڙو وائڪو نه هو جو ڪير سندس اصليت سمجهي وڃي. ٿي چؤبرجيون ٽپي، جڏهن هو هڪ وڏي ڏيڍيءَ وٽ پهتو ته هلڪي پکيءَ جو آواز ڪن تي پيس. هن به هوبهو ان پکيءَ جي بولي ۾ جواب ڏنو ته ڏيڍي جي اوٽ مان هڪڙو مغل ٻاهر اچي سائس مليو.

”سردار خان، هن ڏيڍيءَ کان اڳيان واري حويلي قيصر بيگ جي حويلي آهي. منهنجي جاسوسن خبر ڏني آهي ته قيصربيگ پاڻ موجود ڪونهي. البت پهرو اڳي کان وڌيڪ آهي. اٽڪل پندرهن سورنهن سپاهي آهن: انهن جو بلو اسين پاڻ ڪنداسين؛ باقي زنانخاني ۾ سندي ڪنيز— منهنجو مطلب آهي ته— نيمگريءَ کي ڪٺڻ ڏوڌي چڙيل آهي!“

”چڱو، پر مال لٽڻ وقت هرويرو خونريزي نه ٿئي، نه ته آس پاس جي حويلين جا پهريدار نه گڏ ٿي وڃن!“

ساوڻ پوءِ ڪجهه سوچيندي چيو: ”۽ ارسلان، خاص طرح زالئفائن کان زيور وغيره لهرائڻ به مون کي پسند ڪونهي.“

”سردار خان، تون چئو آهين. جيڪي ڪجهه مال خاني واري ڪوٺي ۾ اندر وارين گجهين ڪوٺين مان مليو، فقط سو ڪڻنداسين....“

ائين چئي ارسلان وري هڪ پکيءَ جي بولي بولي ته آس پاس مان، ڏهاڪو همراهه، مغلن جي ويس ۾، ٻڻون ٻڌل، ٻاچولو جهان ڏيڍيءَ اڳيان نمودار ٿيا: ارسلان جي اشاري تي، سڀ گڏجي قيصر بيگ جي حويليءَ جي دروازي تائين اهڙي نموني پهتا جڻ سپاهين جو جٿو، ڪنهن عملدار جي حڪم تي، ڪو خاص پيغام کڻي پهتو هجي. سندن جٿين جي آواز ۾ به سپاهين واري تنظيم هئي. ساوڻ، ارسلان جي مائهن جي هن چال جو خيال ايندي ئي، مرڪڻ

ٻڌو. ارسلان بيگ برابر چڱي تيار ڪري آيو هو. ڏيڏيءَ جي چوبي دروازي تي پهچي، ارسلان جا ماڻهو، سپاهين وانگر هڪ آواز ٿي بيهي رهيا. ان آواز تي چوبي دروازي ۾ هڪڙي ننڍڙي دري کلي پئي، ۽ هڪ پهريدار سسي ٻاهر ڪڍي پڇيو: ”اوهين ڪير؟؟“

”ٺٽي جي عامل عاليجاهه رستم بيگ جو خاص پيغام توشي خاني جي عمال، مرزا قيصر بيگ لاءِ آندو اٿئون، هڪدم ڪيس ڄاڻ ڪيو وڃي!“

”پر حضور مرزا صاحب جن ته موجود ڪونهن!“ پهريدار هيسجي چيو.

”ته پوءِ اسين انتظار ڪنداسون. سپاهيو، توهين اتي ئي بيهجو، ۽ تون مهمانخانو کولاءِ ته اسين انتظار ڪنداسون!“ ارسلان بيگ ڪڙڪي سان چيو.

”پر.... پر حضور....“ پهريدار کي سمجهه ۾ ئي نه پئي آيو ته هو ڇا ڪري.

”گستاخ، اها پر پر ڇاجي لڳائي اٿئي؟ اسين تو کي عاليجاهه حضور رستم بيگ جي نالي تي حڪم ٿا ڏيون ته اسان جو آدرياءُ ڪيو وڃي.........!“

”حضور، آءٌ ڇا ڪريان، مون کي ته اهو حڪم....“

”حڪم جا سڳا....!“ ارسلان بيگ غضبناڪ ٿيندي، ڪٽي پهريدار جي سنڌيءَ ۾ هٿ وڌو. پهريدار جون ڪيون ٻاهر نڪري آيون، ۽ هن هٻڪندي چيو: ”جيڪو حڪم.... جيڪو حڪم....!“

ارسلان اوچتو هن جي سنڌي ڇڏي ڏني، ۽ پهريدار ٽاپڙجي وڃي پويان ڪريو، ۽ ٿوري دير ۾ دروازي جي لوهي ڪڙي کلڻ جو آواز ٿيو. دروازو کليو ته ارسلان، ۽ ساڻس جي پٺيان ارسلان جا همراهه به ڌوڪيندا اندر داخل ٿيا.

”سپاهيو، گرفتار ڪريو هن گستاخ کي! هن مغل اميرجي حڪم عدوليءَ جي جرات ڪئي آهي....“

پهريدارن کي سمجهه ۾ نه آيو ته هو ڇا ڪن، جيسين هو

هٿيار سنڀالين، تيسين ارسلان جي همراهن ترارن جي نوڪ تي سمورن ڏاڪو ڪن پهريدارن کي رسن سان چوڪنيو ٻڌي ڇڏيو. احتياط طور منهن سندن واتن ۾ سندن ئي پٽڪن جو وَر ڏيئي، رڙين ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. اڳتي جيڪي پهريدار مليا، تن سان به سا ڳي ڪار ڪيائون. ارسلان ۽ سندس ساٿي مهمانخاني مان ٿيندا، مردانخاني ۾ داخل ٿيا، ۽ سانوڻ زنانخاني ڏانهن رخ ڪيو.

زنانخاني جي دالان ۾ پهريدار جيڏا خواجه سرا هڪ اوپري مغل کي حڪما حڪمي اندر ايندي ڏسي، گهڙيءَ لاءِ وائڙا ٿي ويا. ٻر پوءِ ڇڙ نند مان سجاڳ ٿي، آدميءَ تي، پنهنجا خنجر ڪڍي، سانوڻ تي اُلر ڪري آيا. سانوڻ کي گهڙيءَ لاءِ پاڻ تي ڪاوڙ اچي وئي ته هن پهرين ڇو ڪونه سوچيو ته زنانخاني تي خواجه سرا پهرو ڏيندا هوندا! ان کانسواءِ هن هرويرو خونريزي ڪرڻ به نه ٿي گهري. پرهنن ديون مان ائين جان ڇڏائڻ به محال هو. هو ڪجهه سوچيندي، ٽپ ڏيئي ٻه ٽي قدم پٺتي هليو ويو. خواجه سرا مست هاٿين جيان جهوليندا، اڳيان وڌيا، ۽ هو اڃان ٻه ٽي ڪجهه قدم پوئتي هليو ويو. هن کي ائين پوئتي هٽندو ڏسي، خواجه سرا اهو سمجهڻ لڳا ته سندن شڪار خوف کان ڀڄڻ جي تيارين ۾ هو. انڪري هو هڪ ٻئي پويان ڊوڪندا آيا. تيسين سانوڻ خنجر بدران، پنهنجي ڪمربند ۾ لڳل رسو ڪولي، سرڪ ساهيءَ کي ڪجهه ويڪرو ڪندي، پنهنجي مٿان ڦيرائيندي، هڪڙي ديو ڏانهن اڇليو. رسو خواجه سرا جي ڪلهن تائين آيو ته سانوڻ ڇڪ ڏيئي قابو ڪري ڇڏيو. ان ڇڪ تي خواجه سرا منهن ڀر اچي ڏاڪن تي ڦهڪو ڪيو. جهٽ پٽ هٿ ۾ سانوڻ سندس هٿ مان خنجر ڦري ورتو. عين ان وقت ٻيو خواجه سرا مٿس الر ڪري آيو. سانوڻ ڦڙتيءَ سان پوئتي نه هٽي ها ته خنجر سندس ڪلهي کان دل تائين ڪپي وڃي ها. خواجه سرا جو وار خالي ويو ته پنهنجي ئي زور ۾ ٻه ٽي قدم اڳتي نڪري ويو. جيسين هو پنهنجي ٻانهن ورِي مٿي ڪري، ان کان اڳ سانوڻ خواجه سرا کان کسيل خنجر سان، سندس ان ئي ٻانهن تي ڪهن باز وانگر

لامارو ڏنو. خنجر خواجه سرا جي ٻانهن ۾ ٻي ڏوري ڪان ڪرائي تائين ڪيرائي ويو، ۽ خنجر سندس هٿ مان ڇڏائجي اچي فرش تي ڪريو. سانوڻ الائي ڇو هن کي مارڻ نه ٿي چاهيو. انڪري جيئن ئي خواجه سرا ڏٺي جيان ڙنب ڪري، ڪريل خنجر کڻڻ جي ڪوشش ڪئي ته سانوڻ هڪ زوردار لت ڇيلهه تي ٺهڪائي ڪڍيس، ۽ هو منهن ڀر اونڌو ٿي ڪري پيو. خنجر سندس پٺيءَ وٽ آئيندي، سانوڻ فارسيءَ ۾ چيو: ”اٿڻ جي ڪوشش ڪئي اٿئي ته هي خنجر دل جي پار هوندءِ........!“

خواجه سرا هڪ ڏکي ”هون“ ڪري، اتي ئي پئجي رهيو. سانوڻ ان خواجه سرا کي ٻه رسي سان چؤ ڪنيو ٻڌي، وري ٻئي خواجه سرا جون ٻه ٽنگون ٻانهون ٻڌي، ٻنهي کي وري گڏ ٻڌي ڇڏيو، جيئن هڪٻئي جا بند ڇڏائڻ جي ڪوشش نه ڪن!

سانوڻ جڏهن زنانخاني ۾ داخل ٿيو ته گهڙيءَ لاءِ ترخانن جي دولت ۽ عيش عشرت جي سامان ڏسڻ ۾ محو ٿي ويو. بلوري شمعدانن ۾ ٻرندڙ شمعن زنانخاني کي ڏينهن جهڙو روشن ڪري ڇڏيو هو. اطلس ۽ ڪيمخواب سان سجايل پلنگن ۽ مسندن، شمعن جي چرندڙ روشنيءَ ۾، عجيب جهرمر لائي ڏني هئي. هو ان خواب مان تڏهن سجاڳ ٿيو جڏهن ٻه ڪنيزون سندس قدمن ۾، سندس پيرن کي جهلي چئي رهيون هيون: ”رحم آقا! رحم! الله، الله جي رسول جي صدقي، رحم!“

الائي ڇو هن جي دل کي جهوٻو اچي ويو. هي زائفائون ڪيتريون نه لاچار ۽ مظلوم هيون! هن ڪجهه پوئتي هٽندي چيو: ”اوهان ڊڄو نه، مون کي ڪو اهو ٻڌايو ته سنڌي نينگر نوري ڪٿي آهي؟“ هن ڪنيزن کي اٿاريندي چيو.

”اسان کي ڪا خبر ڪانهي، آقا! قسم آهي خدا جو، اسان کي ڪا خبر ڪانهي....“ ٻنهي ڪنيزن ٻڪ آواز ٿي چيو.

سانوڻ ڪجهه سوچيندي خوابگاهه جي ڪمري ڏانهن وڌيو، ۽ پير سان زور ڏنائين ته دروازو کلي پيو. اندر هڪ وڏي شاهي

پلنگ تي هڪ قداور زائفان، جڻ ته هن جي منتظر هئي. هوءَ هڪدم اٿي بيٺي ۽ هن ڏانهن ايندي چيائين: ”خدا جي واسطي، منهنجا معصوم ٻچڙا مون کي واپس ڏيو، نه ته.... نه ته مون کي به پاڻ سان وٺي هلو!“

سانوڻ هن جملي لاءِ بلڪل تيار نه هو. هو سمجهي ويو ته هيءَ قيصر بيگ جي زال هوندي، پر هن جي معصوم ٻارن کي ڪير کڻي ٿو سگهي؟ متان هنن جي اچڻ کان اڳ، پيا ڪي مغل سندس ٻارن کي کڻي ويا آهن. هن ڪجهه سوچيندي چيو: ”خانم، مونکي تنهنجي ٻارن جي ڪا خبر ڪانهي. آءٌ ته هڪ سنڌي نينگري، نوريءَ جي تلاش ۾ آيو آهيان.... مهرباني ڪري، ٻڌاءِ ته اها ڪٿي آهي؟“

”ها، ظالم ان ڪنيز کي به منهنجي جگر گوشن سان گڏ وٺي ويا!“ زائفان سڏڪندي چيو.

”ڪير وٺي ويا آهن....؟“

”مرزا شاهه رخ ۽ سندس حواري.... ٻيو وري ڪير؟“ زائفان اهڙي انداز سان چيو جڻ ته ڪيس يقين ئي نه پئي آيو ته هڪ مغل سردار کي اها خبر ئي نه هوندي.

”پر ڇو؟“ سانوڻ ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

”اسان کي ته ڪا خبر ڪانهي! لاشڪ حضور مرزا قيصر بيگ سان حسد جي ڪري! هن اوهان مغلن جي ملازمت اختيار ڪئي ته سمورا ارغون سردار هن سا ڪاوڙجي پيا آهن— پر ان ۾ اسانجي معصوم ٻچن جو ڪهڙو ڏوهه....؟ يا خدا هو الائي ڪٿي آهن؟ الائي ظالمن، هنن سان ڪهڙا ظلم ڪيا هوندا؟........“ ۽ هوءَ وري اچي سڏڪن ۾ پئي.

”اها ڪڏهن جي ڳالهه آهي؟“ سانوڻ ڌيرج سان پڇيو.

”ڪالهه رات جو.... ارغون سردارن پيغام موڪليو ته حضور جن پنهنجن شهزادن کي نئين سنڌي ڪنيز نوريءَ سان گڏ، مرزا شاهه رخ جي حويليءَ تي گهرايو آهي .... مون بيعقل عورت، هنن تي اعتبار ڪري، پنهنجا سڪيلڌا نوريءَ سان گڏ، هنن جي ماڻهن

سان گڏ موڪلي ڏنا.... حضور جن جڏهن صبح جو آيا ته مون سان ڳالهه ڪئي ته منهنجا شهزادا مرزا شاهه رخ جي بنديخاني ۾ آهن! هن حضور جن تي ڪو ڪم رکيو آهي، جيڪو نه ٿيو ته هو ظالم ڪين ڪڏهن ڇڏيندا.... يا الله، مان ڪيئن ڪريان....!“ هاڻ ته هو اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳي.

سانوڻ جي دل چيو ته هن مظلوم عورت کي ڪا دلداري ڏي، پر هن کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. هن رڳو ايترو چيو ته: ”خانم، الله تي رک، زندگي ۽ موت الله جي وس آهي، مرزا شاهه رخ جي وس ڪونهي....!“

ائين چئي هو تڪڙو ٻاهر نڪري آيو. ويندي ويندي هن زائفان جو هيٺو آواز ٻڌو.... ”پر توهان.... ڪير....؟“

هو ٻاهر نڪتو ته هن ٻنهي خواجه سرائن کي ائين ئي پيل ڏٺو. هو سمجهي ويو ته ارسلان بيگ جا همراهه اڃان زنانخاني ڏانهن نه آيا هئا. هنن کي شايد مردانخاني ۾ ئي گهربل دولت ملي وئي هئي. هن ڪجهه سوچي، پڪيءَ جي ٻولي ٻولي ته مردانخاني مان به سا ڳيو جواب مليس. هنن کي مال لٽيندو ڇڏي هن ڏيڍيءَ ڏانهن رخ رکيو، ۽ ٻاهر نڪري آيو. ❋

ئتي جو آسمان ظلم ۽ جبر جي دونهاٽيل ڇت وانگر ڇڻ تہ
هيٺ لهي آيو هو. تارن ۾ بہ اها جوت نہ هئي، ۽ نہ چنڊ ۾ اها
چانڊوڪي هئي، جيڪا سنڌ جي سدا ملوڪ آسمان ۾ هوندي هئي.
وريام مٽي آسمان ۾ نهاريندي سوچيو تہ آزاديءَ جو آسمان ڪيترو
نہ اُجرو ۽ روشن هوندو آهي، ۽ هي غلام آسمان ڪيترو نہ گدلو ۽
دونهاٽيل دونهاٽيل ڏٺو لڳي! تمام پريان ڪتن جي اوناڙ هن جي
احساس کي هيڪاري جهوري وڌو، ۽ هن جي دل پڪارجي آئي: سنڌ،
منهنجي مٺي جيجل، اڄ تنهنجي سوچاري ڌرتيءَ تي انسانن جي
گيتن جي گونجار بدران رڳو ڪتن جون اونائيون وڃي بچيون آهن.
الائي هن کي ڇو اهو خيال آيو تہ شايد سنڌ تي خدا جو ڏمر آهي،
جو اُن ڪڏهن بہ گهڻو وقت سک نہ ڏٺو آهي. هن جي اکين اڳيان
تاريخ جا اهي دور اچي ويا، جن ۾ سنڌ تي اتر، ڏکڻ، اوڀر، اولهہ
کان ڪاٽڪن جا ڪٽڪ آيا، ۽ سنڌ کي تاراج ڪري، سنڌين جي
خون جا دريا وهائي هليا ويا: ڪي ڪاٽڪو رهجي ويا ۽ صدين
تائين سنڌ جو رت چوسيندا رهيا، تان جو سنڌ سنڌين قبرستان بڻجي
وئي. هن کي اهو دور بہ ياد آيو جڏهن سنڌ ڌارين کان آجي هئي، ۽
پري پري تائين سنڌ جي شادابيءَ جي هاڪ هوندي هئي. پر اُن
شادابيءَ جي هاڪ ئي سنڌ تي ڌولاون جا ڪڪر آندا. جڏهن بہ
سنڌي پنهنجي ڌرتيءَ جي لڄ رکڻ ۾ ناڪام ٿيا، جڏهن بہ نفرتن جو
ڪارو پاڻي، مذهبن جي نفرتا ۽ ڪٽرپڻو، سنڌين ۾ سجاڳ ٿيو،
تڏهن سنڌ جو آسمان اونداهو ٿي ويو، ۽ سنڌ جي سونهري ڌرتي،
رڻ ۽ ريتيءَ جو بيابان بڻجي وئي! ۽ اڄ جڏهن مغل پرمار سنڌ
جون ٻوٽيون پٽي رهيا هئا، تڏهن سنڌ جو آسمان تارن ۽ چنڊ هوندي

۽ اونداهو هو- ڌرتي تي ڳلن ۽ ڳاهن جي ساوڪ بدران سينور جي ساواڻ ڦهليل هئي. غلاميءَ جو ڪنو پاڻي، ماڻهن جي حياتين ۾ زهر ڀري رهيو هو!

”وريام پائو، ڪهڙن خيالن ۾ ڳم آهين؟“ سندس سنگتي ڏاترڏني ڪيس ڌونڌ هڻندي پڇيو.

”ڏاترنا، اهو پئي سوچيم ته اڄ آسمان ڪيترو نه دونهاٽيل دونهاٽيل ٿيو لڳي!“ هن جي نڙيءَ ۾ ڪا ڳنڍ اٽڪي پئي هئي. هن ڪي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ته، هو پنهنجي سنگتيءَ کي ڪهڙو جواب ڏي.

”غلاميءَ جو آسمان هميشه دونهاٽيل هوندو آهي، وريام!“ ڏاترڏني چئو ته سندس دل جي ڳالهه جهٽي ورتي هئي.

”اهو دونهن هٽائڻ اسانجي وس ۾ ڪونهي....“ سندس هڪڙي پئي ساٿي غلاموءَ وچ ۾ چئي ڏنو.

”پنهنجي وس ۾ چو ڪونهي....؟ اڄ به جيڪڏهن سنڌي ٻڌي ڪري، الله توهر ڪن، ته مغلن کي آڳرو به هٿ ڪونه ايندو!“ هڪڙي پئي همراهه ڳالهه ۾ شامل ٿيندي چيو.

”جکرا، چئين سچ ٿو.... هڪڙي سانوڻ ارغونن ۽ ترخانن ڪانسواءِ مغلن کي به ڏينهن جا تارا ڏيکاري ڇڏيا آهن! جي اسين ڳڏجي همت ڪريون ته اهڙا سوين سانوڻ سنڌ ۾ ملي پوندا- ڦڙي ڦڙي تلاءُ وانگر! پوءِ ڌارين کي ڌڪڻ ڏ کيو نه ٿيندو!“ وريام جي منهن تي هڪ نئين جوت اڀري ويئي.

”پويان ابو امڙ نه هجي ته آءٌ ته ڪڏهوڪو وڃي سانوڻ سان شامل ٿيان....“ جکري حسرت مان چيو.

”ادل، هر ڪنهن سان ’ابو امان‘ لڳو ٿي پيو آهي! ڪنهن کي ابو امان آهي ته ڪنهن کي اولاد آهي، ننگ آهن، ملڪيت آهي هٽ آهي، هنر هنرلو آهي، زمين آهي، مال آهي.... اهي به ته ابو امان آهن. جيڪڏهن ائين سوچيو ته پوءِ سنڌ لاءِ ڪير ايندو؟ اسان جو سڀ کان وڏيڪ ابو امڙ ته سنڌ جي ڌرتي آهي: جنهن مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان

جڙيا آهيون، ان جو به ته کو حق آهي! سنڌ آزاد آهي ته ابو امڙ به آزاد آهن، اولاد به آزاد آهي، هر هڪ ڳوٺاڻو بـه آزاد آهي. غلام ابي امڙ کي ڇا کنداسون!؟“ وريام جڻ ته پنهنجي پاڻ سان ئي ڳالهايو.

اوچتو هو خاموش ٿـي ويو، ۽ اشاري سان پنهنجي همراهن کـي بـه هوشيار ڪري ڇـڏيائين. سامهون ڪجهه مغـل لشڪري گشت ڪندي محلـي ۾ داخل ٿيا هئا. وريام ۽ سندس ساٿين کـي ڏسي، لشڪري پاڻ ۾ ڪجهه سـُس پـُس ڪرڻ لڳا، ۽ پوءِ اُڳتي وڌندا آيا. جڏهن وريام جن جي ويجهو پهتا، تڏهن هڪ وچولي عمر جي مغل ڇوڪري سان فارسيءَ ۾ پڇيو: ”توهين ڪير؟“

وريام جواب سنڌيءَ ۾ ڏنو: ”اسين هـن محلي جا پهريدار آهيون.“

”پر پهريداريءَ جو ڪم اسان مغلن جو آهي: اوهين ڪير ٿيندا آهيو پهريداري ڪرڻ وارا؟“ مغل ٿورو شڪي ٿيندي چيو.

”محلي وارن اهو فيصلو ڪيو آهـي تـه مغل سپاهين کـي محلي جي ماڻهن سڃاڻڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي، سو محلي جي پهريداري خود محلي جا جوان ڪندا....“ وريام تحمل سان چيو.

”ان لاءِ اوهان کـي شهر جـي ڪوٽوال کان اجازت وٺڻي پوندي،“ مغل رُکائيءَ سان چيو.

”ڪوٽوال ان جي اجازت حافظ بلال کي روبرو ڏيئي چڪو آهي،“ وريام وري به ڌيرج سان جواب ڏنو.

”اسان کي ڪنهن به حافظ بلال جي خبر ڪانهي. ڪهڙي خبر اوهين سردار خان جي ٽولي جا شاهينگ هجو،“ مغل اجان ٻي سختـي سان چيو: ”اوهان کـي اسان سان گـڏ چونڪيءَ تـي هلڻو پوندو!“

”سردارخان جي ٽولي جا هجون ها ته اٿين ٺلهي ٿي ڪونه وينا هجون ها. رهي چونڪيءَ تي هلڻ جـي ڳالهه، سو اسين ڪونه هلنداسون،“ وريام پنهنجي ڪاوڙ روڪيندي چيو.

”گستاخ، تنهنجي اهـا همت....“ اٿين چئي جيئن هن هٿ

وڌائي وريام کي تڪ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ وريام سندس هٿ کي ڪرائيءَ وٽ ڪٽي جهليو. مغل محسوس ڪيو ڄڻ تہ سندس ڪرائي رُڪ جي ڇنبي ۾ جڪڙجي ويئي. ٻيا ست مغل هيلتائين ماٺ ڪري بيٺا هئا، تن پنهنجي همراهہ جي ٻيوسي ڏسي، وريام تي ٻاهوڙ ڪئي. پر تيستائين وريام جي همراهن پنهنجي چيلهن مان خردم ڇوڙي، مغلن تي وسڪارو لائي ڏنو. جنهن مغل جي پٺيءَ، ڪلهي يا ٻانهن تي خردم جو ڇمڙو ٿـي پيو، تنهنجي دانهن خردم جـي شپڪي سان گڏ ريهہ ٻڌجي تي ويئي. مغلن پنهنجي همراهہ جي ڇڇر ڇڏي پاڻ بچائڻ شروع ڪيو، ۽ خنجر ۽ ترارون ڪڍي بيهي رهيا. وريام مغل مهندار جي ڪرائيءَ کي ٿورو موڙو ڏيئي، زور سان گوڏو سندس پيٽ ۾ کوڙي ڇڏيو. مغل ڪـان دانهن نڪري وئي ۽ ٻيٺو ٿي ويو. وريام سندس ڪياڙيءَ تي پنهنجي هٿ جي پٺ سان اهڙو ڌڪ هنيو، جو مغل جي دانهن اڌ ۾ ڪپجي ويئي، ۽ فقط ”اوهہ“ جو آواز سندس ناسُن مان نڪتو، هوا ۾ ڦهلجي ويو، ۽ هو ٻوٿ ڀر اچي وريام جـي پيرن ۾ ڪريو. وريام پنهنجي چيلهہ مـان خـردم ڇوڙي پنهنجي سائين جي مدد کي پهچي ويو. هڪڙي پاسي ترارون ۽ خنجر هئا، ٻئي پاسي خردم! خردم جي شپڪي سان مغلن ريهہ تي ڪئي ۽ انهن رڙين تي پاڙي وارا ٻـہ آهستي آهستي در کولي، وڏندا آيا. مغلن جو هيترن سنڌين کي وڌندو ڏٺو، سو ڄڻ کين موت نظر آيو، ۽ هـن ”يا معافي، يا معافي“ چئي هٿيار ڦٽا ڪيا.

وريام پنهنجن همراهن کي اشارو ڏنو، جن مغلن جا خنجر پالا ۽ ترارون کٽي، پنهنجي قبضي ۾ ڪيون، ۽ ٻـوءِ وريام مغلن جي مهندار کـي ڳڇر کـان جهلي، ڏنـد پـڪوڙيـل آواز ۾ حڪم ڏنـو: ”جيڪڏهن وري هن محلي ڏانهن رخ رکيو اٿـو“ تہ پاڻ تا جاڻو....! وڃو ڪتي جا....!“

جيڪي مغل پٽ تي ڪريا هئا، سي بہ ڪيڙا چنبڙيندا اٿيا، ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري، پنهنجي پنهنجي چونڪين ڏانهن روانا ٿيا، ۽ وريام محلي وارن کي چيو: ”ڀائو، هي ڪتا موچڙي سان سڌا آهن.

اوهين هاڻ بيٺاونا ٿي گهر وڃو. سپاهي ڏينهن ڏينهن آهي، ڏسون ته مغل ڇا ٿا ڪن؟"

پاڙيوارا پاڻ ۾ چيمگوئيون ڪندا ڇڙوڇڙ ٿي ويا، ۽ وريام پنهنجي ساٿين سان وري اچي ٿلهي تي ويهي رهيو.

اهو سچو مهينو سنڌين سک سان سمهي ننڊون ڪيون. اهو سچو مهينو مغل لشڪرين ڪٿي نه ڪٿي موچڙا کاڌا. لشڪرين جون ليلڙائيون، پڌي، خود سنڌين کي کل ٿي آئي. جن مغل لشڪرين کي هنن ديو ٿي سمجهيو، سي ته پنهه ڪي جيتامڙا هئا، جن کي پيرن هيٺان چيپائڻ ڏکيو نه هو. بشرطيڪ سنڌين ۾ پڌي ۽ تنظيم هجي! اهي خبرون آس پاس کان ٿينديون سيوهڻ ۽ بکر تائين پهتيون، ۽ جتي ڪٿي شهرين ۽ ڳوٺاڻن پنهنجي بچاءَ لاءِ جوانن جا جٿا ٺاهي ورتا. سنڌين جو خاص هٿيار خردم هو. ڪن جوانن ڪهاڙيون ۽ ترارون به سنڀالي ورتيون.

سنڌين جو مَنُ وڏي ويو هو. هاڻ ته هو اهو به سوچڻ لڳا هئا ته بنهيءَ وقت اڏ کان وڌيڪ سرڪاري عملدارن کي چوٽ ۽ ڏهائي به ڪين ڏيندا. شهرن ۾ واپارين آنڪي پرڻ کان لهرائڻ شروع ڪيو. ماڻهن ۾ خوداعتمادي موٽي آئي. تانجو نئي ۾ اهو هلل هلي ويو ته ارغون شاهي قافلي تي حملو ڪري، شاهي قيدين — مرزا عبدالعلي، خسرو خان چرڪس ۽ مرزا غازي بيگ جي حرم — کي بچائي ويا آهن، ۽ عنقريب ارغون نئي جي مغل امير رستم بيگ خلاف اعلان جنگ ڪرڻ وارا آهن! ❋

رستم بيگ پنهنجي چوڏاري اگهاڙن جسمن جو جائزو ورتو، ۽ انهن جسمن تي چهبڪ جا نيل ڏسي، هن جو وات پاڻيءَ سان ڀرجي ويو، ۽ هڪڙي چپ جي ڪناري کان، واڇ مان ڳڙڳ وهڻ لڳيس: شهپڙڪو ڪري هن اها ڳگ واپس پنهنجي وات ۾ آندي، ۽ سندس اکين ۾ هوس جا ڏورا وڏيڪ ڳاڙها ٿي ويا. هڪڙي ڪنيز جي اگهاڙن ڏڌن تي نيل ڪجهه رتائجي آيا هئا. هن نئڙي انهن نيلن تي هٿ ڦيريو ته ڪنيز کان سيسرات نڪري ويو ۽ هن جي وات مان آواز ڇچرجي نڪتو: "رحم، آقا، رحم.....!" رستم بيگ جي نڙيءَ مان به لذت جو سيسرات نڪري ويو، ۽ پوءِ هو جلدي جلدي پنهنجو ڪمربند کولڻ لڳو........ عين انوقت سندس خاص خواجه سرا، تاشي خان، اندر اچي ڪنڌ نوڙائي بيهي رهيو. رستم بيگ پنهنجي اوگهڙ ڍڪڻ جي ڪا ڪوشش نه ڪئي، ۽ فقط ايترو چيائين "تاشي، ڏسين نٿو ته اسين مصروف آهيون! اهڙي ڪهڙي قيامت آئي آهي جو اسان جي آرام ۾ خلل‌انداز ٿيو آهين؟"

"حضور جو سر سلامت هجي: هينئر هينئر خبر آئي آهي ته ارغون سردارن، سنڌين جي مدد سان شاهي قافلي تي حملو ڪري، شاهي قيدي آزاد ڪرائي ورتا آهن!" تاشي ٻنان ڪنهن هيڪ جي چيو. هو اهڙن نظارن ۽ اهڙن واقعن جو عادي هو.

"ڇا؟ هنن جي اها جرأت؟! پر.... پر پوءِ آءٌ ظل‌الاهيءَ کي ڪهڙو جواب ڏيندس؟ ڇا قافلي سان مغل سپاهي نند ۾ هئا؟" رستم بيگ ڇڻ ته پنهنجي پاڻ سان ڳالهائي رهيو هو.

"سپاهين مان ڪيترا ارغون سردارن کان وڏيون رقمون وٺي چڪا هئا، ۽ وقت اچڻ تي ميدان ڇڏي ڀڄي ويا! قاصد ته اهو

نيايو آندو آهي، حضور!“ تاشي خان ائين ڳالھ، ڪئي ڄڻ هن ڪي اڳي ئي ان ڳالھ جو خدشو هو.

”تاشي........ تاشي، تون گستاخ ٿيندو وڃين! اسان جي غضب ڪي سڏ نہ ڪر، پنهنجي حيثيت سڃاڻ: مغل سپاهي ائين پٺسن تي ڪيئن ٿا وڪامي سگهن؟“ رستم بيگ غضبناڪ ٿيندي چيو.

”حضور جو سر سلامت هجي: جيڪڏهن حڪم هجي تہ آءٌ پنهنجي زبان بند رکان.“ تاشي خان جواب ۾ اهڙي ڏيکائي ڏني، ڄڻ هن هاڻ مسئلي ۾ پوڻ نہ ٿي گهريو.

رستم بيگ پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ آ ڱريون وجهندي، ڦڻيءَ وانگر هيٺ لاهيندي، پنهنجي آس پاس جو جائزو ورتو ۽ پوءِ ٻيڻ جي لڪڻ سان پنهي ڪنيزن کي چوڪ ڏيندي چيو: ”اٿو، هاڻ وڃو، وڃي پنهنجي ڪم ڪار سان لڳو، ۽ هان، هي اشرفيون پاڻ ۾ ورهائي کڻو.... تاشي، اسان جا شاهي ڪپڙا کڻ، اسين ديوانِ خاص وڃڻ گهرون ٿا!“

ڪنيزون ٽڪريون ٽڪريون آٿدي، پلنگ تي پيل پنهنجا ڪپڙا سنڀاليندون، ٻاهر نڪري ويون. تاشي خان دربار ۾ وڃڻ وارا ڪپڙا آڻي پلنگ تي رکيا، ۽ هٿ ڪڇن ۾ وجهي ادب سان هڪ پاسي بيهي رهيو.

رستم بيگ ڪپڙن پائڻ کان اڳ، ٻيڻ جو لڪڻ پنهنجي ٻئي هٿ تي هڻندي، ڪمري ۾ ڪجھ وقت اچ وڃ ڪندو رهيو. اوچتو هو هڪ شاهي آئيني اڳيان اچي بيهي رهيو، ۽ غور سان پنهنجي پاڻ کي ڏسڻ لڳو. هن جي نظر پنهنجي اوگهڙ تان ٿيندي، ڇاتيءَ تائين پهتي، جتي ڇاتيءَ کان ٿورو مٿيرو هڪ ٻڳهو ڇهڪ هو، ڄڻ تہ ڪنهن خنجر سان ڳچيءَ جي ماس ڪورڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ۽ اهو گهاءُ پرجي نہ سگهيو هو. هن جي نظر منهن تي پئي: سندس ڏاڙهي تقريباً چوڪنڊياري هئي. خضاب جي ڪري ان جي چوڪنڊي صورت هيڪاري واضح ٿي وئي هئي، ۽ سندس منهن کي هئرادو ويڪراڻ ڏئي رهي هئي. سندس اکيون ائين اندر

ڪامل هيون جڻ ته مثل ماڻهوءَ جون ا ڪيون هيون، جيڪي اوچتو
جهٽڪيون تي ٻيون هيون. هن ڪي پنهنجي ڇهري ڪان ٻڌ ٿيڻ لڳو،
۽ هن رڙ ڪندي چيو:

”تاشي، الله سائين اسان ڪي ايترو بدصورت ڇو خلقيو؟ ڇا
اسين حضرت شاهه اسماعيل صفويءَ جا پڙپوٽا نه آهيون؟ ڇا اسان
جو والد بزرگوار حضرت سلطان حسين مرزا قندار جو حسين ترين
ماڻهو نه هو؟ ۽ مون ڪي جواب ڏي ته ظل الاهي اسان ڪي محض اسان
جي بدصورتيءَ جي ڪري ڇوٽو تنبيهه ڪري؟ ڇا اسان ملتان جي
صوبيداريءَ جي وقت مغل شهنشاهت ڪي مضبوط نه ڪيو؟ ڇا
اسان ظل الاهيءَ جي هڪڙي هڪڙي مخالف ڪي هاٿيءَ جي پيرن
هيٺان، گهوڙن جي سنبن ۾، اذيت خانن ۾ ڇيپاٽي نه ڇڏيو هو؟
ٻڌاءِ، تاشي خان، جواب ڏي، تون ته اسان سان هميشه گڏ رهيو
آهين؟ ڇا بدصورت هجڻ گناهه آهي؟!“ مرزا رستم جي وات مان
ڪيڪ وهڻ لڳي، ۽ هن ٻيڊ جو لڪڻ زور سان آئيني تي وهائي
ڪڍيو. آئينو وچان ڀڄي، ٽي ٽڪر ٿي ويو، ۽ ڀڳل جاين تان مرزا
رستم جي شڪل، وڏيڪ ٽيڏي ٿي، نهايت ڀيانڪ ٿي پئي.

تاشي خان اڳتي وڌي مرزا جي هٿ مان لڪڻ اٿين ڇڏايو
جڻ ڪنهن ٻار جي مٺ کولي، سندس ضد ڀڄي رهيو هو، ۽ کيس
ڪلهن ۾ ٻانهن وجهي، پلنگ ڏانئين وٺي آيو. ”ڪير ٿو چوي ته
حضور جن، منهنجي وات ۾ شڪل ڪندا پون، بدصورت آهن. مردن
کي خوبصورتيءَ جي نه پر مردانگيءَ جي ضرورت هوندي آهي، ۽
اوهان پنهنجي مردانگي ثابت ڪري ڏيکاري آهي. قندار ۾، ملتان
۾، ۽ وقت آيو آهي ته ٺٽي ۾ پنهنجي مردانگي ثابت ڪري ڏيکاريو!
ظل الاهي جي دشمنن کي اهڙي سبق ڏيو جو وري ڪنهن کي
اڳر ڇورڻ جي به همت نه ٿئي!“ تاشي خان نهايت دلداري ۽ پيار مان
مان اهي لفظ به چوندو ويو، ۽ مرزا ٿي ڪپڙا به پارائيندو ويو.

جڏهن مرزا ديوانخاني ۾ آيو ته سڀ امير امراءَ اندر ٿي اندر
ڪنبڻ لڳا. اڄ وري مرزا جي ڪاپي واڄ وڙڪي رهي هئي. سندس

اڪيون چڙ ته چنيڻ وساري ويٺيون هيون. مسند تي ويهڻ کان اڳ هن عبدالرزاق معموريءَ ڏانهن ڏٺو، جيڪو اهڙي ڏيکائي ڏئي رهيو هو ڄڻ ته ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو. معموريءَ کي اهو به خيال هو ته مرزا مون کي ڪجهه به نه ڪري سگهندو، ڇاڪاڻ ته هن کي شهنشاهه جهانگير پاڻ ٺٽي جو ديوان مقرر ڪيو هو، ۽ ظل الاهيءَ جي مقرر ڪيل ڪنهن ماڻهوءَ تي هٿ کڻڻ جي مرزا رستم جهڙي ظالم ۽ نود کي به همت نه ٿيندي! اوچتو معموريءَ کي مخاطب ٿيندي، مرزا رستم ڏاڍي ڌيرج سان چيو: ”معموري، مون کي خبر آهي ته ظل الاهي پاڻ تو کي ديوان مقرر ڪيو آهي. مون کي اها به خبر آهي ته شاهي قيدين کي حفاظت سان لاهور پهچائڻ جو ڪم به ظل الاهيءَ پاڻ توتي رکيو هو. هاڻ ٻڌاءِ ته آءٌ ظل الاهيءَ کي ڪهڙو جواب موڪليان؟“

مرزا جي ڌيرج تي سڀني کي حيرت وٺي وئي. اڄ جو مرزا رستم ڪالهه جي مرزا رستم کان بلڪل مختلف هو. معموري به ڪجهه نه سمجهندي، ڪنهن اڻڄاتي خوف کان، هڪندي چيو: ”حضور مرزا صاحب جن کي خبر آهي ته آءٌ پاڻ سڄو انتظام ڪري ويو هوس، پر پاڻئجي ٿو ته جن جڻن جو بندوبست مون ڪيو هو، سو اوهان کي پسند نه هو ۽ اوهان جيڪي جٿا موڪليا، سي سڀ لشڪري ميدان ڇڏي ڀڄي ويا!“

”معموري....! تو کي جيڪڏهن اسان جي قهر جو ڊپ نه آهي ته گهٽ ۾ گهٽ خدا جي قهر کان ڊڄ! اسان تي تهمت هڻڻ کان اڳ ڪجهه ته سوچين ها!“

معموريءَ کي رڙ ٿي وٺي وئي. هن کي ته اهوئي ٻڌايو ويو هو ته مرزا رستم بيگ پاڻ مغل لشڪرين بدران ترخان سپاهين کي مقرر ڪيو هو. هن ترخان سپاهين جي سپهه سالار مظفر بيگ ڏانهن معنيٰ ڀريل نظرن سان ڏسندي چيو: ”حضور، گهٽ ۾ گهٽ مظفر بيگ ته اٿين ئي چيو....“

مظفر بيگ سڄو ٻيلو ٿي ويو. هن پنهنجي جاءِ تان اٿڻ جي

ڪوشش ڪئي، پر هو سچو ٽڙڪي رهيو هو. مظفر بيگ حد کان وڌيڪ ٿلهو متڙس هو، انڪري هو پنهنجي ڏڪڻيءَ کي روڪي نه سگهيو. هن کي موت مرزا رستم جي اکين مان پاڻ ڏانهن گهوريندي نظر آيو.

مظفر بيگ، توکي ڇا ڇوٽو آهي؟" مرزا رستم اڄان تائين ڌيرج سان ڳالهائي رهيو هو، جيتوڻيڪ سيني کي اهو نظر اچي رهيو هو ته مرزا جون منيون مسند جي منين تي پڪوڙجي ويون ۽ ممڪن هو ته هن جا هٿ ڦٽجي پيا هئا!

"حضور، مون کي هي پروانو اوهان جي خاص معتمد قيصر بيگ ارغون موڪليو...." ائين چئي ڏڪندڙ هٿن سان هن پنهنجي چوغي مان پروانو ڪڍي اڳيان وڌايو، ۽ تيڏي اک سان قيصر بيگ جي خالي مسند ڏانهن نهاريائين.

تاشي خان اڳتي وڌي پروانو مظفر بيگ جي هٿن مان ورتو، ۽ ادب سان مرزا رستم جي اڳيان جهليائين. مرزا کيس اشارو ڪيو. تاشي خان پروانو کولي پڙهڻ کان اڳ مهر ڏانهن ڏٺو، ۽ هڪ هلڪي مرڪ هن جي چپن تي اچي وئي. هن ٿورو اڳتي وڌي مرزا کي ڪن ۾ ڪا ڳالهه چئي. مرزا جي منهن تي ڪوبه نئون رنگ نه آيو. جڏهن تاشي خان پوئتي موٽيو، پنهنجي جاءِ تي بيهي رهيو، تڏهن مرزا ڀريون ڀرو خشڪيءَ مان چيو: "۽ اڄ قيصر بيگ ڪٿي غرق ٿي ويو آهي؟"

قيصر بيگ جي نائب پائنده خان، ادب مان هٿ ڇاتيءَ تي رکندي چيو: "حضور، قيصر بيگ جي طبيعت ڪجهه ڏينهن کان ناساز آهي، انڪري حاضر نه ٿي سگهيو آهي!"

"ڇه ڇه.... طبيعت ناساز ٿي پئي آهيس يا ڪو نئون ساقي مليو اٿس؟" مرزا رستم بيگ غضبناڪ ٿيندي چيو.

پائنده بيگ خاموش رهيو، پر هن کي پڪ ٿي ته قيصر بيگ جو خير ڪونهي. انڪري موقعو ڏسي هن چيو: "گستاخي معاف ٿئي ته بندو ڪجهه عرض ڪري!"

”چڱو چڱو....“ مرزا بيزاريءَ سان چيو.

”حضور، نئين ساقيءَ جي ته مون کي خبر ڪانهي. البت هڪ نئين سنڌي ڪنيز حاصل ڪئي اٿس، جيڪا ايتري حسين آهي جو هن کي شاهي حرم ۾ هئڻ گهرجي!“

عين انوقت قيصر بيگ ديوانخاني ۾ داخل ٿيو، ۽ ڪورنش ڪري، پنهنجي مسند ڏانهن وڌيو. مرزا رستم چڙ ته هن کي ڏٺو ئي ڪونه، ۽ چڙ ته پنهنجي منهن چوڻ لڳو هو: ”هون! شاهي حرم جي لائق ڪنيز! پر قيصر بيگ وٽ ايتري دولت ڪٿان آئي جو اهڙيون ڪنيزون ٿو خريد ڪري؟!“

قيصر بيگ، جتي هو اُتي ئي ڄمي ويو. هن پهرين ٽڪڙي نظر پنهنجي نائب پائنده خان تي وڌي، ۽ پوءِ مرزا رستم بيگ ڏانهن مهاڙ ڪري چيائين: ”حضور جو اقبال بلند هجي! مون کي پاڻ اها سنڌي ڪنيز تحفي ۾ ارسلان بيگ ڏني هئي، ۽ سندس حسن ڏسي مون حضور جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ ٿي گهري ته جيڪڏهن ظل الاهيءَ جي لائق هجي ته ڪيس لاهور موڪلڻ جو فيصلو اوهان حضور پاڻ ڪريو، ۽ جيڪڏهن اوهان جي حرم لائق هجي ته حضور جن اهو حقير تحفو پاڻ قبول ڪن.... باقي، مون لاءِ؟ سو ته حضور جن کي اهو معلوم آهي ته منهنجي رونق ساقين سان آهي، ڪنيزن سان منهنجي ڪا دلچسپي ڪانهي!“

سورا امير قيصر بيگ جي همت جو داد ڏيڻ لڳا. حيرت ان ڳالهه جي هئي ته مرزا جي طبيعت مان واقف نه هوندي به قيصر بيگ اها ڳالهه ڪئي هئي!

”اسان کي تنهنجي ذوق جي خبر آهي، قيصر بيگ! پر تو اها ڪنيز پاڻ وٽ لڪائي ڇو ويهاري آهي؟“ مرزا ٿورو سختيءَ سان پڇيو.

”حضور جو اقبال بلند هجي، ظل الاهيءَ جي حڪومت ۾ ڪنهن ڪري گڏ پيا پائي پوئن، پر هتي، گستاخي معاف، حضور جن جا پنهنجا امير به دستبرد کان محفوظ نه آهن!“

قيصر بيگ اهڙي ڳالهه ڪئي جو سڀ امير، مٿون ڪوڙي، اُيا ئي ويهي رهيا.

”تون ڇا ٿو چوڻ گهرين، قيصر بيگ؟“

”حضور جو اقبال بلند هجي! شهر جي ڪوتوال کي خبر آهي: ڪالهه رات، ڏهاڪو کن مغل منهنجي گهر آيا، ۽ حضور جن جي پيغام جو بهانو ڪري، اندر داخل ٿيا، ۽ منهنجن پهريدارن کي رسن سان ٻڌي، منهنجي ٻن معصوم پٽن ۽ سنڌي ڪنيز کي پاڻ سان ڪڍي ويا، ۽ مردانخاني جـي ڪوٺين ۾ جيڪو مـال متاع هو، سو لُٽي ڪڍي ويا!“

قيصر بيگ ڪجهه دير ترسندي، هٿ آسمان ڏانهن ڦهلائيندي، وري چيو: ”حضور، مون کي پنهنجي مـال متاع لُٽجڻ جـو خيال ڪونهي. حضورجي بخشش ۽ عطا مان ان کان ٻه وڌيڪ هن وفادار کي ملي پوندو. پر آقا.... حضور جن جي اڳيان التجا ٿـو ڪريان ته منهنجي معصوم پٽن جي جان بچائي وڃي!“ قيصر بيگ اوچنگار ڏيندي چيو.

مرزا رستم پنهنجي مسند تان اُيو ٿي ويو. هن ٻئي هٿ ڪڍي پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ وڌا، ۽ وڌندو ڪوتوال وٽ آيو، ۽ سندس ڳچي ۾ هٿ وجهي ڌونڌاڙيندي چيائين: ”مون کي اجا آئي مهينو به ڪونه ٿيو آهي ته ههڙيون سازشون شروع ٿـي ويون آهن؟! تون شهر جو ڪوتوال آهين! تنهنجي سامهون منهنجي اميرن جا پٽ ۽ ڪنيزون اغوا ڪيون ٿيون وڃن، مال لٽيو ٿو وڃي، شاهي قيدي ڇڏايا وڃن ٿـا، ۽ تـون ايترو بيغيرت آهين جو دربار ۾ اچـڻ جـي جرأت ٿـو ڪرين! جيڪڏهن اميرن سان ائين ٿو ٿئي تـه خدا ڄاڻي عام مغلن سان ڇا ٿيندو هوندو؟“

ڪوتوال ڪجي جهڙي پت. هن کي پگهر اچي ويا. هن جي هٿن ۾ به اهڙي ڏڪڻي شروع ٿي وئي، ڄڻ ته سيئو تپ چڙهي آيو هوس.

”حضور، آقا وعدو ٿـو ڪريان تـه قيصر بيگ جي پٽن ۽

ڪنهن کي اچ ئي همت ڪري ڏيکاريندس!"

پائنده بيگ وري اٿي بيهي رهيو. هن کي ڪوتوال ڏي... ڏانهون هيون: "حضور، جان جي امان ملي تہ آءٌ ڪجهہ عرض ڪريان!"

"ها ها، پائنده بيگ، چئہ: تون وري ڪنهن جي شڪايت ڪرڻ وارو آهين؟"

مرزا پائنده بيگ ڏانهن اهڙين نظرن سان نهاريو، جو گهڙيءَ لاءِ هن کي خيال آيو تہ ڳالهہ تہ چوري تہ چڱو. پر پوءِ ڪجهہ سوچيندي چيائين: "حضور، ترخانن ۽ ارغونن جون سازشون هڪڙي پاسي آهن، ٻئي پاسي سنڌين جون شورشون آهن. مغل لشڪري ٺٽي جي شهر ۾ پهرو ڏيئي سگهن. سنڌين پنهنجا هٿيار بند جوان هر محلي ۾ بيهاري ڇڏيا آهن. جيڪو مغل لشڪري لنگهي ٿو، ان کي مارڪٽ ڪري پڇي ٿا وڃن. پڇي ڏسو ڪوتوال کان؟" ائين چئي پائنده بيگ، ڪوتوال ڏانهن ڏسندي، هلڪي مرڪ مرڪندي، ويهي رهيو.

مرزا اچ وچ ڪندي، پنهنجي مسند جي اڳيان بيهي رهيو. هن جي ڪاپي واچ وري ڦڙڪڻ لڳي، ۽ ڳڻ سندس چهن جي ڪنڊ ۾ جمع ٿيڻ لڳي. پر اجا بہ هن پنهنجي پاڻ تي ضابطو رکندي، فقط ڦهري نگاهن سان ڪوتوال ڏانهن ڏٺو. ڪوتوال کي هاڻ تہ سڌو سنئون پنهنجو موت نظر اچڻ لڳو.

اوچتو هن ۾ الائي ڪٿان همت اچي وئي، اٿي بيٺو، ۽ چيائين: "حضور جو اقبال بلند هجي! مغل لشڪري ڏاڍا شهزور ٿي ويا آهن: رستي هلندي، سنڌين کي ڦريندا وتن. ماڻهن جي گهرن ۾ گهڙيو پون. لين جهل پل ڪرڻ وارو ڪير ڪونهي. وڏي مدرسي جو مهتم مولانا حافظ بلال مون وٽ دانهين ٿي آيو، ۽ حضور..... هن ٿي چيو تہ جيڪڏهن اسان ان ڳالهہ جو بلو نہ ڪيو تہ هو ظل الاهيءَ وٽ دانهين ٿي ويندا. سو خدا جي خلق تان آزار لاهڻ لاءِ مون کي اجازت ڏني تہ هو پهنجي پنهنجي محلي جي پهريداريءَ لاءِ نوجوان

مقرر ڪن. اسان کي به آخر عدل جهانگيريءَ جو مثال قائم ڪرڻو آهي. خدا جي خلق تان آزار لاهڻ لاءِ ئي الله تعاليٰ حڪومت اسان جي حوالي ڪئي آهي. جيڪڏهن ان ۾ مونکان ڪا خطا ٿي آهي ته آءٌ هر سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان!"

ڪوتوال جي انهيءَ جرأت ۽ سچ چوڻ تي اميرن کي حيرت ۾ لڳي، ۽ ڪي ته ڪنڌ ائين دوڻڻ لڳا ڄڻ ته هو ڪوتوال سان ان ڳالهه ۾ متفق هئا ته سنڌ ۾ به عدل جهانگيريءَ جو مثال قائم ڪرڻ گهرجي."

پائنده بيگ پنهنجي سڄي ڪئي ڪمائي رائيگان ٿيندي ڏٺي ته وري اٿي ٻڌهي رهيو: "حضور، اهو حافظ ٻلال اهو آهي، جنهن پنهنجي مدرسي ۾ فارسي لازمي طرح پڙهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. سردار خان جو ٽولو ملڪ ۾ ڌاڙا هڻندو وتي، سو ان حافظ ٻلال جي مدرسي ۾ اچي، حافظ ٻلال کي لٽيل مال ڏئي ويندو آهي ته جيئن مدرسي جو خرچ هلائي. اهڙي ماڻهوءَ جي چوڻ تي ڪوتوال صاحب مغل لشڪرين تي تهمتون ٿو هڻي!"

مرزا رستم بيگ اوچتو اهڙي رڙ ڪئي جو سڀ هيسجي ويا: "بس ڪريو، خدا جي واسطي بس ڪريو! هاڻ مون ۾ وڌيڪ برداشت ڪرڻ جي قوت ڪانهي! اڄ کان پائنده بيگ ٺٽي جو ڪوتوال آهي. ٻن ڏينهن اندر سمورن سازشين — ارغون هجن يا ترخان، امير هجن يا لشڪري — کي گرفتار ڪيو وڃي؛ سنڌي باغين جا سر قلم ڪيا وڃن؛ سنڌي پهرو بند ڪيو وڃي؛ قيصر بيگ جي پٽن ۽ شاهي ڪنيز کي اغوا ڪرڻ وارن کي اهڙي سزا ڏني وڃي، جو وري اسان جي ڪنهن امير جي مال دولت يا اهل و عيال ۾ هٿ وجهڻ جي همت ڪنهن کي نه ٿئي! ۽ پائنده بيگ اسان حڪم ٿا ڏيون ته قيصر بيگ جي سنڌي ڪنيز، شاهي ڪنيز طور، ظل الاهيءَ جي حضور ۾ اسان جي طرفان پيش ڪئي وڃي، ۽ شاهي قيدين واري قافلي سان گڏ رواني ڪئي وڃي.... پر.... پر اسين پاڻ هن کي ڏسڻ گهرون ٿا. هن کي سفر تي موڪلڻ کان اڳ اسين تصديق ڪرڻ

ڏهرون نه ته هوءَ واقعي شاهي حرم جي لائق آهي! ۽ شاهي قيدين
کي واپس حاصل ڪرڻ سپهه سالار جي ذميداري آهي جيڪڏهن ٻن
ڏينهن اندر شاهي قيدي واپس نه مليا ته ڪنهن جي به سر جو خير
ڪونهي.... هاڻ وڃو: فقط سپهه سالار، مظفر بيگ، پائنده بيگ ۽
قيصر بيگ هتي ترسن. ٻين لاءِ دربار برخواست!"

امير هري هري ٿي، پنهنجي جان بچي وڃڻ جا شڪرانا بجا
آڻيندا، کسڪڻ لڳا. قيصر بيگ ذري ذري پائنده بيگ ڏانهن اهڙين
اکين سان ٿي ڏٺو جن ۾ نفرت سان گڏ حسد جي باهه ڀڙڪي رهي
هئي. پائنده بيگ اهڙي ڏيکائي ڏني جڻ ته ڪوتوالي هن جو حق
هو. هو سوچي رهيو هو ته هر چونڪيءَ تان جيڪڏهن ڏهه اشرفيون
به روز اچن ته ٻارنهن چونڪين تان هڪ سو ويهه اشرفيون گڏ
ٿينديون، ۽ ٿورن ڏينهن ۾ هن کي توشي خان جي مال ۾ گهوٻين
هڻڻ ۽ قيصر بيگ سان حصو پتي ڪرڻ کان وڌيڪ ملڪيت ملندي.
ان کانسواءِ ارغونن ۽ ترخانن کي هڪ طرف ته سنڌين کي ٻئي طرف
سازش جي الزام هيٺ گرفتار ڪري کائنس چڱي خاصي رقم حاصل ڪري
سگهبي، ۽ پوءِ ظل الاهي جي خدمت ۾ سو ڪڙيون پا ڪڙيون موڪلي،
ٺٽي جي صوبيداريءَ جو خواب ضرور پورو ٿيندو! البت تاشي خان
کي پنهنجي پاسي ڪرڻو پوندو. هن کي خبر هئي ته، تاشي خان
ظل الاهي جو مخبر ۽ خاص اعتماد وارو ماڻهو آهي، ۽ هو هر ڳالهه
جي مخبري سڌو سنئون شهنشاهه هند وٽ ڪندو رهي ٿو. اهو سوچيندي
هن تاشي خان ڏانهن نهاريو، ۽ پوءِ پنهي جي اکين هڪ ٻئي کي
سڃاڻي ورتو!

قيصر بيگ ان ٻڌڻ ۾ هو ته هاڻ جڏهن ڳالهه کلي پئي آهي
ته مرزا شاهه رخ وارن جو نالو کڻي يا نه. هن کي اها ڳالهه سمجهه
۾ نه آئي ته جڏهن هنن شاهي قيدين کي ڇڏائڻ جو ڪم مٿس رکيو
هو ته پوءِ هاڻ هن جي ڀيڻ ۽ سنڌي ڪنيز کي اڃا ڇو هن جي
حوالي نه ٿا ڪن؟ هاڻ ته رستم بيگ کي به شڪ پئجي ويو آهي.
هن کي وري پنهنجي ڀيڻ ۽ سنڌي ڪنيز نوريءَ جو خيال آيو. هن

ٻاڻ سوچيو هو ته سندي ڪنيز کي ظل الاهيءَ جي خدمت ۾ موڪلي ڏيندو ته جيئن تورشي خانيءَ جي عملداري قائم رهندي اچي. هوءَ هئي به ته شاهي حرم جي لائق: چا نڪ چا نقشو؛ ائين ٿي ڀانيو جڻ ته خدا ڪيس وانڍڪائيءَ ۾ ويهي ٺاهيو هو. شاهي ڪپڙن ۾ هو نورجهان بيگم کي به مات ڪري ڇڏيندي. جيڪڏهن هن کي پاڻ ڪنيزون وڻنديون هجن ها ته هو هن کي پاڻ وٽ رکڻ لاءِ بغاوت ڪرڻ کان به ڪين ڪيٻائي ها، پر هن کي ته پنهنجي ساقين کانسواءِ گهڙي پل به سڪ نٿي آيو! ۽ هن جا معصوم پٽ؟ شاهه رخ وارن وٽ ڇوڪرن کي ٻانڌي رکڻ جو ڪهڙو جواز هو؟ شاهي قيدي ملين ته پوءِ منهنجي پٽن کي پاڻ وٽ ڇو جهليو ويٺا آهن؟ ترخان اميرن مرزا غازي بيگ جي وقت ۾ مون کي ڪهڙيون ڀڳون ٻڌايون، جيتوڻيڪ هو پاڻ به ته مرزا باقي بيگ جي اولاد مان هو. سندس ماءُ ڪنيز هئي ته ڇا ٿي پيو! ائين ته مرزا شاهرخ به..... مرزا رستم سان مرزا شاهرخ وارن جي ڳالهه ڪرڻ مناسب ٿيندي يا نه؟ جيڪڏهن هنن کي ڪو شڪ پئجي ويو ته ٻنهي ڇوڪرن کي قتل ڪرڻ کان ڪونه مڙندا! بهتر ائين ٿيندو ته پهرين آءٌ پاڻ سائن ڳالهائي ڏسان.... نه نه.... ائين ديرٿي وينديءَ، ۽ ڇوڪرن کي ڪجهه نقصان پهچڻ جو انديشو ٿيندو. مرزا رستم سان ڳالهه ڪيڻ سان مغلن سان وفاداري به ظاهر ٿي پوندي ۽ ڇوڪرن جي جان به بچي پوندي. مغلن سان سڌوسنئون وڙهڻ جي مرزا شاهرخ وارن کي به همت نه ٿيندي. مون کي پهرين ٿي اهو سوچڻ گهرجي ها پر ٻن لکن درهمن جي لالچ مون کان منهنجا پٽ به وسارائي ڇڏيا. ته ڇا مرزا مظفر بيگ منهنجي پٽن کي ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو؟ هن مظفر بيگ ڏانهن نهاريو. عين ان وقت مظفر بيگ به ڏانهس نهاريو. ٻنهي جي اکين هڪٻئي جو نيايو سمجهڻ کان اڳ زمين ۾ ڪجهه ڳولهڻ شروع ڪري ڏنو!

مرزا مظفر بيگ کي پنهنجي سپهه سالاري خطري ۾ نظر اچڻ لڳي: جيڪڏهن شاهي قيدي حاصل نه ٿيا ته مرزا رستم بيگ سندس جڻ ٻجو ڪهائي ڇڏيندو. پر شاهي قيدين کي ڇڏائڻ مان

ارغونن جو ڪهڙو مطلب ٿي ٿو سگهي؟ سواءِ ان جي ته هڪ ڀيرو وري هو مرزا عبدالعليءَ کي تخت نشين ڪري، مغلن خلاف ڪو محاذ قائم ڪن. پر قيصر بيگ جي پٽن ۽ سندي ڪنيز جيسي اغوا جي واقعي جو شاهي قيدين سان ڪهڙو سٻنڌ آهي؟ متان قيصر بيگ به ڪو چال کيڏي رهيو آهي؟ هن وري قيصر بيگ ڏانهن نهاريو، جيڪو اڃا تائين زمين ۾ گهوري رهيو هو!

تاشي بيگ تنهي ڏانهن واري سان ڏٺو، ۽ دل ئي دل ۾ ظل الاهيءَ کي مڪمل احوال لکڻ لاءِ مضمون سندس دماغ ۾ ٺهڻ لڳو. پائنده بيگ صوبيداريءَ جي شوق ۾ يقيناً هر ڳالهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو. قيصر بيگ جي پٽن جي اغوا جو معمو البت هن کي بس سمجهه ۾ نٿي آيو، ۽ مظفر بيگ پنهنجي سپهه سالاري قائم رکڻ لاءِ ارغونن سان جنگ ڪرڻ کان به نه ڪيٻائيندو. پر ڇا هن وقت ارغون سردارن سان ڦٽائڻ مغل شهنشاهيت لاءِ فائديمند ٿيندو؟ ڇو نه سمورو ڏوهه سنڌين جي شورشن تي هٽجي! ۽ هن جي نظر مرزا رستم تي پئي، جنهن پنهنجي هيٺين چپ کي چڪ هڻڻ شروع ڪيو هو، ۽ تاشي خان سمجهي ويو ته هن کي وري ڪنيزن جو اگهاڙو جسم ۽ ٻيهڻ جو لڪڻ ياد اچي رهيو هو! ❋

سانوڻ جڏهن به ٻيلي ۾ داخل ٿيندو هو تہ هن کي هميشه
ائين محسوس ٿيندو هو، ڄڻ تہ وڻ ٻہ هن سان ڳڻ هلڻ لڳا هئا ۽
هن سان چُڻ پُڻ ۽ سرگوشيون ڪرڻ لڳندا هئا: ڄڻ چوندا هجن
تہ اسين سنڌ جي ڌرتيءَ جو سهاڳ آهيون، جنهن کي لٽڻ لاءِ سوين
ڀيرا راتاها لڳندا رهيا آهن، پر اسين اڏول آهيون. سنڌ جا وڻ، سنڌ
جي ڌرتيءَ وانگر سدورا ۽ سدا حيات آهن. هي ٻڙ جا وڻ، هي پپر
جا وڻ، هي سُهانجي جا وڻ، هي ٽاليون، هي لئيون، هي ٻير، هي
ديويون— انهن سڀني ۾ هڪڙي خاصيت عام آهي تہ انهن کي وڍي
ڇڏيو تہ وري آسري ايندا. اها خاصيت دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ وڻ
۾ ڪانهي. شايد اهوئي ”آواگون“ جو ڪرشمو آهي جو سنڌ جا
قديم ماڻهو بہ وڻن جي پوڄا ڪندا هئا. ٻڙ ۽ پپر، ديوي ۽ سهانجڙي
جي وڻن تي اڄ بہ مائيون، سُہ-وَريتيون سها ڳٽيون، آ ڪا وجهن
ٿيون، ڏيا ٻارين ٿيون ۽ باسون باسين ٿيون، ڇاڪاڻ تہ اهي وڻ
پراچين وقت کان تخليق جي ديويءَ جو اهڃاڻ آهن! سانوڻ جي
دل سندس سيني ۾ ڦنڊجڻ لڳي: ڄڻ تہ ٻاهر نڪرڻ تي هئي، ڄڻ
تہ وڻ وڻ کي ڀاڪر پائڻ، ڳراٽيون وجهڻ لاءِ آتي هئي. اوڏي مهل
ڇانهن پکين جو هڪڙو ولر، هڪڙي وڻ تان اٿي، سانوڻ جي اکين
اڳيان، ٻئي وڻ تي وڃي ويٺو. پرن ۽ کنڀن جي ڦڙڦڙ تي هن مٿي
نهاريو: الا، منهنجي سنڌ جا پکي بہ ڪهڙا نہ سهڻا آهن: ست رنگا
سهڻا، سيبتا، ڄڻ تہ بهشت جا پکي هجن! سانوڻ کي پڪ ٿي تہ
بهشت ۾ بہ اهڙا سهڻا پکي نہ هوندا. ٻوڏن ڌاورن جي هوڪار ٻڌي
هو ٻيهي رهيو. هنن جي جواب ۾ ڪارڙي تتر بہ ٻولي ٻولي، ۽
سانوڻ جي اکين ۾ ٻاڻي ڀرجي آيو: هن ائين ڀانيو ڄڻ تہ ان تتر

جي تنوار هن جي دل کي لوڏي ويئي. ”يا الله! تو بيشڪ سنڌ کي نوازيو آهي، پر هي سدائين ڏورانهن ڌارين جو ڌرت سنڌ تي ڇو مڙهيو اٿئي؟ سنڌ کي سک سمهڻ ڇو نٿو ڏين؟“ هن پنهنجي پالڻهار سان شڪايت ڪئي. هن کي پنهنجي پيءُ جو هي گفتو ياد اچي ويو: ”سانوڻ، سنڌ آهي ته پاڻ به آهيون، نه ته نه مولا جو بيو به ملڪ گهڻو ئي پيو آهي ساهه کڻڻ لاءِ!“ هن کي پنهنجي مستاني پيءُ جون مستانيون ڳالهيون هُري آيون، ۽ وري هن جي دل پرجي آئي. نڙيءَ ۾ ڳنڍ پئجي ويس.

اوچتو هن جي ڪميت جا ڪن ڪڙا ٿي ويا، ۽ هن جي چال ۾ اڻ لکو فرق پئجي ويو. سانوڻ خوابن جي دنيا مان موٽي آيو. گهڙي دير ڪانپوءِ، ڇپري جي ڇٽ سان گڏ گهوڙن جي ٽاپڙٽاپڙ جو آواز هن جي ڪن تي پيو. هن ڪميت کي هلڪي هٿ جي ٿپڪي هنئين ته ڪميت پاڙهي ڇاڻ، ڪپڙن جي ڊگهن پوڙن ۾، منهن وجهندي لڪي بيهي رهي. سانوڻ ڪمربند مان ڪٽارو ڪڍي، پوڙن جي جهنڊ ۾ اوڪڙون ويهي رهيو. هن جي ڪنن هن کي ٻڌايو ته ا ڳيان به سوار هئا، جن جي ڪيڏ ڏاڪو سوار مينهن واءُ ڪندا پئي آيا. هن کي اهو به يقين هو ته مغل يا ترخان وس پڄندي پيلي جو رخ ڪونه ڪندا. هن اندازو لڳايو ته مغل سپاهي ڪنهن سنڌي همراهن يا ترخانن کي جهلڻ ٿي آيا. هن جي همراهن جي ڇتاءَ مان هن کي اها پڪ ٿي وئي ته پيلي ۾ گهڙندڙ ماڻهو سڄڻ ڪونه هئا. پر جيڪڏهن ويري ڪن سنڌي همراهن جي پويان آهن ته پوءِ..... اڃا هو انهن خيالن ۾ هو ته ا ڳين سوارن مان هڪڙي جي گهوڙي جي ڊگهي ۽ ڊنل هڪار مان هن کي پڪ ٿي وئي ته گهوڙي جي پٺ ۾ ڀالو يا تير کپي ويو هو. سا ڳئي وقت ا ڳين سوارن جي گهوڙن جي سنبن جو آواز اوچتو بند ٿي ويو.

هن جي سڙان ڪنن، پري جو هڪڙو آواز جهٽي ورتو.....

”ڏاترنا، او هنن ڪپڙن جي جهنڊ ۾....“ پٺ همراهن جي ڊوڙڻ ۽ سهڪڻ جو آواز هاڻ چٽو ٻڌڻ ۾ پئي آيو. سانوڻ جتي لڪل هو،

ان جي پٺيان پاسي، ٻــ همراهه گسڪندا، سهڪندا. ڪپڙن ۾ گهڻو اندر ٻيهي آيا. سانوڻ محسوس ڪيو تــ همراهه پنهنجي ساهه کــي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر هنن جــي ناسن مان آواز نــڪندو ايئن ٿي نڪتو، جڻ ڪو ٻڏندڙ ماڻهو اوچتو پاڻيءَ مــان ٻاهر نڪري شهڙڪا ڪري ساهه کڻندو آهي.

گهڙي نہ گذري تہ ڍاڪو ڪن مغل لشڪري ٻہ ڪپڙن جي جهنڊ وٽ اچي پنهنجا گهوڙا جهليا. هڪڙي مغل ڪڙڪيدار آواز ۾ چيو: ”تيمور خان، نامراد سنڌي هتي ئي ڪٿي لڪل آهن: تون هي ٻاسو وٺ تہ آءٌ هن پاسي ٿو ڏسان. اچو، تو هين مون سان اچو....“

سانوڻ وري سرٻاٽ ڪيو: ”وريام، ٻــز منهنجي ڪري....“

”شُش.......“

ڪپڙ ڪافي گهاٽا هئا، پر سانوڻ کي ٻڪ هئي تہ جيڪڏهن مغل هن جي پاسي آيا تہ ڪميت جي بوءِ تي مغلن جا گهوڙا ضرور هڻڪندا. ۽ نہ رڳو مغل هن کي ڏسي وٺندا، پر پوءِ هنن ٻن همراهن جو بہ خير ڪونہ ٿيندو. ڪجهہ سوچيندي هن وات تي مٺ ڏيندي، گيدڙ جي ٻگهي ”گهون.... گهون....“ جو آواز ڪڍيو. گهڙي نہ گذري تہ چوڌاري ڪپڙن ۾ لئين مان گيدڙن جي ٻگهي ”گهون.... گهون“ جو آواز اچڻ لڳو. سانوڻ وري سرٻاٽ ڪيو:.... ”يار، اهو آواز ٻڌءِ.... ٻنهہ هنن ڪپڙن مان ٻيو اچي....“

اوچتو هڪ ڇتو آواز الائجي ڪٿان ٻُريو: ”مغل سپاهيو، .... اوهين گهيري ۾ آهيو.... پنهنجا هٿيار ڦٽي ڪريو.... نہ تہ....“

مغلن جــي گهوڙن جــي سنبن جـو آواز ٻيهي رهيو. لغامن ڇڪڻ جو آواز بہ ڇتو ٻڌڻ ۾ آيو. مغلن جي مهندار جي آواز مان ئي سانوڻ سمجهي ويو تہ مغلن جو ڊپ کان ساهه سڪي ويو هو.

مغل مهندار چئي رهيو هــو .... ”تيمور خــان.... هــاڻ ڇــا ڪجي؟“

”شهباز خان.... هي سنڌين جي ڪا چالبازي ٿي ڏسجي.... مجال آهي ڪنهن سنڌيءَ جي جو مغلن جي....“

اوچتو هن جو آواز بند ٿي ويو، ۽ ان جي بدران هڪ دل ڏاريندڙ ريهه، وايومنڊل ۾ ڦهلجي وئي. گهوڙن جي سنجن تان، ڪنهن ماڻهو جي ڳسڪي، ڪرڻ جو آواز، سانوڻ جي ڪنن جهڙي ورتو.

هن جي چپن تي هلڪي مرڪ ڦهلجي وئي. ۽ ان وقت ئي فضا ۾ آواز ٻرڻ لڳو.... "مغل سپاهيو.... اڃان به جيڪڏهن هٿيار ڦٽي نه ڪيو ته...."

اڃان اهو جملو پورو ئي نه ٿيو ته ڀالن ۽ ترارن ۽ خنجرن جي زمين تي اڇلجڻ جا آواز اٿيا. ۽ آس پاس ڪان ڪپڙن مان، لئين مان ۽ ٻيلن جي وڻن تان ويهارو مڙسن جو مغلن جي چوڌاري نمودار ٿيو. سانوڻ به ڪميت جهلي، ڪپڙن مان ٻاهر نڪري آيو، ۽ وڌندو اچي مغلن ا ڳيان بيهي رهيو. هن ڏٺو ته هڪڙي گهوڙي جي سنجن وٽ تيمور خان اونڌو پيو هو ۽ هڪڙو ڀالو سندس پٺ ۾ کتل هو.

"شهباز خان، توهان کي خبر ڪانهي ڇا ته هن ٻيلي ۾ مغلن ۽ ترخانن کي گهڙڻ جي اجازت ڪانهي....!" سانوڻ جي آواز ۾ رُڪ جهڙي سختي هئي.

".... جي جي.... نه، اسان کي اهڙي خبر ڪانه هئي.... هن ڀيري معافي ڏيو...."

"خير ڏٺو ويندو........ جڙيا، هي هٿيار ميڙيو، هنن گهوڙن کي ڪُڙهه ۾ موڪليو، ۽ هنن مغلن کي مهمانخاني وٺي هلو.... ۽ هن لاش کي ائين جو ائين ڪٽائي هلو...."

اهو حڪم ڏيئي، هو وري ڪپڙن جي پٺيان پر هلي آيو، ۽ چيائين: "ڀائو، هاڻ ڪو جوکم ڪونهي. ٻلي ٻاهر اچو...."

ڪا گهڙي چپ ٿي وئي. پر پوءِ به جوان مڙس ڪپڙن مان ٻاهر نڪتا. انهن مان هڪڙو گهٽو هيسيل هو. البت ٻئي جي منهن تي هڪ عجيب اڙدو رنگ هو.

سانوڻ ڪا گهڙي هنن جوانن کي گهوري ڏسندو رهيو. جوان هن جي ان گهور کان ڪيپائڻ خاطر زمين ۾ نهارڻ لڳا: سانوڻ جي مُک تي مرڪ اچي وئي: هلڪي، معنيٰ-ڀري ۽ شرارت

سان پرپور. هن جي دل چيو ته هن جوانن ۾ پاڪر ۾ پيري وڃي؛ پر هن پنهنجي آواز ۾ سختي آڻيندي چيو: ”ڪير مڙس آهيو؟ ۽ مون پاسي ڪيئن آيا آهيو؟“

ڪا گهڙي چپ ٿي ويئي. پوءِ هڪڙي همراهه ملڪ ۽ لاپرواهيءَ سان چيو: ”منهنجو نالو وريام آهي. ننگر ٺٽي جو آهيان. بابو علي محمد واڍڪو ڪم ڪندو آهي. هي منهنجو سنگتي ڏاتر ڏنو آهي. هي به ٺٽي جو آهي، رازڪو ڪم ڪندو آهي. باقي هت ڪيئن آياسين، سو تنهن ۾ ڀئي ڪنهن جو ڇا؟ اسان کي اها خبر ڪانهي ته هي ٻيلو به ڪنهن مغل يا ارغون ترخان ملهه ڳنهي ورتو آهي جو ان کان گوشو ڪريون!“ نوجوان جي ڌيرج ۽ لاپرواهي سان ائين ڳالهائيندو ڏسي، ساڻون جي دل ڦٿڪڻ لڳي. ٻيلي، اجا سنڌي ٻنهه ويل به ڪونه هئا!

پر هن وري به حشمت سان چيو: ”سچي ٺٽي کي خبر آهي ته هي ٻيلو سردار خان جو ڳڙهه آهي. اوهان کي ڊپ ڪونه ٿيو ته مٿان........“

هن اجا جملو ئي پورو ڪونه ڪيو ته همراهه سندس ڳالهه ڪپيندي چيو: ”سردار خان به ماڻهن جهڙو ماڻهو هوندو، ڪو مٿي تي سڱ ڪونه هوندس جو ڪانئس ڊڄجي....“

ساڻون ڏنو ته هن همراهه جي سنگتيءَ کيس ڌونڌ هڻي ماٺ ڪرڻ جو اشارو ڏنو، پر همراهه ٿوري دير هڪي وري چوڻ لڳو: ”مڙس مڙس جو مٽ آهي.... اها سا پڪ اٿون ته راهه ويندن واٽهڙن سان هٿ چراند ڪونه ڪندو هوندو، نه ته پوءِ سردار خان ۾ عام مغلن ۽ ترخانن ۾ ڪهڙو فرق رهندو. هوندن به....“

اوچتو همراهه چپ ٿي ويو. هن جيڪي چوڻ ٿي چاهيو، سو مناسب ڪونه هو، وريام سوچيو: آخر به ته هن همراهه سندن جان بچائي هئي.

ساڻون به سمجهي ويو ته نوجوان هن ئي ڪو طعنو مهڻو ڏيڻ ٿي گهريو سو چيائين: ”هوندن به ڇا....؟“

وريام سانوڻ جي اکين ۾ نهاريندي چيو: ”اوهان اسان سان ڀلائي ڪئي آهي، اسان جي جان بچائي اٿوَ، سو ان لاءِ اوهان جو ٿورو، خدا ڪندو ته لاهي وجهنداسون. هاڻ جيڪڏهن اجازت هجي ته اسين ڇڪيون پنڌ ڪيون!“

سانوڻ سمجهي ويو ته همراهه ڳالهه ڪاٽي ويو، سو هن به ڳالهه مٽائڻ خاطر چيو: ”ڀلا، هي مغل اوهان جي پويان ڇو پيا هئا؟“

”اهو مغلن کان پڇو!“ وريام وري به لاپرواهيءَ سان چيو.

”پر ڀي، ڪا ته ڳالهه هوندي؟“

”ادا، ڳالهه هيءَ آهي ته....“

وريام جي سنگتيءَ اڃا ڳالهه پوري مس ته وريام دهمان ڏيندي چيس ”ڏاتر نا، تون مات ڪر.... مون کي ڳالهائڻ ڏي. مغلن ۽ اسان جو مامرو اسان جي مٽي جو سور آهي. ڪنهن اوپري ماڻهوءَ سان ڪرڻ جهڙي ڳالهه ڪانهي.“

سانوڻ کي ”اوپري“ لفظ تي چڙ به آئي ته ٿورو ڏک به ٿيس. هن وري به وريام کي گهوريندي چيو: ”سنڌي هڪ ٻئي لاءِ اوپرا ڪڏهن کان ٿيا؟“

وريام ٺهه پهه جواب ڏنو: ”مغل ۽ ترخان ته ڌريان ئي ڌاريا آهن ـــ پر سڀ سنڌي به هاڻ ”پنهنجا“ نه رهيا آهن. مغلن جي نوڪري ڪندڙ يا سنڌين سان لاتعلق ٿي، ٻيلن ۽ جهنگن ۾ گهاريندڙ سنڌي ”اوپرا“ نه چئبا ته ڀلا ٻيو ڪين ڇا چئبو؟“ وريام جي لفظن ۾ هاڻ سختي نه هئي، پر انهن ۾ لڪل مهٽي هٽي وڃي هنڌ ڪيو. سانوڻ جي دل کي جهوٻو اچي ويو.

”ڀائو، تون سچ ٿو چوين، جيڪو سنڌي ٻين سنڌين سان ڏک ڏولاوي ۾ ڀائيوار نه آهي، سو برابر ’اوپرو‘ ئي سڏبو....“ هن جو آواز ڏڪارو هو، پر وريام ڏٺو ته هن ترت ئي پنهنجي پاڻ تي ضابطو رکي ورتو، ۽ ڌيرج سان چيائين: ”آءُ بروبر اوهان جي لاءِ اوپرو آهيان. نالو سانوڻ اٿم. هي ٻيلو منهنجي........“

سانوڻ گهٽو ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو پر سنڌس نڙيءَ ۾ ڦاٿل

ٻنجي وئي. هن جون اکيون اڇاتن لڙڪن سان ڀوسرڻ لڳيون. هن کي پنهنجي ڪمزوريءَ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي، پر عين انوقت وريام اڳتي وڌي اچي کيس ٻاڪر وڌو، ۽ ڀوءِ ٻڌڪندي چيائين "ڀائو، بخش ڪجانءِ.... منهنجو مطلب تو کي ڏکوئڻ جو ڪونه هو.... اسين ته تنهنجو نالو ٻڌي، هيڏانهن تي آياسون.... تون ئي ته هڪڙو آسرو وڃي سنڌ ۽ سنڌين لاءِ بچيو آهين...."

سانوڻ به ڪا گهڙي وريام کي ٻاڪر ۾ جهلي بيٺو رهيو. سندس دل ڀرجي آئي هئي.... سنڌ جو اڪيلو آسرو.... هن کي پنهنجي پاڻ تي شرمساري ٿيڻ لڳي. جڏهن سنڌي هڪ ڦوروءَ، هڪ رهزن، هڪ ڏاڙيل کي پنهنجو آسرو سمجهڻ لڳن، تڏهن چئبو ته سنڌين جي بيوسي پنهنجي پاتار کي وڃي پهتي هئي.... هن کي جڏهن به اهو خيال ايندو هو تڏهن هن کي پنهنجي پاڻ کان نفرت ٿيڻ لڳندي هئي.... پر هن کي ان نفرت جو مَتُ ڪو ٻيو جذبو به ڪونه سُجهندو هو.... هو ڪنهن سان اندر جو حال به ته بيان نٿي ڪري سگهيو.... اوچتو هن کي اهو خيال آيو ته ان شرمساريءَ کان بچڻ لاءِ، هو هنن همراهن کي سچي ڳالهه ڪري ٻڌائي.......

"ادل.... تون ڀليو آهين.... آءٌ سانوڻ سان گڏ سردار خان ڏاڙيل به آهيان.... هڪڙو ڦورو، رهزن ۽ ڏاڙيل.... مون جهڙا ٻيا به مون سان آهن.... سنڌ جو آسرو اسين نه، پر اوهين نوجوان آهيو .... اسين ته.... اسين ته...."

هو پنهنجي ڳالهه پوري نه ڪري سگهيو. وريام کي هن جي دل جي ڏک ڏک صاف ٻڌڻ ۾ پئي آئي. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته سانوڻ جي دل سڏڪا ڀري رهي هئي. هن کي ان سڏڪا ڀريندڙ دل تي ريس ٿيڻ لڳي.... اهي سڏڪا هڪ دردمند دل جا سڏڪا هئا، سنڌ جا سڏڪا هئا.... جيسين ڪا دل سنڌ لاءِ ائين سڏڪندي رهندي، تيسين سنڌ سدا حيات رهندي.

هن سانوڻ کي ٻاڪر مان ڪڍندي، سندس ڀورين اکين ۾ نهاريندي چيو.... "اسان کي خبر آهي ڀائو سانوڻ.... اسان کي اها

به خبر آهي ته توهان اهي ڏاڍا ڇوٽو هئين— نفرت جو اهو روپ به سندَ لاءِ غنيمت آهي پاڻو....!"

سانوڻ کي چڻ ڪو ڏڍ مليو ويو. هن جي شرمساري چـڻ ته ڪي قدر گهٽجي وئي. ان جي بدران هڪ نئون احساس هن جي سموري جسم ۾ ڦهلجي ويو.... اڄاتو احساس، جنهن جـو هو ڇيد ڪري نه سگهيو.... جنهن جو ڇيد ڪرڻ هن نٿي گهريو.

اندر جي ان ڇڪتاڻ کـان بچڻ لاءِ هن چيو.... "اڇو تـه هلون، منهنجا همراهه الائي ڇا سوچيندا هوندا ته اسان کي وري الائي ڇا ٿيو...."

سانوڻ وريام ۽ ڏاترڏني کي وٺي جڏهن مڏيءَ تي آيو ته تڏي تي ويٺل همراهه اٿي بيهي رهيا. هرهڪ سان سانوڻ سندن واقفيت ڪرائي. جيسين خوش خيرعافيت ۽ ڪيڪرون ختم ٿيون، تيسين به همراهه ماني به ڪٺي آيا. ٻاڙهن چانورن جي ماني ۽ ٻهن جي هن ٻوڙ مان وريام ۽ ڏاترڏني کي جيڪو مـزو آيو، ان کان وڌيڪ هنن همراهن جي پيار ۽ پنهنجائپ هنن جي دل موهي ورتي. ماني ٽڪيءَ کان واندا ٿـي، همراهه ڪانيون پٽي، حال احوال وٺڻ ويهي رهيا. جڏهن وريام ڳالهائڻ شروع ڪيو، تڏهن ائين ٿي پئيو چڻ ته پيلي جا وڻ به هن جي ڳالهه ٻڌڻ ڪاڻ ماٺ ٿي ويا!

"ادا، ڪهڙا سور روئي ڪهڙا روئجن. سندي محلن ۾ مغل لشڪرين جڏهن ري گناهه آئي وئي کـي ستائڻ شروع ڪيو، تيسين به اسين ماٺ هئاسون؛ پر جڏهن گهرن ۾ گهڙي، ڪنهن نه ڪنهن کي ڪٺي ٿي ويا، ۽ مارڪٽ ڪري، ڏوڪڙ وٺي ڇڏڻ جو ڌنڌو ٺاهي ڇڏيائون، تڏهن اسان کان به رهيو نه ٿيو. ڇگن مڙسن ته اهو ٿي چيو تـه جيئن بازارن ۽ منڊين ۾ سيٺي واپارين ۽ هٽائين ڳڏجي هر هفتي هڪڙي مقرر رقم حد جـي مغل چونڪيءَ تـي ٿي پهچائي، تيئن محلن ۾ بـه ائين ڪجي، ۽ هر چونڪيءَ جـي عملدار کـي مغل لشڪرين لاءِ هفتي جي آنڪي پري ڏجي. اسان نندن کي اها ڳالهه نه وڻي، ۽ اسان پنهنجون ٽوليون ٺاهي، محلن ۾ چونڪي ڏيڻ جو

بندوبست ڪيو ۽ حافظ بلال شهر جي ڪوتوال کي اهڙو چاڻ به
ڪري آيو....“

وريام ڳالهه ائين ٿي ڪئي، ڄڻ ته هو ڪنهن اچاتي ڪاوڙ
کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. سندس نرڙ تي هڪ دائمي
گهنڊ پئجي ويو. هن عمر ۾ اهو گهنڊ ڄڻ هن کي جوانيءَ جو داغ
ٿي مليو هو. هن هڪ اونهو ساهه کڻي ڳالهه کي اڳتي وڌايو.

”ڪجهه ڏينهن تہ ٺاپر اچي وئي. ٻن ٽئن هفتن تي مغل
لشڪري پنهنجي شڪار جي ڳولا ۾ نڪتا، پر اسان جي همراهن
کين ڪا حرڪت ڪرڻ ڪانه ڏني. ٽي چار جهڙپون به ٿيون، جن
۾ ٻنهي ڌرين جا ماڻهو ڌڪجي پيا. پر نيٺ جڏهن ڏٺائون تہ محلن
۾ ڪا کيچل ڪرڻ مهانگي ٿي پين تہ اچڻ جي پچر ڦٽي ڪيائون....
پوءِ اوچتو الائي ڇا ٿيو، جو مرزا پائنده بيگ، توشي خاني جي نائب
عامل کي ڪوتواليءَ جو منصب مليو، ۽ اڳيون ڪوتوال ڪنهن
تهخاني جي حوالي ٿي ويو. مرزا پائنده بيگ ايندي شرط ٻاهه ٻاري
ڏني آهي. سنڌين جي محلن ۾ اسان جون چونڪيون بند ڪيون
ويون آهن. اسان جي ويهارو کن همراهن کي راتو رات گهرن مان
اٿاري کڻي ويا آهن. ٻين جي پويان آهن. محلن جي ڇڱن مڙسن ۽
مکين کي چونڪين تي گهرائي بي عزتو ڪيو وڃي ٿو — ڇي، اوهان
سنڌين مغلن خلاف سازش ڪئي آهي. دهليءَ ڏي کي ارغون قيدي
پٺي موڪليائون، تن کي به ڪي سنڌي شاهينگ حملو ڪري ڇڏائي
ويا آهن، جيسين اهي هٿ نہ آيا آهن، تيسين جيڪي سنڌي جهليا
اٿن، سي ترنگ ۾ هوندا! ممڪن آهي تہ ٻين کي عبرت ڏيڻ لاءِ انهن
کي ڦاس تي ٽنگين. اسان جي پنهنجي چونڪيءَ ۾ اسين ڇهه ڄڻا
هئاسين. رات جي پيٽ ۾ هڪڙو گهوڙيسوار دستو محلي ۾ داخل
ٿيو. اٽڪل ويهارو کن مغل لشڪري ڄڻ جنگ لاءِ تيار ٿي آيا هئا.
اسين به سمجهي وياسون تہ اڄ خير ڪونهي.... دوبدو ٿيڻ سان ب...
ڪا هڙ حاصل نہ ٿئي ها.... سو اٽڪل سان مون ۽ هن ڏاترڏني هنن
کي پاڻ سان مصروف رکي، ٻين همراهن کي ٽري وڃڻ لاءِ اشارو

ڪيوسون. همراهه جڏهن صحيح سلامت نڪري ويا ته پوءِ اسان به رکيو ڪڙين تي زور...." ائين چئي وريام مرڪي ڏنو. پر ان مرڪ مان ظاهر هو ته هو پاڻ تي ڪلي رهيو هو.

"پر مغلن اسان جي پچر نه ڇڏي.... جڏهن بي ڪا واهه نه ڏٺيسون، تڏهن پيلي ڏانهن رخ رکيوسون.... پيو مڙئي خير. اجهو ائين اوهان تائين نڪتا آهيون...." وريام ڳالهه کي مختصر ڪندي چيو.

ڪچهريءَ ۾ ماٺ ڇانئجي وئي. ائين ٿي پاتيو، ڄڻ نه وڻ به گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويا هئا. اها ماٺ سيني ڪي ڏاڍي ڏکي پئي لڳي، پر ڳالهه به اهڙي هئي. مغل لشڪرين جي سنڌي محلن ۾ ڪهڙو پائيمال وڌو هوندو، تنهن کي خيال ۾ آڻي، سيني کي ماٺ لڳي وئي . پوءِ سانوڻ ئي ماٺ کي ٽوڙيو: "پوءِ ته مغل لشڪرين جوڪجهه بلو ڪرڻو پوندو.... ڀلا وريام ارغون قيدين جي باري ۾ ڪا سڌ؟"

"ڪجهه ارغون ڇوڪرا، جيڪي مدرسي ۾ ٿا پڙهن، تن جي واتان ٻڌجي ٿو ته اهو ڪم خود ارغونن جو آهي، پر نالو سنڌين جو پيا کڻن.... ارغون ۽ ترخان سڌو سنئون مغلن سان ڪنونسڻ ٿا گهرن.... گهڻن ڳالهين ۾ هو هڪ ٻئي سان همراهي به ڪن پيا.... آخر سيوهڻ، چانڊڪا ۽ بکر تي اڃا سنڌن راڄ آهي، جيتوڻيڪ آنڪي دهليءَ جي پيرين پيا. رڳو ٺٽو ئي آهي جتي مغل سڌوسنئون حڪم وينا هلائين.... ۽ هو ڀانئين ته مغلن کي ايترو بدنام ڪن جو دانهن دهليءَ تائين وڃي، ۽ شورشون ڪري مغلن کي زير ڪن، ۽ پوءِ دهليءَ ۽ آگري جي وڏي سرڪار کي سوکڙين پا ڪڙين سان راضي ڪري، سنڌن آنڪي پيري، ٺٽي تي وري راڄ ڪن. ڪجهه وقت تائين قصو هلي ته پوءِ شهنشاهه جو ڳٽ ڳچي مان لاهڻ سولو ٿا سمجهن."

سانوڻ ڪا گهڙي وريام کي گهوريندو رهيو: 'جيڪڏهن سنڌي نوجوان سياست جي اهڙي سمجهه رکن ٿا ته پوءِ اڃان به ڳالهه هٿان ڪانه وئي آهي. پر اهڙا وريام سنڌ ۾ آهن گهڻا؟!'

”ٻلا ھينئر جيڪڏھن ڪا شورش ڪجي تہ نتيجو ڪھڙو نڪرندو ... تني جي ماڻھن جو ساٿ ملندوسون يا نہ؟“ ھڪڙيءَ ڪنڊ مان ھڪڙي ھمراھہ ڳالھہ اٿلائي ٻئي پڙ ۾ وڌي.

”ادا، اھا ڳالھہ ڏاڍي ڏکي آھي.... نوجوانن مان تہ شايد ڪافي ساٿ ڏيندا، سواءِ انھن جي، جن جي مائٽن کي مغلن نوازيو آھي، ۽ ڪانئسن ان جي عيوض وفاداريءَ جا پروانا لکائي ورتا اٿن. ٻيا اھي جن ارغونن ترخانن — ۽ ھاڻ مغلن — سان سڱابنديون ڪيون آھن، سي بہ اسان جي ويجھو ڪونہ لڙندا. ھو ڏسندا تہ اسان جو پاسو زور آھي تہ وات ٽڪائي اسان سان ڪندا، پر جيڪڏھن مغل زور ٿيا تہ وڏي واڪي چوندا تہ سنڌي اڇي چِتا ٿيا آھن، ظل الاھي جي اسلامي حڪومت سان ٽڪر کائڻ بيوقوفي سان گڏ ڪفر آھي! ان لاءِ ھو چار آٿ ملان بہ اھڙا آڳيان آڻيندا، جيڪي سندن پٺڀرائيءَ ۾ فتوائون بہ جاري ڪندا. اسان جا ماڻھو ويچارا ھڪڙو تہ ستايل گھڻو آھن، ۽ سالن کان سک نصيب نہ ٿيو اٿن، ۽ ٻيو تہ ابوجھہ اھڙا آھن جو شل نہ ٻڌن تہ ڪنھن ملان فتويٰ ڏني آھي؛ اصل اھڙا ونئن ويندا چڻ تہ ڏٻريان ٿي ڌاريا آھن! اھي ماڻھو، جن کي واپار وڙي جون ڪوٺيون آھن، ۽ جن جا ٻلاوٽا سورت، دھلي ۽ آگري تائين آھن، يا جن کي بندرن جي اوڳاڙيءَ جا ٺيڪا آھن، سي مغلن جي چانئٺ جا اڳي بہ سلامي ھئا ۽ ھاڻ بہ ٿيندا. باقي رھيا ڪمي ڪاسبي، واڍا، لوھر، رازا، ڪوري، ھاري ناري؛ سي بلاشڪ اسان جو ساٿ ڏيندا؛ ھنن جو روز تہ الله تي آھي پر ھنن جو الله ۽ اسان جو الله سا ڳيو آھي!“

”منھنجو پنھنجو بہ اھوئي خيال آھي،.... پر ھن وقت مغلن ۽ ارغونن ۾ جيڪو جھيڙو آھي، ۽ خلق کي جيڪي آزار پھتا آھن، تنھن مان سمجھان ٿو تہ ھاڻ ڪجھہ نہ ڪيوسون تہ پوءِ ويل ھٿان نڪري ويندي. دوبدو مقابلي لاءِ شايد اڃا وقت کپي.... پر گھٽ ۾ گھٽ اھو تہ ڪجي تہ مغلن کي ترخانن جي حرفت جو چاڻ ڪجي جيئن اسان جي خلق تان ڪجھہ تہ بار جھڪو ٿئي....“

سانوڻ چڻ تہ پاڻ سان ڳالهائيندو ڳالهائيندو ڪنهن اونهي ٿيءُ ۾ پئجي ويو. سڀ همراهہ ماٺ ٿي ويا. هنن کي خبر هئي تہ جڏهن سانوڻ ائين، پنهنجي پاڻ ۾ غائب ٿي ويندو آهي تہ پوءِ.... تہ پوءِ ڪوچ ڪرڻ جي هلچل ضرور ٿيندي آهي.

جڏهن سانوڻ وري ڳالهايو، تڏهن ائين ٿي پانيو، چڻ هن ۾ ڪو نئون روح وارد ٿيڻ لڳو هو. هن جي آواز سان پابوهہ ۽ نرمي پڙ ڪري آڏامي ويئي! هو ڪجھ وقت پنهنجي همراهن کي، هڪ هڪ ڪري، هدايتون ڏيندو ويو، جن مان ڪجھ وريام کي، سمجھہ ۾ آيون، تہ ڪجھ بنهہ ڪونہ آيون.

اوچتو هن سانوڻ جو آواز ٻڌو، جنهن ۾ اهڙي حجت هئي، جيڪا فقط پنهنجن سان ئي ڪري سگهبي آهي، پر جنهن مان اها ڳالهہ بہ بکندي آهي تہ اها حجت حڪم جو درجو رکي ٿي.

”وريام، تو کي ۽ ڏاترڏني کي موتي تي وڃڻو پوندو....اهو ڪم توتي آهي تہ مغلن جي ڪٽن تي اها ڳالهہ پوي تہ شاهي قيدين کي سنڌين نہ، پر ترخانن ڇڏايو آهي.... ۽ شورش سنڌي نہ پر ترخان ڪرڻ وارا آهن.... ۽ اهو بہ تہ ترخانن جو وڏو لشڪر سيوهڻ کان ٺٽي تي چڙهڻ وارو آهي تہ جيئن خسروخان چرڪس، مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ ٺٽي تي قبضو ڪري!“

سانوڻ گهڙيءَ لاءِ وريام جي اکين ۾ نهاريندي، وري چيو:

”۽ وريام، ياڻو! سنڌ لاءِ رڳو بهادري نہ، پر عقل ۽ مت بہ ڪم آڻڻي پوندي....! هاڻ سنڌ کي پرتئو!“

وريام جي دل ۾ عجيب احساس ڪر موڙڻ لڳو تہ سانوڻ چڻ تہ هن کي اعتبار جي امانت ڏيئي ڇڏي هئي، ۽ ان امانت جي سنڀال ڪرڻ لاءِ هن کي جيڪڏهن پنهنجو ساهہ گهورڻو پيو تہ بہ سنڌ تان صدقي ٿيڻ جو بهانو ملي پوندو. ✱

رات جي ڪُڪ ۾ ڪهرام مچل هو. هري هري ٿي سمورا تارا ڄُهرندا جهڪا ٿيندا ويا. آماس جي اونده ۾ ڪا ٻاڪ ڦٽڻ لڳي هئي. نوري آسمان ۾ ا ڪيون وجهي، پرهه ڦٽڻ جو انتظار ڪندي ڪندي ٿڪجي پئي هئي، پر ننڊ هن جي نيڻن کان ڪوهين دور هئي. هن جون اکيون چڙ ته ننڊ وڃائي ويٺيون هيون. هن کي اونده کان ايترو ڊپ نٿي ٿيو، جيترو ننڊ کان! اونده هن کان پنهنجي جيجل کسي ورتي هئي، ۽ ننڊ هن کي انسانن جي اندر لڪل وحشي ٻگهڙن جي وجود کان واقف ڪيو هو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ هن جي اکين جيڪي ڏٺو هو، سو ٿوهر بڻجي هن جي ماڻڪين ۾ ٽنبجي پيو هو، ۽ جڏهن اکيون ٿڪجي بند ٿيڻ لڳنديون هيون ته وري ڪنهن نئين واردات کان آماڪ پٽجي ويندڻيون هيون. هن وري ڪڙندڙ جهڪي ٿيندڙ تاري جي مرندڙ ترورن جي پويان ڪجهه ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان وقت پر واري ڪٽ تان ايندڙ سڏڪن جي آواز هن کي ڇرڪائي ڇڏيو....

”امان جاني.... امان جاني!“ ننڍڙي ٻالڪ ننڊ ۾ سڏڪندي پڙ پڙ ڪئي.

هو پنهنجي کٽ تان اٿي، پر واري کٽ تائين آئي، ۽ ٻارڙي جي ڇاتيءَ تي ٿڦڪيون ڏنيون، هن کي سمهارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. پر هن جي اوپرن هٿن کيس هيڪاري جا ڳاٽي وڌو، ۽ وڏي آواز سان ڊڄڪڻ لڳو.

”امان جاني.... امان جاني!“

هن جي روئڻ تي، هن جي پر ۾ ستل نينگر به جاڳي پيو. نينگر اٺن نون سالن جي عمر جو هو، پر بدن ۾ اهڙو پريل هو جو

ٻارنهن تيرهن ورهين جو ڇوڪرات ٿي لڳو.

”ڪنيز، هن کي چپ ڪراءِ. اسان جي آرام ۾ خلل ٿو پوي! ۽ هن کي سمجهاءِ ته حضور مرزا قيصر بيگ جا شهزادا روئندا نه آهن!“ ڇوڪري پنهنجي آواز ۾، ننڍا ڪرائي هوندي به، رعب تاب آڻڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

نوري ڪا گهڙي هن کي ڏسندي رهي. هن پنهنجي ڪُوٺ جا ٻار به ڏٺا هئا، جيڪي روئندا به هئا، کلندا به هئا، کيڏ به ڪندا هئا، تنگ به ڪندا هئا، ڪپڙي لٽي پائڻ ۾ مائرن يا پيئرن کي تنگ به ڪندا هئا، هڪ ٻئي کي دڙڪا دهمان به ڏيندا هئا، کيڏندي کلندي ڪڏندي وڙهندا به هئا، پر منجهن هڪ خاص ڳالهه هوندي هئي، جنهن جو احساس هن کي فقط هاڻ ٿيو هو: منجهن معصوميت هئي، اڻ لکو پرمنهن تي ٻکندڙ ماڻهپو هو، هنن ۾ ٻاراڻي هئي جيڪا قدرتي هئي، جنهن کانسواءِ هوءَ هنن کي تصور ۾ به آڻي نٿي سگهي. ان جي برعڪس، هي به ٻار هئا، پر منجهن ٻاروتڻ نه هو، منجهن معصوميت بدران بناوت هئي، سندن کيڏ ۽ ضد به بناوٽي ۽ نرڇائيءَ وارو هو، هنن جي منهن مان ماڻهپو نٿي ٻکيو، سندن منهن تي ڪو به احساس قدرتي نه هو؛ جيڪي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي اڳيان به ٻار نه هئا. جيڪي پنهنجي ماءُ پيءُ جي اڳيان انگل ڪرڻ وقت به ٻار نه هئا. هي ٻار نوريءَ جي آزمودي جي دائري کان ٻاهر هئا. انڪري هو هنن کي سمجهڻ، سمجهائڻ ۽ پرچائڻ کان لاچار هئي.

ان مهل پري کان فجر جي ٻانگ جي صدا آئي ته ڇوڪرو هڪدم ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو.

”ڪنيز، اسين وضو ڪرڻ ٿا گهرون.... اسان حضور ابا جان کي ٻڌائڻ گهرندا سون ته سندن حڪم جي تعميل ۾ اسين ڪا به ڪوتاهي نٿا ڪريون، ۽ اسين نماز لاءِ هنن سان گڏجي هلڻ لاءِ تيار آهيون!“

نينگر جي آواز تي ٻارڙي اوچتو پنهنجو روئڻ بند ڪري ڇڏيو. نوري آئي ڏي ويئي رهي. نينگر جي وڏي آواز ڳالهائڻ تي، هڪڙو ڪاري ديو جهڙو حبشي اگهاڙي خنجر سان در ڪولي اندر

مليو آيو. هن نهايت خونخوار نظرن سان نينگر کي گهوريندي چيو:
”ڪنيز، هنن کي خاموش رهڻ سيکار، نه ته هنن سان گڏ تنهنجي سر
جو به خير ڪونهي!“

حبشي جي آواز ۽ اگهاڙي خنجر جي اولڙي هيڪاري
نوريءَ جو ساهه سڪائي ڇڏيو. هن ٿورن ئي ڏينهن اندر جيڪي
ڪجهه ڏٺو هو، ان هن کي سيکاري ڇڏيو هو ته اگهاڙو هٿيار پنهنجي
اَڄ لاهڻ ڪانسواءِ، واپس مياڻ ۾ موٽي نه ويندو آهي. حبشيءَ جي
ڙڪي ۽ خنجر چوڪرن کي به هيسائي ڇڏيو، ۽ هو ٻئي نوريءَ
کي چنبڙي پيا. روح هنن جي نڙگهٽ اندر ئي گهٽجندو رهيو. ٻئي
ٻار ڪرڙيءَ وانگر پئي ڪنبيا. وڏي ڇوڪري جو رعب تاب ۽
حشمت به پڙ ڪري آڏامي ويا.

نوريءَ به ڪنبندي، هيسيل آواز ۾ چيو: ”هاڻ هي نه روئندا؛
آءٌ هنن کي ماٺ ڪرائيندس. اوهين وري آواز نه ٻڌندا.“

حبشيءَ پهريون ڀيرو نوريءَ ڪي چتائي ڏٺو، ۽ الائي ڇو
هن جي دل پنهنجو ڌڪ گسائي وئي. يا الله، تو هن ڇوڪريءَ کي
ڪيڏو نه حسن بخشي ڇڏيو آهي. هن سوچيو ته هن سموري عمر
ارغون سردارن جي حرمن جي نگهباني ڪئي آهي، پر ههڙو حسن،
ههڙي سونهن، ههڙي دلڪشي هن ڪڏهن به نه ڏٺي هئي. ڇا غلام
به ايڏا دلڪش ٿي سگهن ٿا؟ هن کي بصري جي بازار ۾ وڪامڻ
وقت، پنهنجي ڏاڏي جا چيل لفظ ياد اچي ويا: ”اسين ڪوجها
انهيءَ ڪري آهيون، جو غلام آهيون. جڏهن غلاميءَ جا زنجير
ڪٽجي ٿا وڃن، تڏهن قومن ۾ حسن ۽ دلڪشي به موٽي ايندي
آهي!“

حبشيءَ جي اکين ۾ ڪو ڪنهنو ڏنڌ لهي آيو. هن کي اهو
وقت ياد آيو، جڏهن هن کي ٻين سان گڏ زنجيرن ۾ جڪڙي، جهاز
۾ سوار ڪيو هئائون. هن جهاز ۾ پنهنجي ساٿي غلامن سان پنهنجي
ڏاڏي جي ٻڌايل ڳالهه ڪئي هئي. هن جي ڳالهه جو هن جي ساٿين
تي عجيب اثر ٿيو هو. هنن مان ڪنهن چيو هو ته ٻوءِ ڇو نه اسين

ٻـــ آزادي مـائيون ۽ حسن ۽ دلڪشي مـائيون! ۽ پوءِ هن سيني گڏجي، جهاز تي بغاوت ڪري، آزادي حـاصل ڪري ورتي هئي. وڏهندي وقت هن کي ائين محسوس ٿيو هو، ڄڻ تـه سچ جا ڪرڻا هن جي رت ۾، پنهنجو سمورو حسن اوتي رهيا هئا. جيئن جيئن هو پنهنجي آقائن کـي ڪپيندو، ويندو، ڪيرائيندو ويو، تيئن تيئن هن جو اهو احساس وڌيڪ اونهو ٿيندو ويو ته هن جي بدصورتي هن جي جسم تـان، ڪنهن پراڻي کَـل وانگر لهندي ٿي ويئي، ۽ هڪ نئين خوبصورت کَـل ان جـي جاءِ وٺندي ويئي. سچ جـا ڪرڻا هن کي پنهنجو حسن بخشي رهيا هئا. هن جي ڪوجهائي تبديل ٿي رهي هئي.

جڏهن هن ۽ هن جي ساٿين جهاز تـي قبضو ڪري، آزادي حاصل ڪئي هئي، تڏهن جهاز جي عرشي تي بيهي، هن وشال سمنڊ مٿان سج جي ڪڙندڙ شعاعن کـي مخاطب ٿـي رڙ ڪندي چيو هو: ”اي سمنڊ، ڏس اڄ آءٌ ٻه تو وانگر آزاد آهيان! اي سج، ڏس اڄ آءٌ ٻه تو وانگر آزاد آهيان! ۽ آءٌ ايڏوئي خوبصورت آهيان، جيترو تون خوبصورت آهين!“ هـن کي پنهنجا سمورا ساٿي ايترائـي سهڻا لڳا، جيترو هو پاڻ سهڻو هو.

۽ پوءِ هنن گڏجي هڪ گيت ڳايو هو: جنهن جا لفظ، اڳ چاتل نه هوندي ٻه، پاڻمرادو هنن جي وڏڪرين چاتين مان، گونجي اٿيا هئا:

”سج سهڻو آهي،
— چاڪاڻ ته آزاد آهي!
سمنڊ سهڻو آهي،
— چاڪاڻ ته آزاد آهي!
پکي سهڻا آهن،
— چاڪاڻ ته آزاد آهن!
جبل سهڻا آهن،
— چاڪاڻ ته آزاد آهن!
ٻيلا سهڻا آهن،

— چاڪاڻ تہ آزاد آهن!
دريا سهڻا آهن،
— چاڪاڻ تہ آزاد آهن!
اسين سهڻا آهيون،
— چاڪاڻ تہ اسين آزاد آهيون!
— چاڪاڻ تہ اسين آزاد آهيون!"

پر پوءِ، جڏهن هو بصري پهتا، ۽ هنن جي آقائن ۽ خريدارن جي محافظ آقائن، پنهنجي ٻين غلامن ۽ لشڪرين جي مدد سان، هنن کي وري غلام بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن هو اٿين وڙهيا هئا، جڻ پهاڙ وڙهي رهيا هئا، جڻ سج وڙهي رهيا هئا، جڻ سمنڊ وڙهي رهيا هئا! هڪ هڪ تي هن جا ساٿي ڪرندا ويا۔ لشڪرين جي ڪتڪ ا ڳيان هي آ گرين تي ڳڻ جيترا، سنگن وانگر لڙجندا ويا!

جڏهن هن کي وري زنجيرن ۾ جڪڙي امير جي ا ڳيان آندائون، تڏهن هن کان پڇيو هئائون: "تو بغاوت ڇو ڪئي؟"

"غلام بغاوت ڇو ڪندا آهن؟" هن جڻ پاڻ کان سوال ڪيو هو۔

"اهوئي تہ تو کان پڇون ٿا تہ غلام ٿي ڪري تو ڇو بغاوت ڪئي؟"

"مون سونهن حاصل ڪرڻ ٿي گهري، ۽ مون ڏٺو آهي تہ آزاديءَ سان ڪوجهائي ختم ٿي ويندي آهي!"

۽ پوءِ هن کي هميشہ لاءِ ڪوجهو ڪرڻ لاءِ جڏهن هن جي مردانگي هن کان کسي ورتائون، ۽ کيس خواجہ سرا جو لقب ڏنائون، تڏهن هن کي هيڪاري وڌيڪ يقين ٿي ويو تہ آزادي سونهن آهي، آزادي مردانگي آهي۔ آزادي کسڻ سان انسانن کي هميشہ لاءِ اندران ٽوڙي ڀاهران، ڪوجهو بنائڻ آقائن جو دستور آهي!

۽ هن وري هن سنڌي غلام نينگريءَ ڏانهن ڏٺو: شايد

سندي واحد قوم آهن جيڪي غلام هوندي به سهڻا آهن! هن جي
دل چيو ته هن چوڏهينءَ جي چنڊ کان به خوبصورت وينگس کان
بچي ته تون غلام هوندي به ايڏي سهڻي ڇو آهين؟

۽ پوءِ هن خنجر وري پنهنجي مياڻ ۾ وجهي ڇڏيو، ۽
موريان چيائين "تون هن کي ماٺ ڪراءِ، نه ته...." هن جي دڙڪي
۾ هاڻ اها ڪاٽ نه هئي، اها خنجر جي اگهاڙي ڌار نه هئي، ۽ هو
اٿين ٿي، پڻ پڻ ڪندو ٻاهر هليو ويو.

نوري ڪا گهڙي، هن حبشيءَ کي ويندي ڏسندي رهي.
ٻپ کان هن جي بدن جي رڦٽي، جڏهن جهڪي ٿي، تڏهن هن وري
ڇوڪرن ڏانهن نهاريو، جيڪي اڃان تائين هن جي ٽنگن سان
چنبڙيا پيا هئا. هنن ٻارن سان هن جو ڪوبه رشتو ناتو نه هو، پر
تڏهن به حبشيءَ جي خنجر ۾، هنن جي موت جا امڪان ڏسي، هوءَ
ڏهلجي ويئي هئي، ڏڄي ويئي هئي، ۽ ڪهڪاءَ کان هنن کي پنهنجي
پاڪر ۾ پناهه ڏيڻ جو جذبو الائي ڪٿان ۽ ڪيئن هن جي دل ۾
پيدا ٿيو هو. اهو ان جي باوجود ٿيو هو ته اهي ڇوڪر مرزا قيصر
بيگ جا پٽ هئا، جنهن جي اشاري تي، هن جي ماءُ ۽ هن جا سوٽ
ماسات پالن جو ٻڪڙ ٿيا هئا. هن کي اها رات ياد آئي، جڏهن هن
جي ڳوٺ تي ڌاڙو لڳو هو........ ❋

هنن جي دنيا ڏاڍي مختصر، ڏاڍي مائيٽي، ڏاڍي ساڃهه واري هئي. اٺ ڏهه گهر مس هئا، جيڪي ڏاڏائي يا ناناڻي سڱ سان پاڻ ۾ موتين وانگر پوتل هئا. هنن جون خوشيون به ڳنڍيل هيون، هنن جا غم به ڳنڍيل هئا. هنن جون محبتون به ڳنڍيل هيون ته دشمنيون به ڳنڍيل هيون. رڳو ننڍين نيتن جي دشمنين ۾ هڪڙي نئين دشمنيءَ نئين سر منهن ڪڍيو هو، اها دشمني هئي مغلن جي خلاف. اها دشمني هڪ اڳين دشمنيءَ جو نئون روپ هئي. اڳين دشمني ترخانن لاءِ هئي، ۽ هاڻ ان جو روپ مغلن جي دشمنيءَ ورتو هو. پر اها دشمني به ڇڙ ته ذاتي به هئي خانداني به: جنهن ۾ اها ڳالهه وڏيڪ نمايان هئي ته جڏهن به ترخانن يا مغلن جي ڳالهه نڪرندي هئي ته پنهنجا ذاتي جهيڙا جهٽا ۽ تڪرار ختم ٿي ويندا هئا.

نوريءَ کي ياد آيو ته سندس ماسات خيرل جي گهوڙي، ”چنبيليءَ“ جي هاڪ سڄيءَ سنڌ ۾ ڦهليل هئي. ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو رڳو گهوڙيءَ کي ڏسڻ لاءِ اچي مهمان ٿيندا هئا، ۽ پوءِ اوطاقن ۾ گهوڙن جي نسلن — ۽ خاص طرح سنڌ جي گهوڙن — تي سگهڙ سچيون سچيون راتيون پيا بيت ۽ پروليون ڏيندا هئا. سڪندر جي گهوڙي ”بوسيفل“ کان دولهه دريا خان جي گهوڙي ”ملوڪ“ تائين، گهوڙن جا شجرا بيتن ۾ بيان ٿيندا هئا. خيرل ته پنهنجي گهوڙيءَ جو ست جنتي گهوڙن کان به مٿاهون پائيندو هو، ۽ جڏهن هو ٺٽي جي پير سڪندريءَ واري گوٺ ڪٿي آيو، تڏهن ته هيڪاري هن جو مان ايڏو مٿاهون ٿيو، جو ماڻهو پوڄ ڪري چوندا هئس ته خيرل ته شايد شادي به چنبيليءَ سان ڪندو، جو رات ڏينهن پيو چنبيليءَ جي ٽهل ٽڪور ڪري!

پوءِ جڏهن ٺٽي جي عامل جا ماڻهو شهنشاهه جهانگير لاءِ گهوڙي ڏسڻ آيا، تڏهن ته هنن جو ڳوٺ ڇڙ ته سنڌ جو مرڪز بڻجي ويو. سيوهڻ مان ترخانن، بکر مان سيدن، ۽ چانڊڪا مان اميرخانين ايلچي موڪليا ته گهوڙي اسان کي ڏيو ته شهنشاهه کي پيش ڪريون: قيمت جيڪا خيرل چوندو، سا کيس ملندي. ٺٽي جي عامل ته پنهنجو خاص ماڻهو ـ قيصر بيگ ـ موڪليو ته گهوڙي ڪاهي اچي. خيرل اصل، ڪنهن جي ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار نه هو. ڳالهه ڪا وڃي لاهور پهتي. جهانگير جا خاص ماڻهو گهوڙي ڏسڻ آيا. وڏي دربار لڳي. پنوهرن جي چڱي مڙس جنهن اهو مامرو پنچائت جي اڳيان اچلي وڌو، ته به خيرل اصل 'ها' نه ڪئي. پنهنجي پير مرشد سائين چڱي ڏني شاهه جو به چيو نه ڪيائين. نيٺ ٺٽي جي عامل مغل سپاهين جو شاهي دستو موڪلي ڏنو ته خيرل قيمت وٺڻ تي راضي نه ٿئي، ته گهوڙي زوريءَ ڪاهي اچن.

ان رات سڄي ڳوٺ جو ساهه مُٺ ۾ هو. چوڌاري ڳوٺ کي مغل لشڪرين گهيرو ڪري ورتو هو. ڪنهن کي به ڳوٺ مان ٻاهر نڪرڻ جي اجازت نه هئي. نه وري ڪو ڳوٺ ۾ اندر داخل ٿي ٿي سگهيو. خيرل کي سمجهائڻ لاءِ وري پنچائت ويٺي. مرشد جو خليفو ڀاڻ به هلي ملي آيو مغلن جي سفارش لاءِ: پر خيرل وٽ گهوڙو ڀڙڻ نه ڏنو. مغلن دڙڪو ڏنو ته اسين ڳوٺ کي باهه ڏيئي، حملو ڪري، گهوڙي ڪاهي وينداسون! پر ان جو خيرل تي اثر خيرڪو ٿيو. هن فقط ايترو ئي چيو ته "گهوڙي منهنجي آهي، زوريءَ يا لالچ سان گهوڙي هرگز نه ڏيندس!"

مغلن کي ڪاوڙ ته ڏادي هئي. هو سنڌ جا حاڪم هئا، سنڌي هنن جي رعيت هئا. رعيت جي اها مجال جو پنهنجي وٿن کي، مغلن جي حڪم جي باوجود، سندن خدمت ۾ پيش نه ڪن! پر چيائون ٿي ته گهوڙيءَ جي هاڪ ٻڌي خود ملڪه اعظم نورجهان ضد ڪيو هو ته گهوڙي کيس پيش ڪئي وڃي.

جڏهن پنچائت جي فيصلي تي به خيرل نه بيٺو، تڏهن مغلن

آخرڪار گهوڙي زوريءَ ڪاهڻ جو فيصلو ڪيو. سؤ کن مغل لشڪرين، نما شام جو، ڀالا آلاريندا ڳوٺ ۾ داخل ٿيا. هنن جي اڳيان ڪابه رنڊڪ نه هئي. مغل ڪجهه شڪيا ته ضرور ڪيا ليڪ زٿيل هئي. هنن جي تجربي هنن کي ٻڌايو هو ته ڪنهن به سنڌي ڳوٺ تي چڙهڻ سولو نه هو. ننڍا نينگا جوان مٺي مارائي ڪانسواءِ ڳوٺن تي قبضو ڪرڻ نه ڏيندا هئا. تعداد ۾ ٿورا هوندي به اٺين وڙهندا هئا، جڻ بڪٽي شينهن پنهنجي چڙ جي حفاظت ٿي ڪئي. پر اڄ ڳوٺ جا سڀورا مرد پنهنجي پنهنجي ويڙهي اڳيان خاموش بت بڻيا ويٺا هئا. ڪنهن به مغلن سان اٽڪڻ جي ڪوشش نه ڪئي، ۽ هو سڌا اچي خيرل جي ڪڙهه تي ويٺا. خيرل جي ڪڙهه ۾ به مڪمل ماٺ هئي. خيرل به آتي ڪونه هو، نه ئي ڪو سندس سنگتي ساٿي موجود هو. البت چنبيلي آتي موجود هئي، پر سندس خوبصورت منڊيي، ڏڙ ڪان ڏار هئي.....!

مغل جيئن آيا، تيئن واپس وريا. هنن کي سنڌين جو هيءُ ضد ٻنهه سمجهه ۾ نه آيو. شهنشاهه جي حڪم تي خيرل کي اشرفين جي خرزين جي آڇ ڪئي وئي هئي، پر خيرل اشرفين جي خرزين وٺڻ بدران پنهنجي اهڙي سونهاري گهوڙيءَ کي پنهنجي هٿن سان ڪهي ڇڏيو. هي سنڌي پڪ ئي پڪ عقل جا انڌا آهن! پر هاڻ هو نورجهان بيگم کي ڪهڙو جواب ڏيندا؟ ان تي سوچيندا، مغل موٽي ويا!

ان جي ٽئين ڏينهن ڳوٺ تي ڏاڙو لڳو. ٻٺون ٻڌل ويهارو مڙسن جو، ڳوٺ تي ڪاهي آيو. گهوڙن جي هڪارن، کهاڙين، ڀالن ۽ ٻرڇين جي آوازن تي نوري ۽ سندس ماءُ ڇرڪ ڀري اٿي ويٺيون هيون. نوريءَ جي اکين آڏو، هڪڙو ڀالو ماڻس جي ڇاتيءَ کي چيهون چيهون ڪندو ويو، ۽ هن جي جيجل ماءُ جي وات مان ڪلمو به چيرجي نڪتو هو. هوءَ ٻوڙي ماءُ تائين آئي، ۽ ڪٿي ڪيس ڀاڪر ۾ ڀريائين: ”امان.... منهنجي جيجل امان!“ هوءَ سڏڪن سان ماءُ کي هنج ۾ لوڏيندي رهي. پر ٻوهه هڪڙي مڙسالي هن جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي، هن کي ڇڪي اٿاريو، ۽ ٻئي هٿ سان خنجر

جي ڇھنب ھن جي نڙيءَ تي ڪٽي رکيائين. ان وقت بہ ھن کي پنھنجي مرڻ جو ڪو خيال نہ ھو. ھن چڪ ڏيئي، پاڻ ڇڏائي، وري پنھنجي ڄڄل ڏانھن موٽڻ تي گھريو. ان چڪ ۾ ھن جي نڙيءَ ۾ خنجر جي ڇھنب سان ڇھڪ اچي ويو، ۽ رت لار ڪري، ھن جي چولي کي ڀسائڻ لڳو. پر ھن کي ان زخم جو بہ ڪو احساس نہ ٿيو. ھن جو دماغ ھر احساس کان وانجھو ھو، سواءِ ان احساس جي تہ ھن جي منڙي امڙ ھن جي اکين اڳيان، ڪُسي وئي ھئي. ھن وري ماءُ ڏانھن رومڙ ڪئي، ۽ ائين ڪندي ھن مڙسالي جي ھٿ ۾ خنجر آيو ٿيندي، پاڻ ڏانھن ايندو ڀانيو، پر ان وقت پريان ڪنھن فارسي ۾ رڙ ڪري ڪجھ چيو، جيڪو ھوءَ سمجھي نہ سگھي. آلاريل ھٿ روڪجي ويو. خنجر مياڻ ۾ ھليو ويو، ۽ ان جي بدران، ھن مڙسالي، ھن جي وارن کان ڇڪي، ھن جي منھن ۾ ڏٺو. گھڙيءَ لاءِ، ھن جي ھيسيل اکين، انھيءَ مڙسالي جي منھن ۽ اکين ۾ نھاريو: ٻٽ ٻڌل ھجڻ ڪري، فقط ھن جون اکيون ئي نظر آيون. انھن اکين ۾ ديد ڪنھن بگھڙ جي ديد ھئي: انسانن جي اکين ۾ ھن ڪڏھن بہ اھڙي ديد نہ ڏٺي ھئي. شيرين اکين جي وچ ۾، نيرين پتلين ۾، رت جا ڏورا ڄڻ ٻاھر نڪرڻ تي ھئا. انھن اکين ۾ جيڪي ڪجھ ھو، تنھن کي ڏسي ٿھريون پيرو نوريءَ جي نس نس ۾ ٻڀ ويڙھجي ويو، ۽ ھوءَ ان ٻڀ کان ٿڙڪڻ لڳي. ڪنھن اڃاتي آمالڪ احساس ھيٺ، ھن مڙسالي کي ڌڪو ڏنو. ھو آٽڙجي پويان ڪريو، ۽ ھوءَ دروازي ڏانھن ڀڳي. پر در تي ٻئون ٻڌل بہ ٻيا مڙسالا، خنجر ھٿن ۾، ڄڻ ھن جي انتظار ۾ بيٺا ھئا. آن وقت نوريءَ ٿھريون پيرءَ رڙ ڪئي، اھڙي رڙ، جيڪا ھوءَ ڪيچ وقت تائين وساري نہ سگھي. اھا رڙ، ھن جي روح مان روڙجي نڪتي. ان رڙ ۾ ڪي بہ لفظ نہ ھئا، پر اھا رڙ سڄي ڳوٺ جي رڙ ٿيڃي ٻُرڻ لڳي.

ھن جي ٻنھي ٻانھن کي رسي سان ٻڌي، ھن جي ڇيلھہ ۾ بہ ڪٽي رسو ٻڌائون، پر ھن ائين ڀانيو ڄڻ تہ ھن جو سڄو بدن ساڻو ۽ سُن ٿي ويو ھو. ھن کي ڪنھن بہ ايذاءَ جو احساس نہ ھو. ھن جي

ٻچيءَ جي زخم ۾ رڳو ڏنئون ڏنئون پئي ٿي، پر ان ۾ به ايذاءَ جو احساس نٿي پائيائين. هاڻ ته هن کي پنهنجي مٽي جيجل به ياد نه هئي. جيڪڏهن ڪو احساس هوس ته اهو ته پراين مڙسالن جي اڳيان هوءَ مٿي اگهاڙي هئي، ۽ هن جي ڇاتي گنديءَ سان ڍڪيل نه هئي، ۽ رکي رکي اهي پرايا مڙسالا هن کي گهور پائي ڏسندا ٿي رهيا، پاڻ ۾ سُس پُس ڪندا ٿي رهيا، جن جي ٻولي هن نٿي سمجهي. ڌارين جي انهن اگهاڙين نظرن ۾، هن پاڻ کي ننگو ٿي محسوس ڪيو. جڏهن هڪڙي مڙسالي هن کي ڪلهن وٽان کڻي گهوڙي تي ويهاريو، تڏهن ته هيڪاري هن جو اهو احساس ڪيس وڍيڪ کائڻ لڳو. گهوڙي تي وهڻ کان ڪجهه وقت کان پوءِ به، هن کي اهي ڌاريان هٿ پنهنجي بدن ۾ کتل ٿي محسوس ٿيا.

جڏهن هن کي نٿي آندائون ۽ قيصر بيگ جي سامهون، سندس رسا کوليائون، تڏهن هن سندن گفتگوءَ جو فقط هڪڙو لفظ سمجهيو، جيڪو قيصر بيگ، هن جي ڪاڏي مٿي ڪندي، سندس منهن ۾ گهوريندي چيو: ”سبحان الله!“

جڏهن ٻيا هليا ويا، تڏهن وري قيصر بيگ، آٿي بيٺو، ۽ ڪڏهن پري کان، ڪڏهن ويجهو اچي، هن کي جاچيندو، نهاريندو رهيو. هن جي منهن تي سرهائيءَ سان گڏ حيرت به هئي، ۽ هن وري هڪڙو ٻيو چيو: ”سبحان الله!“ ٿوري دير کانپوءِ تاڙي وڄايائين ته هڪڙي هن جيڏي ڇوڪري، اندر اچي ادب سان بيهي رهي. قيصر بيگ هن کي فارسيءَ ۾ ڪو حڪم ڏنو، ۽ هن ڇوڪريءَ فقط ”بلي آقا!“ جا لفظ اچاريا.

ڇوڪريءَ هن کي پاڻ سان هلڻ جو اشارو ڏنو، ۽ هوءَ ٻنهي ڪجهه سمجهڻ جي هن سان گڏ هلي آئي. هوءَ هن کي هڪڙي سجايل ڪمري ۾ وٺي آئي. هن سچي ڄمار اهڙو ڪمرو ڏسڻ ته ڇا تصور ۾ به نه آندو هو. هتي ته هر شئي ڄڻ بخمل ۽ ريشم جي ٺهيل هئي. پٽ تي غاليچو وڇايل هو، جنهن ۾ هن جا پير اندر گهڙندا ٿي ويا، ۽ هوءَ ٿاٻڙجندي بچي. سامهون هڪ شاهي پلنگ تي ڪيمخواب

جي طول ۾ ماڻي تي ٽمڪ ڏيو، هڪ ماڻي وڇايل هئي. هن جو سمورو بدن گلابي ريشم جي ٻهراڻ سان ڍڪيل هو، جنهن مان هن جو بدن ڀٽي نظر آيو. ٻه ننڍيون ننڍيون ڇوڪريون، هن جي پلنگ وٽ، گوڏا کوڙيو ويٺيون هيون. پلنگ جي سيراندي ڏانهن، هڪڙي ٻي جوان ڇوڪري، ريشمي جهالر وارو پکو جهلي رهي هئي.

هن جي اچڻ تي، ماڻيءَ رڳو اک جي اشاري سان هن سان گڏ آيل ڇوڪريءَ کان ڪجهه پڇيو. ڇوڪريءَ فارسيءَ ۾ ڪجهه چيو، ادب سان ٻوٽني هٿي ٻيهي رهي. ان وقت ماڻي آئي ويهي رهي ۽ گهور ڪري هن کي ڏسڻ، جاچڻ لڳي. هن جي اکين ۾ ڪابه سرهائي نه هئي، البت حيرت ضرور هئي. اوچتو ماڻيءَ ڪجهه چيو، پر نوريءَ کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. ماڻيءَ هيٺ ويٺل ڇوڪرين مان هڪڙيءَ کي ڪجهه چيو. هن ڇوڪريءَ هن ڏانهن منهن ڪري چيو: ”خانم پڇي ٿي ته فارسي نٿي اچئي ڇا؟“ هن رڳو ڪنڌ ڌوڻي نهڪر ڪئي.

”نالو ڇا اٿئي؟“

هوءَ منجهي پئي. هن کي ڇا ٻڌائي ته فقط چار پهر اڳ هوءَ نوري هئي، جنهن جي هڪ ماءُ هئي، جيڪا هن کي ايترو پيئندي هئي، جو ڇڻ ڪيس دل ۾ جاءِ ڏيڻ ٿي گهريائين، جنهن جو هڪ پيءُ هو، جيڪو هن جي وک وک تان پلهار ٿيندو هو، هن کي پنهنجا سوٽ ماسات هئا، جن سان انگل آرا ڪري، هوءَ ڏينهن رات وساري وهندي هئي، هن جو پنهنجو ڳوٺ هو، جنهن جا لا ڪيئا ماڻهو پيار محبت ۽ ماڻهپي کانسواءِ ڪجهه ڪين ڄاڻندا هئا. اڄ هوءَ اها نوري ته ڪانه هئي. اڄ هوءَ ٻانهياڻي هئي، جنهن جو سڀڪجهه لٽجي چڪو هو. هوءَ ڪيئن چوي ته هن جو نالو نوري هو! نوري نالو ته انهن سمورن رشتن ناتن جو نالو هو. انهن کانسواءِ ته هوءَ ڪجهه به نه هئي.

هن ڪوبه جواب ڪونه ڏنو.

”تون گونگي آهين ڇا؟“

هن وري به ڪو جواب ڪونه ڏنو.

مائيءَ جي نظر هن کي گهوريندي رهي، ۽ پوءِ هن ڇوڪريءَ کي وري ڪجهه ٽڪڙو ٽڪڙو ڇيو.

هوءَ ڇوڪري وڏي هن وٽ آئي، ۽ ڪاڏيءَ کي مٿي ڪري، هن جي ڳچيءَ تي زخم کي ڏٺائين. هن جي چولي جو ڇاتيءَ واري سڄو حصو ڇهڇ ڳاڙهي رت سان رڱيو ٿي، هن جي بدن سان چنبڙي پيو هو.

”آئي، تنهنجي ته سڄي سسي وڏي پئي آهي!“

ان وقت جيڪي ڪجهه هن سان ٿيو هو، هڪ واچوڙي وانگر هن جي اکين، پرن ۽ لوٽن ۾ پوسرڻ لڳو. هڪڙو سڏڪو هن جي اندران، الائي ڪٿان، ڪنهن اونهائيءَ مان اٿيو، ۽ هن جي ڳچيءَ جي زخم ۾ ڦٽڪڻ لڳو. هن جي اکين اڳيان ڪارا ڳاڙها ساوا ٽرورا، پاڇولن وانگر ترڻ لڳا، ۽ انهن ترورن ۾ هن کي پنهنجي جيجل ماءُ جي پالي سان ڇچريل سسي نظر آئي. هن جي مغز ۾ ڀرين رڳو هلڪي گهومات محسوس ٿي، ۽ هن هٿ وڌائي، ڇوڪريءَ جي ڪلهي کي جهلي، پاڻ سنڀالڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هوءَ پوءِ به پاڻ سنڀالي نه سگهي، ۽ اتي ئي ڍرڪي پئي ۽ ڏنڊڇي ويئي.

جڏهن هوءَ هوش ۾ آئي، تڏهن هن ائين سمجهيو ته هوءَ ڪنهن اهڙي هنڌ پئي آهي، جتي مختلف پکي چرچر لاءِ ويٺا آهن، اهڙا پکي جن جون لاتيون هن لاءِ بلڪل اوپريون هيون. هري هري ٿي، هن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته اهي پکي نه، پر زائفائون هيون، جيڪي اوپري ٻوليءَ ۾ ڪنهن ڳالهه تي بحث لايو ويٺيون هيون. جڏهن هن اکيون کوليون، تڏهن هن جي ڀرين نظر آن ڇوڪريءَ تي پئي، جنهن هن سان سنڌي ڳالهائي هئي. ڇوڪريءَ به هن کي سڃاڻپ ٿيندي ڏسي ورتو، ۽ هوءَ ٽپ ڏيئي اچي وٽس ويٺي.

”مائي، اسان ته سمجهيو ته هاڻ وڃي الله کي پرتيئن!“

”توهين ڪير آهيو؟“ هن جهيڻي آواز ۾ پڇ پڇ ڪئي. هن جي آوازتي سموريون ڇوڪريون اچي هن جي کٽ تي ڳاهٽ ٿيون. هن اهو ڀانيو ته هو هن کي عجب نظرن سان ڏسي رهيون هيون:

انهن نظرن ۾ حسد هو، نفرت هئي، حيرت هئي، پر هڪ اڻ ـ لکي حسرت به هئي.

”اسين حضور مرزا قيصر بيگ جي حرم جون ڪنيزون آهيون!“ سنڌي ڳالهائڻ واري ڇوڪريءَ چيو.

”ڪنيزون ڇا ٿينديون آهن؟“

”ڪنيزون؟.... ها، شايد سنڌيءَ ۾ انهن کي ٻانهيون چئبو آهي.“

”ٻانهيون ته راڻين وٽ هونديون آهن....“ هن کي ياد آيو.

”ها، راڻين وٽ به ٿينديون آهن....!“ ڇوڪري پاڻ به منجهي پئي.

”پوءِ اوهين ڪيئن ٻانهيون ٿيون....؟!“ هن معصوميت منجهان سوال ڪيو.

ڪا گهڙي هوءَ نينگر چپ ٿي ويئي. هن جي اکين ۾ هڪ عجيب ڏک جو پاڇولو لهي آيو: ڄڻ هن کي ڪا ڳالهه ياد اچي ويئي.

”حضور مرزا صاحب اسان کي قنڌار جي بازار ۾ خريد ڪيو هو .... سو هاڻ اسين هن جي ملڪيت آهيون. جيڪي ائين وڪامنديون آهن، تن کي ڪنيزون چئبو آهي!“

هن ڪان چرڪ نڪري ويو. هوءَ املاڪ آٿي ويهي رهي.

”ڇا بازارن ۾ ماڻهو به وڪامندا آهن؟ انسان انسانن کي ڪيئن وڪڻندا هوندا؟!“ هن ڄڻ پنهنجي پاڻ ڪان سوال ڪيو.

هن نوريءَ کي چتائي ڏٺو پر هن جي اکين ۾ بي اعتباريءَ معصوميت کانسواءِ ڪجهه ڪونه هو. هن سوچيو ته هن کي ڪيئن سمجهائي سگهندي. هن جي ٻوليءَ ۾ شايد اهڙا لفظ ٿي نه هجن، جنهن سان هوءَ پنهنجو مطلب هن کي سمجهائي سگهي. پر پوءِ هن کي هوريان هوريان غاصبن ۽ سوداگرن، جنگين ۽ مال غنيمت جا داستان ويهي ٻڌايا. هيءَ ان زماني جي ڳالهه هئي، جڏهن هڪڙن انسانن جو پورهيو، ٻين انسانن جي ملڪيت بڻجي ويو، ۽ انساني رشتن ۾ آقا ۽ غلام جو تصور پيدا ٿيو، ۽ پوءِ جڏهن انسانن انهيءَ نئين رشتي، نئين تصور کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن

ٽئين طاقت جي نشي ۾ چور آقائن، چند سڪن، چند غلامن، چند ڪنيزن جي ڏڪڻا ڏيئي، پنڊتن، پروهتن، پادرين ۽ مُلن کان اهڙا فتوي ورتي، اها سَند حاصل ڪئي ته انسان ازل کان آقا ۽ غلام جي رشتي ۾ ٻڌل آهي، ۽ انهيءَ رشتي کي قائم رکڻ ۾ ئي خدا جي خوشنودي آهي. انهيءَ تصور جا مخالف خدا سان بغاوت جا ڏوهاري آهن. هنن جي سزا ٽياس تي ٽنگجڻ آهي. جڏهن ٽياس تي ٽنگجڻ وارا گهٽجندا ويا، تڏهن انهيءَ ٽئين رشتي ڦهلجڻ شروع ڪيو، ۽ هڪ ماڻهوءَ کان هڪ ڪٽنب، هڪ ڪٽنب کان هڪ قوم ٽئين آقائن ۽ غلامن جي ورهاست ٿيڻ لڳي. انسان وڪامڻ لڳو، ۽ انهيءَ وڪري جو ڪٿيو ڪائيندڙن وري به پنڊتن، پروهتن، پادرين ۽ ملن جي فتوائن جي مدد سان فاتح ۽ مفتوح، حاڪم ۽ محڪوم قومن جي ٽئين رشتي جو نئون سرشتو قائم ڪيو. جيڪو ڏاڍو سوگابو ٿي نه ويو، پر ان گابي کي ڏائڻ وارن هميشه ڏاڍن جو ساٿ ڏنو. ائين جڏهن يونانين ايرانين کي فتح ڪيو ته ايراني غلام ۽ ڪنيزون بازارن ۾ وڪامڻ لڳا. جڏهن عربن ايران ۽ سنڌ کي فتح ڪيو، تڏهن بغداد ۽ دمشق جي بازارن ۾ ايراني ۽ سنڌي غلام ۽ ڪنيزون وڪامڻ لڳا. جڏهن تاتارين بغداد کي تاراج ڪيو، تڏهن عرب غلام ۽ ڪنيزون وڪاڻيون ۽ پوءِ جڏهن شهنشاهه هند جي نالي ۾ قنڌار کي مرزا غازي بيگ تاراج ڪيو، تڏهن هوءَ پنهنجي سموري قبيلي جي نوجوان ڇوڪرين سان گڏ قنڌار جي بازار ۾ ارغون سوداگرن جي هٿ وڪاڻي، فقط ويهن اشرفين جي عيوض! ۽ پوءِ هن کي ٺٽي جي بازار منجهان مرزا قيصر بيگ چاليهن اشرفين ۾ خريد ڪيو هو، ۽ هوءَ هاڻ هن جي حرم جي ڪنيز هئي! هن جي جسم، جان ۽ روح جو مالڪ مرزا رستم بيگ هو. جيئن وڻيس، تيئن هن کي هلائي، جيئن وڻيس، تيئن هن کي استعمال ڪري!

”۽ شڪر ڪر ته توتي فقط اهو ڪم آهي ته تون خانم جي خاص ڪنيز آهين، ۽ تنهنجي حوالي، حضور جي فرزندن جي خدمت

چاڪري آهي! جيڪڏهن هن ڪنهن کي خوش رکنديئن ته انعام اڪرام سان نوازيئن. پر جيڪڏهن ڪا شڪايت ٿي ته پوءِ تنهنجي ڪلا سلامت نه هوندي!"

"ته ڇا نئين ۾ به بانهين جي بازار آهي، جتي زائفائون وڪامن ٿيون؟!" نوريءَ کي اعتبار ئي نٿي آيو.

"هائو، هاڻ ته ارغون سوداگرن سان گڏ مغل سوداگر به غلام ۽ ڪنيزون وڪڻڻ نئين ايندا آهن، ۽ وڏا واڪ لڳندا آهن...." ڪنيز هن کي يقين ڏياريو.

"زائفائن سان گڏ مڙسالا به وڪامندا آهن ڇا؟" هن جي حيرت جيئن پوءِ تيئن وڌندي ويئي.

"تون ته صفا ڪا ڀالي ڀولي آهين. ها، هي ڪارا ديون جهڙا خواجه سرا، ۽ گهرو ساقي به ائين ئي وڪامندا آهن، جيئن اسين وڪامنديون آهيون.... تون پنهنجو سوچ ته حضور مرزا صاحب تو کي پاڻ وٽ ٿو رکي يا بازار ۾ نيلام ٿو ڪري. يا وري سوکڙيءَ طور ٺٽي جي عامل مرزا رستم بيگ کي ٿو ڏيئي.... مرزا رستم بيگ وٽ وئينءَ ته پوءِ.... ته پوءِ...." ڪنيز ڳالهه ڪائي وئي.

"ته پوءِ ڇا؟" نوريءَ کان رهيو نه ٿيو، ۽ سوال ڪري ويئي. هڪ نئون ڊپ هن جي سنڌ سنڌ ۾ اوتجي آيو.

"ڏس نه، ڪنيزون مالڪن جي ملڪيت آهن، هن جي حرم ۾ شامل آهن. مالڪ جيڪي وڻين، سائن ڪن. جيڪڏهن ڪو آقا خدا ترس آهي، شريعت جو پابند آهي ته پوءِ ڪنيزن مان ٿيندڙ ٻارن کي به نوازي ڇڏيندا آهن!" ۽ پوءِ آواز کي جهڪو ڪندي چيائين: "اسان جو آقا مرزا قيصر بيگ به حضور آنجهاني مرزا باقيءَ جو، هڪ ڪنيز مان ڄاول اولاد آهي ۽ هن کي جيڪا عزت ۽ مرتبو مليو آهي، سو به انهيءَ ناتي جي ڪري....! پر تون ڪو فڪر نه ڪر، حضور مرزا صاحب جن ڪنيزن سان گهٽ دلچسپي ٿا رکن!" ۽ پوءِ هن وڏو ٽهڪ ڏنو. هن جي ٽهڪن ۾ ٻيون ڪنيزون به شامل ٿي ويون.

”پر هاڻ تون پنهنجي ناري ۾ ٻه ته ڪجهه ٻڌاءِ.... تو جهڙي چوڏهين جي چنڊ کي شهنشاهه هند جي حرم کي سينگارڻ گهرجي. تون هتي ڪيئن؟ ۽ هي زخم توکي ڪيئن لڳو؟“

هن جڏهن سڏڪي سڏڪي سڄي روداد ڪنيزن کي ٻڌائي، ڏٺائين هن ڏئو ته هنن جي اکين ۾ ٻه لڙڪ هئا. ڪا گهڙي ماٺ ٿي وئي. ۽ پوءِ سنڌي ڳالهائيندڙ ڪنيز، هن کي ڀاڪر پائيندي چيو:
”ڀيڻ، غلام قومن سان ائين ٿيندو آهي.... توسان جيڪي ٿيو آهي، اهو اسان مان هرهڪ سان ٿي چڪو آهي. تو ته رڳو پنهنجي جيجل وڃائي آهي، اسان جي اکيان ته اسان جا سمورا قبيلن جا قبيلا، پيءُ ماءُ، ڀائر، ڀينرون، پوڙها، ابهم ٻارڙا— ائين ترارين ۽ ڀالن جو ٻڪ ٿيا آهن. اسان ايترو خون وهندي ڏٺو آهي، اسان جي اندر جي انسان تي ايترا گهاو رسيل آهن، جو هڪڙو هڪڙو گهاءُ هڪ داستان ٻڌجي سگهي ٿو. تنهنجي ڳچيءَ تي خنجر جو چهڪ آهي، پر اسان جي ته روح ۾ هزارين خنجرن جا چهڪ آهن....“

هوءَ ڳالهائيندي رهي. آواز ته هن جي ڪن مان نه، پر هن جي ڇچريل روح مان ٿي نڪتو. هن جي اکين مان لڙڪ ساوڻ جي مينهن وانگر پئي ڇميا. پر هن جي روئڻ ۾ ڪوبه سڏڪو نه هو، ڪابه اوچنگار نه هئي— فقط هڪ رڙ هئي، هڪ دهڪندڙ چيٽ هئي، جنهن کي ڪو آواز ڪونه هو، فقط لهس هئي، فقط احساس جي چٺنگ هئي، جيڪا هن جي لڙڪن سان به اُجهامي نه سگهي.
نوريءَ کي پنهنجو غم به چڻ وسري ويو. هيءَ هڪ نئين غم جو احساس هو: ٻاڳي ٻانيوار غم جو احساس، شريڪ غم جو احساس!

هن هڪ ٿڌو ساهه کڻي چيو: ”مون ته الائي ڇا ڇا ڏٺو، پر هن کي ڏس!“ هن پنهنجي ڀر ۾ ويٺل هڪ ڪنيز کي ڀاڪر پائيندي چيو. ”هيءَ هڪڙي قبيلي جي مکيءَ جي ڌيءَ هئي. نئين نئين شادي ٿي هئس. سال کن مس ٿيو هوس. ٻه ڄاڄا ٻڙا ڄڻيائين. اڃا سهانجو به پورو ڪونه ڪيو هئائين ته سندن ڳوٺ تي مرزا غازي بيگ جي سپهه سالار رونشي خاطر حملو ڪيو. هن جي اکين اڳيان

ن جي ڳهوٽ کي، هن جي سهري ۽ سس کي، پالا ئنبي ماريائون...
۽ پوءِ هن ڏانهن وڌيا...."

ڳهڙيءَ لاءِ هوءَ وري ماٺ ٿي وئي: ائين ٿي پانيو ڇڻ ساهه
جو ڪو ڳولو، هن جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو هو، جنهن کي ڳيٽ
ڏئي، هيٺ لاهڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين.

".... ۽ پوءِ هن ڏانهن وڌيا.... هن جا معصوم ٻارـــ اُن ڏينهن
۽ ڏئن راتين جا اٻهرـ جيتامڙاـــ ننڍڙي پينگهڙي ۾ ستل هئا. هيءَ
انهن ڏانهن ڀڳي.... پر جيسين هوءَ اُتي پهتي، تنهن کان اڳ....
سپهه سالار ٺهڪ ڏيندي، هڪڙوئي ڀالو ٻنهي ۾ ٽنبي ڏنو، ۽ هو ٻئي
جيتامڙا، ٻنان ٻاڪارڻ جي،.... ها، هنن چون ٻه ڪانه ڪئي....ڀالي
۾ ائين ٽنبيل هئا جيئن سيخ ۾ ڪباب پچائڻ لاءِ ٻوٽيون ٽنبيل
هونديون آهن!.... اهو سڀڪجهه هن پنهنجي اکين سان ڏٺو: هوءَ
بي‌اعتباريءَ ۾ رڙ به ڪري نه سگهي، پوءِ جڏهن هن کي اعتبار آيو،
۽ هن جي روح مان ريهه نڪتي، ته اها ريهه به هن جي ڇپن ۾ ئي
ڇپيائجي وئي.... ۽ ٽي لشڪري، بگهڙن وانگر هن کي چنبڙي پيا....
کلندي، ٺهڪ ڏيندي، هن جي بدن تان ڪپڙا زوريءَ لاٿائون، ۽
پوءِ.... هن الف ننگي، ٽئين وپائيل زخمي ماءُ تي.... ٽنهي ڄڻن
پنهنجي مردانگيءَ کي ائين آزمايو.... جو جڏهن هن کي اسان جي
قافلي ۾ آنداءون تڏهن رت جا لوڙا هن جي ستڻن، گوڏن ۽ مُرين
تي ڪنا ٿيڻ لڳا هئا; رت هن جي پيرن جي آڱرين جي وٿين ۾
ڄمي ويو هو....! ان وقت کان اڄ ڏينهن تائين هن وري هڪ لفظ
به نه ڳالهايو آهي، ۽ مشهور آهي ته هيءَ گونگي آهي!"

هن ٻهرئون ٻيرو اوچنگار ڏني، پنهنجي پير ۾ ويٺل ان
ڪنيز کي ڀاڪر ۾ ڀيڙي ڇڏيائين. ۽ ٻنهي جي اوچنگارن نوريءَ
جي دل ۾ ٽئين سر ڀالا ٽنبي ڇڏيا. هن کي الاڻي ڇا ٿيو، هن وڌي
ٻنهي ڪنيزن کي پنهنجي ڀاڪر ۾ پريو، ۽ هن جا پنهنجا سڏڪا،
پنهنجون اوچنگارون هنن جي اوچنگارن ۾ مليون، هڪ گڏيل مشترڪ
ماتم ٻڻجي ويون.

اها رات، مون کيچ وقت روئندي، سڏڪندي، هڏڪندي رهيون. پوءِ ڪنيز هڪ عجيب ڳالهه ڪئي، جنهن ڳالهه نوريءَ جي دل ۾ نوان واوڙا وجهي ڇڏيا.

”ڇري، تنهنجي ته قسمت چڱي آهي جو حضور مرزا صاحب ڪي ڪنيزن سان ونڊڻ جو شوق ڪونهي.... تون نئين آهين، ڪنواري آهين! الله سائين توکي ڇڙ ته فرصت ۾ وبهي ناهيو آهي. جيڪڏهن حضور مرزا صاحب پاڻ ونڊرائڻ جو سوچي ها ته تون مهينن جا مهينا خوابگاهه کان ٻاهر جي روشني ڏسڻ کان سِڪي وڃين ها!

”تنهنجي ٻي خوشقسمتي اها آهي ته توکي ٺٽي جي عامل مرزا رستم بيگ کي سوکڙيءَ طور ڏيڻ بدران اهو سوچيو اٿن ته توکي شهنشاهه هند جهانگير جي خدمت ۾ ڪنيز طور موڪليو وڃي. آئي ته تون راڄ ڪندينءَ راڄ! اها ٻي ڳالهه آهي ته تنهنجو حسن ڏسي، ملڪه هند نورجهان بيگم توکي انارڪليءَ وانگر ڀت ۾ چڻائي ڇڏي يا شهنشاهه جي خوابگاهه ۾ پهچڻ کان اڳ تيزاب سان تنهنجي شڪل ئي بگاڙي ڇڏي....!

”پر جيڪڏهن جهانگير جي نظر توتي پئي ته پوءِ....ڪهڙي خبر.... تون هن جي دل جي ملڪه بڻجي وڃين ۽ ملڪه هند به ٿي وڃين.... پوءِ اسان ساهيڙين کي نه وساري ڇڏجانءِ! راڄ رائيون رعيت تي نظر وجهڻ وساري ويهنديون آهن، منهنجي ڀيڻ!“

نوريءَ ائين ڀانيو، ڄڻ هو هن تي ٺٺولي ٿيون ڪن. پر ڪا ڳالهه هئي، جنهن هن جي هنئين ۾ هڌڪ وجهي ڇڏيو. ۽ هن سندس وات تي هٿ آئيندي چيو: ”ادي، اهڙي واڻي ته نه ڪر! اوڙاهه ۾ وجهه راڄ رائين کي! دعا ڪر ته الله سائين وڇڙيا ملائي يا موت ڏئي وطن جي مٽي نصيب ڪري!.... مون کي ته ڪو اهڙو ڏس ڏيو جو هن ڪوٽ مان ڀڄي ڪري اڏامي وڃان. الا، منهنجي ابي جو ڪهڙو حال هوندو؟! ٻانهن ۾ ڇڪ وجهي اسان لاءِ سڏڪندو

هوندو.... الائي، آءٌ ياد به ته آهيانس ڪين نه! نه نه ــــ مون کي ڪيئن وساريو هوندائين....“

هوءَ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي رهي. هن جي اکين ۾ لڙڪن جي ڪينجهر ڇُلڪي پئي هئي. ابي جي ياد هن کي وري جهوري وڌو. سڏڪا هن جي ڇاتيءَ ۾ ويرون پيدا ڪندا رهيا، ۽ ڪنيزون هن جي هيانءَ ۾ مثل طوفان کي پنهنجي ڇاتيءَ ۾ محسوس ڪرڻ لڳيون. هڪڙي انسان، جو ڏک پين جي دفن ٿيل عذابن کي به جا ڳائي وجهندو آهي!

ڪنيز وري ڪيس ڳراٽڙي پاتي، ڪا گهڙي هن کي ڇاتيءَ سان لائي، ڄڻ هن جو درد پنهنجي دل ۾ محسوس ڪندي رهي. پوءِ سندس اٿاهه اونهين اکين ۾ نهارڻ لاءِ، سندس ڪاڏيءَ کي هن آڱرين سان مٿي ڪڍندي، چيائين: ”چري مٿان دل لاٿي اٿئي.... اسان کي پيڻ ڪيو اٿئي ته اسين به توکي پيئر تي ڏيکاريندسون. تو تان قربان ٿي ويندسون.... جي ڪو وجهه مليو ته توکي هن بنديخاني مان ڪڍي، اسين اهو سمجهنديسون ته حياتي ثاب پئي! پر توکي به تيسين هن حويليءَ ۾ ڪنيزن وانگر گهارڻو پوندو. مٿان ڪنهن کي شڪ نه پئجي وڃي.... خانم، توکي اميرزادن جي سنڀال سڙي جو حڪم ڏي ته قبول ڪجانءِ.... پوءِ رک الله تي.... ڏٺي مڙئي چڱي ڪندو.“

۽ ائين هوءَ اميرزادن جي ٽهل ٽڪور لاءِ خاص ڪنيز بڻجي وئي. پر اجا ٿورائي ڏينهن ٿيا ته خانم هن کي چيو ته شهزادن کي حضور مرزا قيصر بيگ پاڻ وٽ سڏايو هو، ۽ هنن سان گڏجي وڃي. پهرين ته اها ڳالهه ٻڌندي ئي، هن جي پيٽ ۾ ڊپ ولوڙا وجهي ڇڏيا. هوءَ پراڻن مڙسالن وٽ ڪيئن ويندي؟ ۽ خبر ناهي ڪم هوندا اُتي؟ ۽ جيڪڏهن هن کي رستم بيگ جي حوالي ڪيائون ته پوءِ....؟ ان ”پوءِ“ هن جي بدن ۾ ٿڌين لڙڪڻي وجهي ڇڏي. هن کي ڪنيزن مرزا رستم بيگ جي خصلتن بابت اهڙيون ڳالهيون ٻڌايون هيون، جو مرزا رستم بيگ جو تصور ئي هن جا وار ڪانڀاري

چڙيندو هو. پر جي ٿي انڪار ڪري ته پوءِ هن جي هٿان بچي نڪرڻ جو به ته آسرو ڪونه هو! اهو سوچي، هوءَ جڏهن ڏوليءَ ۾ اميرزادن سان گڏجي، حويليءَ مان نڪتي، تڏهن هن دل ئي دل ۾ اها دعا گهري ته "يا الله، تون بيواهن جو واهرو آهين، منهنجي واهر ڪجانءِ!"

جڏهن ڏوليءَ وارن ڏوليءَ کي زمين تي رکيو، تڏهن ئي هن کي اوچتو خيال آيو ته مرزا قيصر بيگ پنهنجي پٽن کي اهڙي ويران ڀڙڀانگ جاءِ تي ڇو نه ڪيئن گهرايو هوندو. هوءَ جيسين ان بابت سوچي، تنهن کان اڳ به حبشي، اگهاڙين ترارين سان ڏوليءَ ڏانهن وڌي آيا، ۽ هنن کي لهڻ جو اشارو ڪيائون.

هيٺ لهي وڏي اميرزادي هڪڙي حبشيءَ کي تڪرشيءَ مان چيو: "اسان کي هڪدم حضور ابان جان جي خدمت ۾ وٺي هل...."

حبشي ڪا گهڙي هن اڙٻنگ اميرزادي کي ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ لاپرواهيءَ سان چيائين: "ڪنيز! هنن ٻنهي کي اندر وٺي وڃ.... پر ياد رک ته جيڪڏهن تو يا هنن ڇورن ڪو گوڙ مچايو ته مون کي اهو حڪم مليل آهي ته هنن جيئون سڀئون ڌار ڪرڻ ۾ ويرم نه ڪريان!"

نوريءَ حبشيءَ جي اکين ۾ نهارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اُتي سواءِ خونخوار بگهڙ جي نهار کانسواءِ ڪجهه نه هو، ۽ هن کي يقين ٿي ويو ته جيڪڏهن هن جو وس پڄي ته هوند هينئر ئي هو هنن کي اگهاڙي تلوار جو ٻڪ بڻائي ڇڏي.

هن اشاري سان وڏي اميرزادي کي ماٺ ڪرائي، ۽ کين وٺي اندر آئي. هن کي پاڻ تي حيرت هئي ته هن کي پنهنجي جان جو ڪوبه ڀپ ڊاءُ ڪونه هو. پر هن کي هنن ابهم ٻارن جي حياتيءَ جو ئي اونو هو. هوءَ ته سمجهي ويئي هئي ته مرزا قيصر بيگ جي ناليءَ تي، سندس دشمن هن جي پٽن کي هتي آندو هو. ڇالاءِ؟ اهو هن جي سمجهه جي حدن کان ٻاهر هو. ❋

سنڌ رنگن جو ديس آهي. شايد دنيا ۾ سنڌ اڪيلو ملڪ آهي، جنهن جي ڌرتيءَ توڙي آسمان ۾ ڪائنات جا سمورا رنگ سمايل آهن. وريام جڏهن نماشام جو آسمان ۾ نهاريندو هو ته هن کي ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ ته اندلٺ جا ست ئي رنگ هن جي اکين ۾ اندر گهڙندا ٿا وڃن. هن کي اهو حسن ڏسي پنهنجي دل ڦندڄندي، ويڪري ٿيندي محسوس ٿيندي هئي. سنڌ جي آسمان جي سونهن ئي پنهنجي هئي. اهو سا ڳيو احساس هن کي فجر مهل ٻيلي مان ٻاهر نڪرندي مهل به محسوس ٿيو. سڄ جي اڀرندڙ ترورن ۾ هن آسمان ڏانهن نهاري، وري پنهنجي آس پاس نهاريو. هر وڻ جو رنگ پنهنجو هو. هر وڻ جي پنن ۾ رنگ ڄڻ ته جيئرا ٿيندا ٿي ويا: ساوا، پيلا، ڳاڙها پڻ سڄ جي ترورن مان ڄڻ نوان رنگ ڦٽندا ٿي ويا — ايترا رنگ جو ڪنهن نيروٽيءَ جي تصور کان به گهڻا هئا. هن کان رهيو نه ٿيو، ۽ اوچتو ڏاترڏني جي ٻانهن ڌونڌاڙيندي چيائين:

”ڏاترنا، هي رنگ ته ڏس!“

ڏ ترڏني مٿي نهاريو: هن ان کان اڳ ڪڏهن به اهڙو منظر نه ڏٺو هو. وڻن جي پنن مان اولڙا ڪندڙ ترورا هر پن، هر ڏاريءَ ۾ اندلٺ جا رنگ جا ڳائيندا پئي ويا. انهن ترورن جي پرٿين پر، سڄ جي ٽالهي، پنهنجي گهيري ۾ ڦرموٽيءَ وانگر ڦرندي، ڄڻ ته رنگ ولوڙي رهي هئي. هن جي دل ۾ ڪو اهڙو آڌمو اٿيو، جنهن هن جي بدن ۾ سيائو وجهي ڇڏيو. هن جي اکين ۾ الائجي ڇو پاڻي ڀرجي آيو، ۽ انهن لڙڪن جي ڌنڌ مان پنهنجي سنگتيءَ کي ڏسندي چيائين:

”ادل، تون سچو آهين. پر انهن رنگن ۾ آزاديءَ جو رنگ الائي ڪڏهن پربو!“

هن جو آواز ڳوڙهو ٿي ويو. وريام ڪٺي ڪيس ڀاڪر وڌو.

”رڪ ڏٺيءَ تي! انهن رنگن ۾ آزاديءَ جو رنگ به اوس ڀرندو.... سچ اڀريو آهي ته آزادي به ڇانءِ اڀري!“

”شل، مون ۾ به تو وانگر ويساهه موٽي اچي، وريام!“

ڏاتر ڏني ڪان سڏڪو نڪري ويو. وريام ڪيس پاڻ ڪان ٽورو ڀرڀرو ڪندي، سندس اکين ۾ نهاريندي چيو:

”ڏاتر نا، سڀيءَ ۾ جيسين ساهه آهي، تيسين اهو ويساهه قائم رهندو. مري وياسون ته به ان ويساهه ڏان صدقي ٿينداسون....!“

”سانوڻ ۽ تو ڪي ڏسي ته مون جهڙي ڪانئر ۾ به ويساهه ساهه ڪٽڻ ٿــو لڳي، وريام! پر الائي چو.... منهنجي دل ۾ نا اميدي سرجڻ تي لڳي.... ڏس نه: سنڌ تي روز نت نئون ظلم ۽ ڏاڍ ٿو ٿئي، پر ماڻهن ۾ ماٺ لڳي پئي آهي. حافظ بلال وٽ ٿو ماڻهن جو حال ڏٺو: پڻنگ ڏيئي جيئيدان ونڻ لاءِ هرڪو تيار هو! سڀني کي پنهنجي ڏنڌي ڌاڙيءَ، گهر يا دڪان جو فڪر هو: انّي لٽي جو فڪر هو. ڪنهن به سنڌ جي ڳالهه ڪانه ٿي ڪئي. آءٌ ته ائين ٿو ڀانيان تــه جيڪڏهن مغل ترخانن وانگر ظلم نه ڪن، ۽ ماڻهن کي سانهن ستيءَ سان پيٽ گذر ڪمائڻ ڏين تــه هوند سنڌ ڪنهن کــي به ياد ڪانه ايندي....! سنڌي قــوم هــاڻ اهــا قوم نه رهي آهي، جنهن ۾ دولهه دريا خان جهڙا ماڻهو پيدا ٿين، جيڪي پــاڻ سان اهو وچن ڪن ته جيسين سنڌ آزاد نه ٿي آهي، تيسين سٿيو گرهه نه ڪائيندو، ٿانــو ۾ پاڻي نه پيندو، ۽ چيلهه سنئين ڪرڻ ڪانڻ به کٽ تي نه ’سمهندو!“

ڏاتر ڏني اڳي ڪڏهن به انهن ڳالهين جو ڇيد نه ڪيو هو. پر سانوڻ وٽ مهمانيءَ ڇڻ ته هن کي جا ڳالهائي وڌو هو!

”۽ تــون پــاڻ ڏس تـ، سانوڻ ۽ تــو جهڙا گهڻا ڄڻا آهــن، جيڪي آئندي وهندي سنڌ جــي آزاديءَ لاءِ ٿا سوچين....؟ سچي ڳالهه تــه اها آهي تــه تنهنجي سنگت نه هجي تــه آءٌ به جيڪر ڀين

وانگر ظالم سهي سهي، ”ندڙڪا گهوڙا، غيباڻا هسوار“ واري ڳالهه وانگر، ترخان نه ته مغلن جي سواري قبول ڪرڻو ويٺو هجان ها!“

وريام ڪا گهڙي ماٺ ميٺ ۾، ڏاتر ڏني سان گڏ هلندو رهيو. پوءِ چڻ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي چوڻ لڳو:

”ڏاترنا، اڄين به هرويرو ڪونهي! رڳو اسان جي ٿَرَ ۾ باهه ٻريل ڪانهي. سنڌ جا واهرو جتي ڪٿي دونهين دکايو ويٺا آهن: شورن جو راڄ مغلن کي گنجي ٽڪر کان لنگهڻ نٿو ڏئي. اڪبر جي سپهه سالارن شورن جا سوين ڪونڌر ندڙڪا ڪري ڦاس تي ٽنگي چاڙهيا، پر شورن پوءِ به کين اڳتي لنگهڻ نه ڏنو. مٽي سيوهڻ، چانڊڪا، بکر ۾ به مغلن توڙي ترخانن کي سنڌي سک سهڻ ڪونه ٿا ڏين. دونهين دکندي، دکندي نيٺ وري پيڙ ٿيندي، ۽ اهو ڏينهن پري ڪونهي، جڏهن ترخانن کي قندار ۽ مغلن کي لاهور ۽ آگري جا وڻ ڏسڻ به نصيب ڪونه ٿيندا! ياد رکو ته سنڌي شل پنهنجا ويري پاڻ نه ٿين، باقي آزاديءَ کي، هنن انڌلٺ جي رنگن جيان، اسين پاڻ اکين ڏسنداسون — اهو منهنجو ويساهه آهي!“

ڏاترڏنو ڪا گهڙي، پنهنجي هن يار جي اکين ۾، آتسام ۽ ويساهه جون ڏيائيون ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ وڏي ڪشي کيس ڀاڪر وڌائين. ٻنهي مان ڪنهن به ڪجهه نه ڪڇيو. ماٺ ميٺ ۾ هلندا رهيا. جڏهن ڏٺي جا وڻ ويجها ڏٺائون، ۽ دريا جي لهرن جو سانتيڪو سراو سڏ ٻڌائون، تڏهن چڻ ته سندن پيرن ۾ ساهه پئجي ويو، ۽ اهي هٿيلا پير نئينءَ سنئينءَ پوڻءَ کي بسم الله چوندا اڳتي وڌڻ لڳا.

اوچتو ڏاترڏني ڪلهي ٻانهن ۾ هٿ وڌس. وريام جا ويچار هن کان گهٽو اڳ ڏٺي جي سدا ملوڪ گهٽين ۽ چونڪن ۾ وڃي پهتا هئا، سي آتيءَ ئي چمي ويا. هن رڳو اکين ۾ سوال آڻي پنهنجي ساٿيءَ کي ڏٺو، ۽ چپن ۾ ڪا سرگوشي ڪندي چيائين:

”ڏاترنا، خير ته آهي؟“

”ادل، سانوڻ جا لفظ ياد ڪر ته آزاديءَ لاءِ هاڻ رڳو جوش جي نه، پر هوش جي ضرورت آهي. مغل، چونڪ چونڪ تي

اسان لاءِ آتا ويٺا هوندا. هنن جي خابرن کي رکو سنڌس ڀوڻ جي
ويرم آهي. ڪجهن وانگر لامارا ڏيئي، اسان جو ماس ڀٽي ڇڏيندا —
سو ڪو سوچيو اٿئي؟"

وريام کي به جڻ ته پنهنجي ابهرائيءَ تي پشيماني ٿيڻ لڳي.
ٻر ٻوءِ مرڪي چيائين: "مون به سچي وات ڀٽي، انهن لفظن تي
سوچيو آهي. رک ڏٺيءَ تي!"

"ٻر ٻه، مون کي به ته ڪجهه ٻڌاءِ نه! آءٌ اڳي ئي عقل جو
اڪابر، مٿان ڪا اهڙي حرڪت ڪري وڃهان، جو ٻئي ويٺا
ڪاٺ ۾ ڇپرون ڳوليون!"

وريام کي بس ڪِن اچي ويئي. ڏاترڏني ڳالهه ته ڪِل جهڙي
ڪئي هئي، پر ان ۾ جيڪو سچ سمايل هو، تنهن هن کي هيڪاري
ششدر ڪري ڇڏيو.

"ڏاترڏنا، ٻڌ ته ٻڌايانءِ! مون اهو سوچيو آهي ته ترخان هن
وقت مغلن جا ترا ڪيڻ ۾ مصروف آهن، پر خبر ناهي ته هو ڪٿي
۽ ڪهڙي وقت ڏک هڻندا. سو سوچيو اٿم ته مدرسي ۾ جيڪي ترخان
شاگرد پاڻ سان پڙهندا هئا، انهن مان ڪو انت ڪيجي. من ڪا
اهڙي ڳالهه، جي سنڌ پنجي وڃي جو جنهن مامري لاءِ نڪتا آهيون،
ان جو ڪو سماءُ سانوڻ تائين پهچائي سگهون يا پاڻ ڪو ان جو
ٻلو ڪري وڃهون!"

"ڳالهه ته برو بر سٺي سوچي اٿئي. پر انهن ترخانن تي ٻيلي
پنهنجو ته ڪو اعتبار ڪونهي. مٿان، ڪو نئون ڳٽ ڳچيءَ ۾
پنجي وڃي! باقي، تون ڄاڻ: ڏاهو به تون، سردار به تون، تون اڳوان،
آءٌ پويان.... پر جي ٻوءِ آءٌ ڪٺي ڪُڙين تي زور رکان ته مون کي
ميار نه ڏج!" ڏاترڏني ڏهڪ ڏيئي، وٺي ڪڙين تي زور رکيو.

وريام به ڪلندي سندس ڪنڌ ڌڪندو آيو. پتو آڪري، جڏهن
اچي مسجد وٽ پهتا، تڏهن وريام کيس هلڪو اشارو ڏنو. ڏاترڏنو
ڳنهت هئي، مسجد جي ڀٽئين ٻر هليو ويو. وريام ٻڪي جي ٻهر
کي ٿورو موڙو ڏيئي، مسجد جي در مان اندر لنگهي، حجري ۾
اندر ڏوڪيندو ويو.

حجري ۾ مولوي صاحب ڇهن پنجن ٻارن کي دؤر ڪرائي رهيو هو.

”السلام عليڪم يـا حضرت مولانا!“ وريام خالص ترخانن واري لهجي ۾ چيو.

مولويءَ منهن تـي خنگي آڻيندي چيو: ”عليڪم السلام، عليڪم السلام....“

وريام مولويءَ جي اکين ۾ اهڙيءَ طرح نهاريو، ڄڻ ڪجهه چوڻ گهرندو هجي، پـر ٻارن جي موجودگيءَ جي ڪري هٻڪي رهيو هو. مولويءَ ڪجهه سوچي ٻارن کي چيو: ”بس بس، اوهان کي هاڻ موڪل آهي، مـون وٽ هـي مهمان آيو آهي، باقي سبق وري سپاڙي پڙهنداسون....!“

ٻـارن جـو موڪل جـو ٻڌو، سي ٽپ ڏيئي اُٿيا، ۽ سيپارا رحلن تي ئي ڇڏي، خوشيءَ مان ٽينگ ڏيندا، حجري کان ٻاهر ڀڳا.

مولويءَ وريام ڏي، ڪجهه شڪي نظرن سان ڏسندي چيو: ”ها، هاڻ ٻڌايو ته اوهين ڪهڙي ڪم آهيو، ۽ مون وٽ ڪهڙي ڪم سان آيا آهيو....!“

وريام ڪجهه به جواب نه ڏنو. هن انهن ڏيکائي ڏني، ڄڻ اجا تائين دل مَنَ ۾ هنيائين ته ڳالهه ڪيان يا نه. گهڙيءَ گهڙيءَ، حجري جي در کان ٻاهر پئي ٽيڏيءَ اک سان ڏٺائين.

مولويءَ وري چيو: ”بيخوف ٿـي ڳالهايو. ٻاهر ڪير بـه ڪونهي، ۽ نه ئي ڪو اچڻو آهي!“

وريام کنگهڪار ڪري چيو: ”جي، جي! اوهين درست ٿا فرمايو.... پر ڏسو نه، معاملو ٿورو گنڀير آهي. پتين کي به ڪن آهن.... مون کي پنهنجو تـه ڪو فڪر نـه آهي، پر آءٌ توهان کي ڪنهن تڪليف ۾ وجهڻ نه ٿو گهران!“ ائين چئي هن وري. هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. ٻه ٻه پوئتي وڃي، حجري کان ٻـاهر نظر وڌائين، ۽ وري موٽي آيو.

”دراصل حضرت، ڳالهه هيءَ آهي تـه آءٌ سڌو سنئون ڪان

ڀيو اچان. سون حضور مرزا شاهرخ لاءِ ارغون سردارن جو پيغام آندو آهي.... ٻيو ته منهنجو ڏنل ڪونهي، ۽ ٻي ڳالهه ته ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جو مغلن کي ڪڙڪ پئجي ويندي ته پوءِ.... ته پوءِ...."

وريام پنهنجي منهن تي ڊَپ، آڻ نٽڻ ۽ رازداريءَ جا اهڙا ڀاوَ آندا، جو مولويءَ کي جيڪڏهن ڪو شڪ شبهو هو، سو ٻه ڪافور ٿي ويو.

"ها، جڏهن کان شاهي قيدي غائب ٿيا آهن، تڏهن کان مغل ٻهه چٽا ٿي پيا آهن.... اسان کي ته هٿ ڪونه ٿا لائين پر شڪ اسان ۾ به اٿن.... البت سنڌين سان ويل ٻاري ڏنو اٿن.... ڪوگهرخالي ڪونه ڇڏيو اٿن جتان ڪو سنڌي نه جهليو هجين.... پائنده بيگ مغلن کي ٻه خوش رکندو اچي، ۽ سنڌين کان آنڪيون پرائيندو پنهنجو گهر ٻه ڀريندو وڃي.... مغل هن جي ڪوتواليءَ کان خوش آهن جو مغل لشڪرين کي نڪا آهي جهل نه پل: سنڌين وٽ جيڪو مال چڱو ٿا ڏسن سو ڇڻ پنهنجو ملڪ سمجهي ڦريندا وتن.... اڃان ترخانن ۾ هٿ وجهڻ جي همت ڪانه ٿي ٿيس، پر اک سينهي تي اٿس. آئي وئي کي، ڪٿي ڪو ارغون ترخان ڇو نه هجي، چونڪين تي حاضري ضرور ڀرڻي ٿي پوي...."

"يلا، شاهي قيدين جي باري ۾ ڪا خبر....!" وريام ڏاڍي رازداريءَ مان ڇيو.

مولوي ڪا گهڙي چپ ٿي ويو. پر پوءِ چئي ويٺو: "سچو شڪ سنڌين تي اٿن.... سو في الحال مڙيوئي خير آهي!"

"يا حضرت، پوءِ ته اوهان کي منهنجي مدد ضرور ڪرڻي پوندي.... ڏسو نه، ڳالهه اصل ۾ اها آهي ته...."

"ها ها، چئو!"

"هي پيغام ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان حضور مرزا شاهرخ تائين ضرور پهچائڻو آهي ته مغلن کي ڪنهن خابروءَ خبر ڏني آهي ته شاهي قيدي ڪٿي آهن، ۽ مغل ڪو قدم ڪڻڻ وارا آهن....!" وريام

اڃان ٿي رازداريءَ مان اوندهه ۾ تير اڇلايو.

”ناممڪن.... ناممڪن! خود قيصر بيگ به اهڙي حماقت نه ڪندو.... سندس ٻئي نالائق ڇوڪرا تـوڙي سندس سنڌي ڪنيز اسان جي قبضي ۾ آهن، ۽ کيس خبر آهي ته مغلن کي ڪجهه ٻڌايائين ته پوءِ انهن جو خير ڪونهي!“

”سو ته اوهين برابر ٿا چئو، پر اسان جا ڪجهه ماڻهو مغلن جهلي وڌا آهن.... ۽ انهن کان سچ ڪرائڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونهي .... انهيءَ کان اڳ جـو ڦاٽ ڦاٽي، شاهي قيدين کـي.... ۽ خاص طرح....“

وريام گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويو. سندس چهري تي پريشاني، رازداري ۽ اُبهرائپ جو تاثر اهڙو هو، جو ڏاتر ڏنو کيس ڏسي ها ته يا ته کل کي روڪي نه سگهي ها، يا وري هن کي وريام بدران ڪو سچو پچو ارغون ترخان سمجهي ها!

”اوهان جـو اشارو حضور مرزا عبدالعليءَ ڏانهن آهي....“ مولوي به هاڻ مڪمل طرح سان هن سان راز ونڊي رهيو هو.

”جي، بلڪل.... ڏسو نـه، حضور مرزا عبدالعلي ئي اسان جو آخري سهارو آهي.... جيڪڏهن هن کي ڪجهه ٿي پيو.... شل منهنجي زبان ۾ ڪيڙان پون.... ته پوءِ....“

”توهين دل نه لاهيو.... شاهي قيدين تي ڪنهن پکيءَ جو پاڇو به ڪونه پوندو.... ها باقي، احتياط وري به لازم آهي.... اوهين پيغام مون کي ڏيو تـه آءٌ مرزا شاهرخ تائين پاڻهي پهچائيندس.... اوهان جو اُتين ٺٽي ۾ داخل ٿيڻ شڪ جو باعث بڻجندو....“

وريام مولويءَ جي حرفت کي سمجهندي بـه ائين ڏيکائي ڏني ڄڻ ته هن کي ڪو به شڪ نه پيو هو.

”انهيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالهه ٿيندي جو پيغام به حفاظت سان پهچي، ۽ ڪنهن کي شڪ به نه پوي....!“

۽ پوءِ هـن آخري ڏڪو هنيو: ”پر يـا حضرت، اوهين جيڪڏهن سلطاني ساقي خاني ڏانهن ويندا ته هيڪاري وڌيڪ شڪ

ٻوندن نه هڪڙي عالم دين جو ساقي خاني ۾ ڪهڙو ڪم.....!"

هن جي انهيءَ ڳالهه تي هڻي وچي هنڌ ڪيو. مولوي پنهنجي ڏاڙهيءَ کي مٺ ۾ وٺندي چيو: "ڳالهه ته اوهان سيائپ واري ڪئي آهي.... مرزا شاهرخ جي حويليءَ تي ته ڪئين پنهنجا جاسوس ويهاري ڇڏيا آهن، جيڪي آئي ويئي تي نظر رکندا اچن. ٻيا ارغون سردار به عتاب هيٺ آهن.....!"

مولوي ڪجهه وقت خاموش ٿي ويو. هو شايد اهو دل ۾ سوچي رهيو هو ته هن اوپري ترخان سان اهڙي راز جون ڳالهيون ڪرڻ ۾ ڪو حرج آهي يا نه. هن کي آهي زمانا ياد آيا جڏهن ارغونن جي حڪمراني هئي: تڏهن هن جي ڪهڙي نه پذيرائي ٿيندي هئي. شهر جي سڀ کان وڏي مسجد جو پيش امام هو: سندس شاگرد سورن اميرن جا صاحبزادا هئا. خود اميرن جون گهر واريون هن کان تعويذ لکائڻ، پڙهائڻ ۽ دعائون ڪرائڻ اينديون هيون، ۽ هن کي اميرن جي بدعتن ۽ ساقين سان ونڊر بابت قصا ڪهاڻيون ٻڌائي، پنهنجي عشقن ۽ محبتن جا راز ٻڌائي وينديون هيون. ٻيو اهي ئي ڳالهيون، هو خوابن جي تعبير ٻڌائڻ، فال وجهڻ، ڪوڙو ڦيرائي ساقين، ڪنيزن ۽ خود اميرزادين جي بيوفائين جي ڪشف ٿيڻ جهڙن معجزن لاءِ استعمال ڪندو هو. ارغون امير سڀائين سندس سلامي هوندا هئا، ۽ وچڙ وقت اشرفين جون ٿيلهيون هن جي حجري ۾ ڇاڻي واڻي وساري ويندا هئا. هن اهو مشهور ڪري ڇڏيو ته انهن ديني ۽ خير جي ڪمن لاءِ هو ڪوبه آجورو قبول نه ڪندو. فقط فتوي ڏيڻ لاءِ ديني معاوضو يعني ادائي اشرفيون هن جو حق هو. اميرزادا جڏهن هن وٽ پڙهڻ ايندا هئا ته پنهنجي حويلين جا ڪيترا راز ٻارائين ڳالهين ۾ هن کي ٻڌائي ويندا هئا، ۽ هو ڪنهن نه ڪنهن ذريعي سان واسطيدار مالهن تائين اهي راز پهچائي، متن پنهنجي احسان جي مهر هڻي ڇڏيندو هو، ۽ انهن سورا امير هن جي اڳيان پويان پيا ڦرندا هئا: ڪي دپ کان، ڪي دشمنيون پاڙڻ کان، ته ڪي وري سچ پچ هن کي الله جو برگزيدو ٻانهو ۽ ولي الله سمجهي

احترام خاطر!

۽ پوءِ جڏهن مغل آيا— نامراد، بدبخت، ملعون— تڏهن پهرين ته کيس هٽائي، هڪڙي مغل مولويءَ کي وڏي مسجد جو پيش امام ڪيائون. ان کان پوءِ هن جو مدرسو بند ڪيائون جيڪو هن جي علم ۽ خبرچار جو سڀ کان وڏو ذريعو هو. ۽ پوءِ هڪڙي رات مغل لشڪري، رات وچڙي اشرفين سان ڏٿيل هن جون صندوقون کڻي هليا ويا— دينا داستي؛ ڏٺي وائٺي، هن سان مشڪري ڪندي، ٺهڪ ڏيندا غائب ٿي ويا. ان ڏينهن کان هن کي مغلن لاءِ شديد نفرت هئي. جيڪي بدعتون ۽ برائيون هو ارغونن ترخانن ۾ نظرانداز ڪري ڇڏيندو هو، سي مغلن ۾ ڏسي، هن جو ديني جذبو جوش ۾ اچي ويندو هو. اڳي ته ڪنهن سنڌيءَ کي ڏسندو هو ته ڏڪار کان منهن ٻئي پاسي موڙي ڇڏيندو هو؛ ۽ هاڻ سنڌين کي زوريءَ ٻيهاري کين مغلن جي غير شرعي حرڪتن کان آگاهه ڪندو هو، ۽ چوندو هو ته ”هي مغل رڳو نالي ۾ مسلمان آهن: ڏسو نه، هنن هندن سان شاديون ڪيون پر ڪنهن به رائيءَ کي مسلمان ڪونه ٿا ڪن. انهن جو اولاد وري مسلمان ڪيئن ٿيندو؟ اهي شاديون حرام آهن: اهو اولاد حرامي آهي. سنڌ تي هاڻ حرامين جي حڪومت آهي. اسين ارغون ترخان وري به مسلمان آهيون، سنڌ ۾ رهي سنڌي ٿي ويا آهيون. اوهان ۽ اسين ٻئي مظلوم آهيون، اچو ته گڏجي هن غيراسلامي ڪافر حڪومت کي تڏا هڻي ختم ڪريون....

هن کي سنڌين جي رڳو هڪڙي ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه ايندي هئي: سنڌين سان جڏهن به هو اهي ڳالهيون ڪندو هو، تڏهن سنڌي کلڻ لڳندا هئا. ”بروبر، مولوي صاحب بروبر، پر جيڪڏهن مغلن کي هٽايون ته حڪومت ڪير ڪندو؟!“ هن جي دل ته چوندي هئي ته کين چئي ڏي ته ”بدبختو مغلن حڪومت اسان کان کسي هئي، ان ڪري حڪومت تي حق وري به اسان ارغونن ترخانن جو آهي، پر مٿان سنڌين کي اها ڳالهه ڏکي لڳي، ان ڪري

چوندو هو ته بابا، توهان ۽ اسين، پراڻا سنڌي ۽ نوان سنڌي، هن ڌارين کي هتان ڪيون، پوءِ پيا اهي فيصلا ڪنداسون ته حڪومت ڪير ڪري!“ اها ڳالهه ٻڌي، سنڌي هيڪاري وڌيڪ ڪاوڙ لڳندا هئا، ٺهڪ ڏيڻ لڳندا هئا، ۽ چوندا هئا: ”مولوي صاحب، عرب سڳوري ۽ اُٺ واري ڳالهه ٻڌي آئُو.....!“

پر اجان به مولوي صاحب سنڌين مان نا اُميد نه ٿيو هو. هن سانوڻ ۽ سردار خان جون ڳالهيون ٻڌيون هيون. جيڪڏهن سانوڻ جهڙو سنڌي، ۽ سردار خان جهڙو ترخان همت ڪن ته مغلن کي ڀڄائڻ ڪا وڏي ڳالهه هرگز ڪانه هئي. ان لاءِ هن پنهنجي ڪن پراڻن ترخان شاگردن کي به تيار ڪيو هو ته هو سنڌي مدرسن جي شاگردن سان ياريون دوستيون رکي، ڪو اهڙو انتظام ڪن ته انهين جو سنڌين کان بغاوت ڪرائجي، ۽ پوءِ جڏهن سنڌي مغلن کي ڊوڙائي ڪڍن، تڏهن سيوهڻ کان ترخانن جو لشڪر نڪتي پهچي، امن امان قائم ڪرڻ جي بهاني، حڪومت پنهنجي هٿ ۾ آڻي! مولوي صاحب ارغون ۽ ترخان اميرن کي اهي صلاحون ڏيندو هو، ۽ هو به ان ڳالهه ۾ هن کان پري ڪونه هئا!

پر هاڻ ته خود ارغونن جي تاج جي واليءَ مرزا عبدالعليءَ جي سر جو سوال هو. هن کي اهڙو موقعو وري ڪونه ملندو ته پنهنجي قوم جي خيرخواهيءَ ۾ پنهنجي جان جو کي ۾ وجهي، مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس جي جان بچائي وجهي. هو انهن نورن مائهن مان هو، جن کي مرزا شاهرخ وٽ عزت ملندي هئي. هن شاهرخ کي مختلف ڳالهين لاءِ مختلف تعويذ لکي ڏنا هئا. وڏي ڳالهه، ته هن شاهرخ کي سچن موتين جي معجون جي دهلي پيش ڪئي هئي، ۽ هاڻ شاهرخ وري گهڻو ساقين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو هو، ۽ هن جي گهر واريءَ ۽ ڪنيزن ٻس هن جي صحت ۽ مردانگيءَ جا نوان قصا هن کي ٻڌايا هئا. هن کي خبر هئي ته شاهرخ اڃا تائين قيصر بيگ جي پٽن کي رکيو ان ڪري ڪونه آزاد ڪيو هو، جو سنڌي ڪنيز ”نوري“ هن کي پسند اچي ويئي هئي. هو روز سنڌي

کنيز کي ڏسڻ لاءِ لال حويليءَ ويندو هو، ۽ اُتي ئي شاهرخ سان هيءَ ڳالهه ڪرڻ وڌيڪ مناسب هئي. اُنهن هن کي نه حويليءَ تي وڃڻو پوندو ۽ نه ئي سلطاني ساقيخاني جي تهخاني ۾!

انهن پسار ڪندي، مولويءَ وري هڪ پيرو هن نوجوان ترخان کي تيڏيءَ اک سان ڏٺو، ۽ دل من هٿندي چئي ويئو:

”نوجوان، ٻڌ! توتي ۽ مون تي ترخان قوم جو وڏو بار آهي، آءٌ توکي پاڻ لال حويليءَ وٺي ٿو هلان: شاهرخ جو سمورو وقت اُتي ٿو گذري. هڪڙي پاسي هو حضور مرزا عبدالعلي ۽ خسروخان چرڪس تي پاڻ ذاتي طرح نگهبانيءَ جو فرض پيو نڀائي ته ٻئي طرف قيصر بيگ جي سنڌي ڪنيز هن جي دل تي ڌاڙو هڻي چڪي آهي، اها به اُتي ئي آهي. قيصر بيگ جا پٽ ان جي حوالي آهن پر شاهرخ کي صحيح رخ ئي نٿي ڏئي، وڏي ڪا بدبخت آهي جو مرزا شاهرخ جهڙي امير جي ڪنيز ٿيڻ نٿي گهري. قيصر بيگ ۾ ڇا رکيو آهي؟ پر خيال رکجانءِ، قيصر بيگ جي ڪنيز واري ڳالهه ڪنهن سان نه ڪجانءِ.... پر هڪڙي ڳالهه وري به ڪَن ۾ ٿو ٻڌايانءِ....!“

”يا حضرت، هي ڪهڙي ڳالهه ٿا ڪريو.... مون کي قسم آهي اوهان جي ڏاڙهي مبارڪ جو، جيڪڏهن اوهان وري اهڙي ڳالهه ڪئي ته آءٌ هيئر جو هيئر سيوهڻ روانو ٿي ويندس، ۽ پنهنجي ئي خنجر سان پنهنجي زبان ڪپي ڇڏيندس. مون تي اعتماد....“

ورپام کي فارسي ته ترخانن جهڙي ايندي هئي، پر هن کي اها خبر نه هئي ته ترخانن ۾، مغلن وانگر، ٻئي جي ڏاڙهيءَ جو قسم کڻبو آهي يا نه!

”نه نه.... مون کي تو ۾ اعتماد آهي.... پر احتياط لازم آهي....“ مولويءَ ته ان قسم کي پنهنجي عزت افزائي سمجهو هو.

”چڱو، تون اتي ئي ويهه ته آءٌ پنهنجي حويليءَ تان ٿي اچان. ڇاڻ ڪري ڇڏيان متان ڪا ٻچا ڳاڇا ٿئي....!“

مولوي ورپام کي ڪَن ۾ ڪجهه ڳالهيون ٻڌائي، کيس اتي ئي وهاري، هيڏانهن هوڏانهن لوٽا هڻندي، مسجد مان نڪري ويو.

کھڙيءَ کانپوءِ، ڪارڙي تئر جـي ٻـولي ٻولي، ڏاتر ڏنو حجري ۾ اندر هليو آيو.

وريام هن کي ڪي ڳالهيون تفصيل سان سمجهائيندي چيو: ”ڏاترنا، ٻائو، ٻلائي ڪج، ٿورو عقل کـان ڪم وٺج، مغلن تائين اها ڳالهه هيٺئر جو هيٺئر پهچائي آهي تہ شاهي قيدي مرزا شاهرخ جي قبضي ۾ آهن، ۽ مرزا قيصر بيگ جـا پٽ بہ ان وٽ آهن، ۽ ترخان مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ خسروخان چرڪس کي حڪومت وٺي ڏيڻ لاءِ وڏي شورش ڪرڻ وارا آهن، ۽ اڄ ٽپهريءَ ڌاري شاهي قيدين کي لال حويليءَ مان ٻئي ڪنهن هنڌ وٺي ويندا....“

”پر وريام، مون تي ڪير اعتبار ڪندو.... الائجي آءٌ سچو ڪم مرڳو بگاڙي نہ ويهي رهان .... ۽ تـو کي اڪيلو هتي بگهڙن جي چُنر ۾ گهڙڻ آءٌ بہ ڪونہ ڏيندس. آءٌ بہ توسان....“

”ادل، منهنجو فڪر نہ ڪر.... جيڪڏهن مون کي ڪجهہ ٿيو بہ تہ کهڙي وڏي ڳالهہ ٿي پوندي؟ مون تو جهڙا سنڌي تہ روزانو سوين راهہ ويندي بيڏوهيا پيا مارجن. آءٌ تہ وري بہ سنڌ جي ڪنهن ڪم تہ ايندس.... ڏاهو ٿي، هوڏ نہ ڪر. اهو منهنجو توسان وچن آهي تہ اڪيلو آءٌ بہ ڪونہ مرندس. آءٌ هن مولويءَ کي سڃاڻان .... فقط هن جـي ذريعي ئي آءٌ ساڻوڻ جي سياست کـي ڪارائتو ڪري سگهندس.... ها پٽ، تون مظفر بيگ واري چوري قاسم سان چڱو گهرو آهين، ۽ مظفر بيگ رستم بيگ ۽ مغلن جو سپهہ سالار بہ آهي ۽ اعتبارجو ڳو ماڻهو بہ. ان کي ڪنهن طرح سان نياپو ڏيئي پٺس تائين اها خبر ڪج!.... چڱو، هاڻ الله کي پرتين، سنڌ کي پرتين! حياتي هوندي تہ....“

ڏاترڏني ڪئي وات آي هٿ ڏنس: ”تڏهن نہ چيم ٿي تہ تو کي اڪيلو ڪونہ ڇڏيندس: پر، مون جهڙي ڪانئر تي ايڏو ڪم رکي، تون مرڳو پاڻ بہ مارائيندين، ۽ مون کي بہ آپگهات ڪرائيندين....“

”چريو نـہ ٿي.... ۽ ها، پنهنجا اٺ ڏهہ سنگتي لال حويلي جي چوپاسي ٻيهاري ڇڏجان، متان ڪا اوچتي ضرورت پوي.... پر

ڪو اهڙو هٿيار نہ ڪڍجو، جو ڏنا تي پئو.... پاڻ وارو هٿيار خردم
ٻهراڻ جي هيٺان ڇپاهه سان هجي تہ ڀلو.... ڇڱو، هاڻ تون وڃ....
مولوي ايندو هوندو، تون هوندين تہ هن کي شڪ پئجي ويندو....
ڏاهو ٿي.... ڇڱو، ڀيڙا ٿي پارا!"

ڏاترڏني جي دل تہ نٿي چيو، پر وريام ۾ هن کي آڻ ميو
ويساهه هو، ۽ سچ پچ تہ جيڪڏهن لال حويليءَ ۾ پهريدارن سان
جهيڙو پيو تہ اسين بہ چٺا چا ڪري سگهنداسون، ڏاترڏني سوچيو.

هن وريام کي ڀاڪر ۾ ڀيڙي، سندس اکين ۾ گهوري چيائين
"وريام، مٽان ابهرو ٿين! سنڌ کي اڃا تنهنجي گهرج آهي!"

ائين چئي، هو تڪڙو تڪڙو حجري کان نڪري ويو ❋



پائنده بيگ کي ڪوتوالي جا ملي، جنهن ته راڪاس وانگر متي تي سڱ جمي پيس. ماڻهن کان رستم بيگ جسو ئي نالو وسري ويو. ٽيهري ۽ ڪانپوءِ جتي ڪٿي ڪڙوڪون لڳي ويندي هئي. ٻن هفتن ۾ حالت اتي پهتي جو ماڻهن ٺٽي جي عملداريءَ مان لڏڻ شروع ڪيو. پر لڏڻ وارا وڃن ته ڪيڏانهن وڃن: اڇا اٺ پلاڻي يا ڏڳي گاڏين ۾ پنهنجو سامان سڙو پري نڪرندا هئا ته مغل لشڪري ڳجهن وانگر لامارا ڏيئي، هڙ ڪڍي ويندا هئن. وڏي ڳالهه ته عزت آبروءَ جي هئي. ٺل نه سائين ڪا جوان جماڻ نينگري هجي: مغل حڪما حڪمي پانهن ڪڍي ويندا هئا. لڏي پلاڻي فقط اهي سگهيا، جن پنهنجي لاءِ محافظ به مغل رکيا؛ ڪين اشرفين جون ٿيلهيون ڏيئي جان ۽ عزت آبروءَ جي امان حاصل ٿي ڪيائون. ميمڻ، شيخ، لهاڻا، پٽي ۽ پاٽيا ته پنهنجا سمورا محلا خالي ڪري ڀڄڻ جي تيارين ۾ هئا، پر سيدن جا پاڙا، جيڪي هونئن ارغونن ترخانن جي ڏينهن ۾ امن امان ۾ رهيا، سي به پنهنجي عزيزن قريبن کي نياپا سنيها موڪلڻ لڳا ته پيلي، اسان جو ڪو ٻلو ڪريو، نه ته اسين جاڻ ٻنان جاڻ اوهان جا مهمان اچي ٿينداسون.

ٺٽي جون مسجدون ۽ مدرسا به ويران ٿيندا ويا. انهن تي پانيو ته پکي پکڻ به موڪلائي ويا هئا يا موڪلائڻ تي هئا. گهٽيون ٻڙيانگ، بازاريون برباد ۽ مڏيون مردار ۽ مسافرخانا مجاورن جا آستانا بڻجي ويا. جيڪڏهن سنڌين سان ويل هو ته ارغون ترخان به سک ڪونه ٿي سنا. هنن لاءِ ساقي خانن ۽ غلامن جي نيلامن ۾ شامل ٿيڻ تي تيسين منع هئي جيسين ڪ هن مغل امير جي پناهه ۾ نه هجن. مغل شهزادن کي لاهور، آگري، دهلي ۽ فتح پور مان

دعوتون ڏيئي گهرايو ويو ته قنڌاري ۽ شيرازي ساقي جيترا سنڌ ۾ سيما آهن، اهڙا خود قنڌار، هرات ۽ شيراز ۾ به نه هوندا. مغلن جا قافلا ٺٽي تي ڪڙڪڻ لڳا: ڪي خريداريءَ جي شوق ۾، ڪي ساقي خانن ۽ ڪنيزن جي شهرت ٻڌي آيا ته ڪن کي وري رستم بيگ، تاشي خان، معموريءَ ۽ پائنده بيگ دعوتون ڏيئي گهرائي ورتو ته ٺٽي جا محلات اوهان جا منتظر آهن، ترخانن ۽ ارغونن جون جاگيرون ۽ زمينداريون ڪين مفت ۾ ٿي ڏناڏون. مغل شهزادا، اميرزادا ۽ سوداگر پاڻ سان سوين مغل هاري ناري، منشي، ڪاراوا ۽ ڪامورا وٺي آيا. ٿوري وقت ۾ ٺٽي ۾ ائين ٿي پانيو ته سنڌي ته رڳو ائي ۾ لوڻ وچي رهيا آهن. ٺٽو سنڌ جو شهر نه پر لاهور يا آگري جو ڪو محلو ٻنجي ويو هو. سنڌي ويچارا ته ڊپ کان پاڻ ۾ به سنڌي ڪونه ڳالهائيندا هئا، متان سچاپي پون ۽ مغل لشڪري ڪانئن آنڪي پرائڻ لاءِ اچي ڪڙڪن. هنن ته پنهنجي پاشاڪ به بدلائي ڇڏي. مغلن وانگر ڪمربند ۽ چست پاجامو پائڻ لڳا. پر ڇا ڪن، سندن سنڌي شڪل شبيهه ته پري کان پڌري ٿي پوندي هئي. ۽ وڏي ڳالهه ته منجهائن اها ڳالهه ٻنهه نه وئي ته رستي تي هلندي، مغلن ۽ ترخانن جي ابتڙ، سندن اکيون پنهنجي پيرن ۾ هونديون هيون: ڪ ته متان ڪنهن پرائي زائفان تي نظر ڪجي وڃي ۽ پيو ته ڪو جيت جيتامڙو پيرن هيٺ اچي چيپاڄجي نه وڃي!

سنڌين جو ڪو اوهي واهي ته هو ڪونه جنهن کي دانهن ڏين. ارغونن ۽ ترخانن ته وري سبوهڻ ۽ قنڌار تائين مرزا غازي بيگ وٽ دانهون ڪوڪون ڪيون ته هنن جو تدارڪ ٿيندو رهندو هو ۽ مغل وري ڪنهن ارغون ترخان محلي ڏانهن رخ ڪونه رکندا هئا. مرزا غازي بيگ جي جهانگير جي دربار ۾ وڏي هلندي پڄندي هئي. مغل رڳو ان ڪان ٿي ڊنا. هونئن به ارغونن ترخانن ۾ اچا هٿيار ٻند گهڻا هئا. هنن وٽ محافظ به هئا ۽ پنهنجا لشڪري به، جيڪي جيتوڻيڪ وڙهڻ جو ڍنگ وساري ويٺا هئا پر تلوار ۽ هٿيار جو سپ نه هو ته به سراپ ضرور هو. مغلن کي به آخر پنهنجي جان پياري

هئي، ان ڪري سمورو عتاب سنڌين تي هو. ماڻهو ته ائين ئي چوڻ لڳا ته سنڌين کان الله سائين ۽ به منهن موڙي ڇڏيو هو. اهائي ڳالهه هئي، جنهن ماڻهن کي وري حافظ بلال ڏانهن ڏسڻ تي مجبور ڪيو.

حافظ بلال کي ماڻهن پنهنجو آخري سهارو ٿي سمجهيو. ان لاءِ به سبب هئا: هڪ ته هنن کي اها ڳالهه سمجهڻ لاءِ ٻي ڪا واهه ڪانه ٿي سجهي ته آخر الله سائين بار بار سنڌين جو اهڙو ڏکيو امتحان ڇو ٿو وٺي؟ سنڌي ويچارا ته نه ڪنهن جي "هنئيءَ ۾ نه ڪنئيءَ ۾"! سنڌ ته سدائين رحمت ۽ پيار جي ڌرتي رهي، جنهن انسانن کي ته ڇا، سمورن جاندارن کي امان ڏني هئي، پناهه ڏني هئي. سنڌين ۾ ته ايتريون برائيون ۽ بدعتون به ڪونه هيون: پنهنجيءَ ۾ پورا، گهر کان زمين يا ڌنڌي ڌاڙيءَ تائين يا مسجد تائين. دين ڌرم جا ارڪان جيترا سنڌين تي مڃيا ۽ واپرايا اوترا شايد ملائڪن کي به ياد نه هوندا. ڳڳدامن تي ڪهل ته ڪو سنڌين کان سکي. آئي جو آڌر ڀاءُ ڪندي ڪندي هنن سنڌ سندن حوالي ڪري ڇڏي. رسول(صلعم) جي پيروي ڪندي جيسين ڪنهن مسافر يا غريب يتيم پاڙيواري کي گرهه نه کارائيندا، تيسين پاڻ گرهه نه کائيندا. ۽ سنڌ، ڇڻ ته نبين ۽ اوتارن جي سرزمين، جنهن تي الله سائين پاڻ مهربان هو: ڇا سندس ماڻهو، ڇا سندس پکي پکڻ، ڇا سندس گل ۽ ٻوٽا، ڇا سندس سنڌو ۽ سمنڊ، ڇڻ ته الله سائين جنت ڏاهيندي ڏاهيندي، سنڌ خلقي ويٺو! پوءِ به هن جي ماڻهن سان ايڏو ظلم، ايترو بغداد ڇا لاءِ؟ الله سائين مٿن ڇو ڏمريو هو؟ اها ڳالهه پڇڻ لاءِ هو حافظ بلال جي ڇانئٽ جا اچي سلامي ٿيندا هئا.

— ۽ حافظ بلال جي اکين ۾ ايڏي ويراني اچي ويٺي هئي جيتري سموري سنڌ ۾ به ڪانه هئي. هرهڪ ماڻهوءَ جي روئداد پڌي هن کي ائين محسوس ٿيندو هو، ڇڻ ته اهو سڀ ڪجهه هن سان، هن جي گهر وارن سان، هن جي پنهنجي ٻاتين سان ٿيو هو، ۽ لڙڪ هن جي سنهاريءَ ۾ منجهي پوندا هئا: ۽ انهن لڙڪن کي لڪائڻ

لاءِ هو آسمان جي هن پار پنهنجي رب پاڪ کي، دل ئي دل ۾، پاڙائڻ لڳندو هو: ”اي پنهنجي جهانن جا مالڪ، تو جن شين جا قسم سنهن کيا آهن، انهن ۾ تو سنڌ جو به قسم کنيو آهي: تنهنجي محبوب ۽ سهورن نبين جي سردار کي سنڌ جي هير جي خوشبو معطر ڪري ڇڏيندو هو، پوءِ به سنڌ تي هي ڏمر ڇو؟ هي آپدائون ۽ آفتون ڇو؟ سنڌي ماڻهوڙا ايڏو مجبور ۽ معذور ٿي پيا آهن جو هنن مان تو ۾ يقين لڏي ويو آهي. اي پنهنجي جهانن جا مالڪ، آخر ڇو؟ آخر ڪيستائين؟“

آسمان هن جي اکين جي لڙڪن جو تاب نه جهلي، ڇڻ نه لاجواب ٿي ويندا هئا، ۽ ان وقت حافظ بلال جلال ۾ اچي چوندو هو: ”مون وٽ ڇو آيا آهيو؟ آءٌ ڪير ٿيندو آهيان، الله جي ڳجهه ۾ مداخلت ڪرڻ وارو؟ انهيءَ سا ڳئي الله اوهان کي ٻه ٻانهون ڏنيون آهن. انهيءَ سا ڳئي الله مغلن لاءِ، ترخانن لاءِ به ترارين ۽ ڀالن ناهڻ لاءِ اهو سا ڳيو لوهه خلقيو آهي، جيڪو اوهان لاءِ خلقيو اٿس. تراريون ۽ ڀالا ناهيو به اوهان ٿا، وڪڻو به اوهان ٿا. هڪڙو ڀيرو اهي پنهنجي حفاظت لاءِ ڇو نه ٿا استعمال ڪريو؟“

حافظ بلال جو اهو جلال، اها ڪاوڙ، اهو دليل ماڻهن کي سمجهه ۾ نه ايندو هو. پر سانوڻ اڪيلو ماڻهو هو، جنهن هن جي ان جلال، ان ڪاوڙ ۽ ان دليل کي سمجهي ورتو.

”حافظ، هاڻ موڪل ڏي ته رت جي راند اسين به شروع ڪريون!“ سانوڻ حافظ بلال جي اکين ۾ نهارڻ ڪانسواءِ چيو. هن جڏهن اهي سا ڳيون ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن پيلو هن لاءِ آرام بڻجي ويو. فراشين تي ليٽيندي هن کي ائين ڀاسندو هو ته هو ٽانڊن تي ستو پيو هو ۽ ان باهه تي ڇنڊو وجهڻ لاءِ، هو ٻين وانگر حافظ بلال وٽ هلي آيو هو!

”سانوڻ، رت جي راند رڳو الله جي راهه ۾ جائز آهي. آءٌ ڪيئن چوان ته اوهين اها شروع ڪريو!“ حافظ ٻيوسيءَ مان چيو.

”۽ پوءِ اسان کي پڪاءِ ته الله جي راهه ڪهڙي آهي،“ حافظ سانوڻ کان رهيو نه ٿيو ”ڇا الله جي راهه اها نه آهي ته ٻيو سڀ ۽ ٻيو آهن مائهن تي جيڪو بيداد پيو ٿئي، تنهن کي بند ڪريون. سنڌين جي جان ايتري سستي، ايتري ارزان ٿي وئي آهي جو مغل لشڪري ونڊر خاطر سنڌين کي مارڻ لڳا آهن ته جيئن سنڌن ترارين پاڻ جي مشق پڪي ٿئي. سنڌين جي مال ملڪيت تي هو ائين ٿا مڙي اچن جڻ ته انهن ۾ سنڌين جو پورهيو ۽ پگهر شامل ئي ڪونهي. سنڌين جي زالئفائن کي هو ائين ٿا ڪڍن جڻ ته اهي مال غنيمت جون ڪنيزون آهن؟ سنڌين جي مندرن ۽ مٺن کي ته ڪٿي ڇڏي ڏيو، سنڌين جي مسجدن کي به نٿا بخشين — چي، جيسين ڪو مغل مولوي نماز نه پڙهائيندو، تيسين نماز جائز ڪانهي. سنڌين جي مدرسن کي ان لاءِ ٿا بند ڪن ته اتي سنڌي ئي پڙهائي وڃي؟ ڇا الله سائين انهن ڳالهين کي عين اسلام ۽ سنڌين جي انهيءَ پيوسيءَ کي شرڪ ۽ ڪفر ٿو سمجهي؟.... حافظ، مون هيستائين صبر ڪيو آهي، پر هاڻ مون کان صبر نه ٿو ٿئي.... الله ٿو ڄاڻي ته اڳي ئي گهڻي دير ٿي وئي آهي....“

سانوڻ جو سمورو بدن پئي ڪنبيو، ۽ ٻهريون پيرو حافظ بلال هن جي اکين ۾ اهڙا لڙڪ ڏٺا هئا، جن ٻنهي بس نٿي ڪئي. هن جي پنهنجي دل ۾ چڪ پئجي رهيا هئا. هن کي پنهنجي پاڻ کان، پنهنجي اسلام کان، پنهنجي مدرسي کان، پنهنجي سموري حياتيءَ کان نفرت ٿيڻ لڳي هئي. هن اُتي ڪٿي سانوڻ کي ٻڪ وڌو.... ڪا گهڙي ٻنهي جون دليون، هڪڙي ئي آواز ۾، هڪڙي ئي ڏک ۾، ڌڙڪنديون رهيون، ۽ پوءِ جڏهن هن سانوڻ کي پاڻ کان ڌار ڪيو، تڏهن ٻنهي جون اکيون لڙڪن جي ڌنڌ کان هڪ ٻئي کي ائين ڏسي رهيون هيون جيئن ڪو ماڻهو پگل آرسيءَ ۾ پنهنجو منهن ڏسي، منهن پاسي ڪري ڇڏيندو آهي — ڪنهن اڻاتي ڊپ کان، ڪنهن اڻاتي سمجهه کان، ڪنهن اوچتي ڄاڻ کان!

۽ پوءِ ان وقت، مدرسي جي صدر دروازي تي ڪڙو ڪڙڪڻ

جو آواز ٿيو. جمعي جو ڏينهن هو. مدرسي ۾ موڪل هئي. سواءِ حافظ بلال ۽ سانوڻ جي، ايڏو سارو مدرسو بلڪل خالي هو. سانوڻ جي اچڻ جي اطلاع تي مدرسي جي پهريدار ۽ پنهنجن چئن خاص شاگردن کي، جيڪي وٽس ئي رهندا هئا، تن کي به ڪمڪار ڏسي، هيڏانهن هوڏانهن موڪلي ڇڏيو هئائين.

”اوهين وهو ته آءُ ٿو ڏسان....“ سانوڻ آمادگي ڏيکاري ائين چيو.

”نه سانوڻ، ڪو اوپرو ماڻهو توکي ڏسندو ته تنهنجي حياتيءَ کي به خطرو ٿي پوندو، ۽ مدرسي تي به حرف ايندو....“ آخوند بلال جتي پائيندي چيو.

حافظ بلال دروازو کولڻ ڪان اڳ، ننڍي تاڪي کولي ٻاهر نهاريو: ٻاهر مغل لشڪرين جو وڏو هٿياربند جٿو نظر آيس، جنهن جي اڳواڻي خود نئون ڪوتوال پائنده بيگ ڪري رهيو هو. صورتحال ڏسي هن جي هٿين ۾ هڏڪ پئجي ويو، ۽ پهريون ڀيرو هن جي دل ۾ ڊپ ۽ مختلف وسوسن اچي گهيرو ڪيو. هو ڪڏهن به پنهنجي لاءِ نه ڊنو هو. هن کي آلڪو رڳو سانوڻ جو هو. سانوڻ جهلجي پيو ته چڻ سموري سنڌ جهلجي پئي. هن کي پڪ هئي، ته هن ڀيري مغل پوري تياري ڪري آيا هئا، ۽ سموري ڪوٽ جي ڀت ۽ فصيلن کي هنن گهيرو ڪري ورتو هو. پڪ ٿي پڪ ڪنهن مغل يا ترخان جاسوس سانوڻ کي ڏسي ورتو هو نه، ته خود رستم بيگ کي به مدرسي سان هٿ چراند ڪرڻ جي همت نه ٿئي ها. پر هاڻ ڇا ڪري— اهو ايڏو وڏو فيصلو هو، جو هن ايترو تڪڙو ڪرڻ نٿي گهريو. دروازو کولڻ جي معنيٰ سانوڻ کي جهلائڻ هو. جيڪڏهن دروازو نه کوليائين ته مغل دروازو ڀڃي اندر داخل ٿيندا. ان صورت ۾ به هو پاڻ ۽ سانوڻ جهلجي پوندا.

هن پاڻ ظاهر ڪرڻ بنان ڪجهه قدر آواز بدلائي چيو:
”ڪير؟“

”حافظ، دروازو کول: آءُ آهيان پائنده بيگ، شهر جو ڪوتوال!“

”اوهان کي خبر آهي تہ هن مدرسي ۾ مغلن جي اچڻ جي منع آهي.... خود شهنشاهہ هند جو پروانو رستم بيگ وٽ آهي....“

”هوندو، پر اڄ آءٌ خود حضور مرزا رستم بيگ جي حڪم تي آيو آهيان. اسان کي خبر پئي آهي تہ سردار خان جو ٽولو شهر ۾ آيل آهي، ۽ اوهان هن کي پناهہ ڏني آهي.... اسين مدرسي جي تلاشي وٺنداسون.“

”آءٌ پروانو ڏسڻ ٿو گهران....“ حافظ ڪجهہ سوچيندي چيو.

”پهرين دروازو کول تہ پروانو بہ توکي ڏيکارينداسون....“ پائنده بيگ بي‌صبريءَ مان چيو.

”تيسين دروازو نہ کلندو، جيسين پروانو نہ ڏيکاريندا....“

حافظ بلال تاڪي بند ڪري ڇڏي، ۽ تڪڙو تڪڙو پنهنجي حجري ڏانهن موٽڻ لڳو. اڃا اڌ پنڌ تي هو تہ هن دروازي کي زوريءَ کولڻ لاءِ لشڪرين جي هلان جو آواز ٻڌو. دروازو ايڏو وڏو ۽ مضبوط هو جو سواءِ هاٿين جي يا وڏي ٻنڌ سان ڀڃڻ جي، ان کي کولڻ محال هو.

حافظ حجري ۾ پهتو تہ حجرو خالي هو. سانوڻ کي روڪڻ هوندي بہ حافظ نامڪن ٿي سمجهيو، پر هن کي رڳو اهو آلڪو هو تہ سانوڻ ٻاهر صحيح سلامت الائجي پهچندو يا نہ. هن کي سانوڻ جي همت ۽ جرأت ۾ ايترو ايمان هو تہ مغل جيئري سانوڻ کي گرفتار ڪرڻ جو خواب خيال بہ نٿي ڪري سگهيا، پر....نہ نہ، يا خدا، ائين نہ ڪجانءِ، سانوڻ اسان کي بخشي بچائي ڏي....!

حافظ بلال سجدي ۾ هو، جڏهن هن وڏي دروازي جي ڦاٽڻ جي آواز جو خوفناڪ ٻڙاڏو، ۽ گهوڙن جي هڻڪارن ۽ ٽاپڙ ٽاپڙ جو آواز ٻڌو. پائنده بيگ حجري ۾ داخل ٿيو تہ اوڏي مهل بہ حافظ بلال سجدي ۾ هو. حافظ بلال جي شخصيت جي رعب هن کي اڳتي وڌڻ نہ ڏنو. هن جو هٿ خنجر جي مُٺ تي ئي روڪجي ويو، ۽ هو اندر ئي اندر حافظ کي ڪُهڻ وڌ ڳالهائيندو رهيو.

جڏهن حافظ سلام وراڻيو، تڏهن هڪڙي نظر پائنده بيگ تي

وڌائين، ۽ پوءِ نظر سان هن ٻاهر بيٺل سپاهين کي ڏٺو.

پائنده بيگ، ڪجهه قدر پشيماني مان چيو: ”اسان کي اطلاع مليو ته مشهور باغي ۽ ڏاڙيل سردارخان اوهان وٽ لڪيل آهي....“

حافظ ڪو جواب نه ڏنو. هو گهور پائي، پائنده بيگ ڪي ڏسندو رهيو.

”.... ظاهر آهي ته اسان کي غلط اطلاع مليو هو، ڇاڪاڻ ته اسان مدرسي جي ڪوٺي ڪوٺي اٿلائي وڌي آهي، پر سردارخان هتي ڪونه ٿو ڏسجي. حضور مرزا رستم بيگ جو فرمان آهي ته اوهين مغلن سان تعاون ڪريو، ۽ سمورن سنڌين ڪي سمجهايو ته هو جتي به هن کي ڏسن، اسان کي ڇاڻ ڪن ته خدا جي خلق تان آزار لهي....!“

”خدا جي خلق تي آزار مغلن جو آهي يا سردار خان جو، اهو ماسرو هڪڙو الله پاڪ ٿو ڄاڻي، پيو هاڻ اسين شهنشاهه هند کي لکڻ وارا آهيون....“ حافظ بلال ڌيرج سان چيو.

پائنده بيگ جو هٿ وري خنجر جي مٺئي تي ڦهي ويو. جيڪڏهن رستم بيگ هن کي حافظ بلال تي هٿ کڻڻ کان منع نه ڪئي هجي ها ته هو ان کان گهٽ ۾ گهٽ خنجر حافظ بلال جي ڇاتي ۾ تنبي ڏئي ها. البت هن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي آئي ته هن ماڻهوءَ ۾ ڪهڙي ڳالهه هئي، جو هن سان ڳالهائڻ وقت، هن جي پنهنجي زبان هٻڪڻ ٿي لڳي.

”في الحال اوهان کي اسان سان هلڻو پوندو. اهوئي شاهي فرمان آهي. اوهان جو فيصلو حضور مرزا رستم بيگ جن ڪرڻ پسند فرمايو آهي....“

”۽ جيڪڏهن آءٌ نه هلان ته....“ حافظ بلال وري به ڌيرج سان چيو.

”....ته پوءِ اسان کي اهو حڪم آهي ته اوهان کي گرفتار ڪري حضور مرزا صاحب جن وٽ پيش ڪريون....!“

”ته پوءِ ڪريو مون کي گرفتار، ڇاڪاڻ ته آءٌ اوهان سان هلڻ

لاءِ بلڪل تيار نہ آهيان....!“

پائنده بيگ منجهي پيو. هن جو حڪم بلڪل واضح هو تہ حافظ بلال کي ڪجھہ ٿيو تہ پائنده بيگ ذاتي طرح ان لاءِ جوابدار ٿيندو. هن سنڌيءَ کان مغل ايترو ڇو ٿا ڊڄن، اها ڳالھہ اڃا تائين هو سمجهي نہ سگهيو هو. آءٌ تاشي خان سان ضرور ڳالهائيندس تہ آخر هو شهنشاھہ هند کي اصل حقيقتن کان واقف ڇو نہ ٿو ڪري تہ مغل شهنشاهت کي ترخانن ۽ ارغونن کان نہ پر اصل خطرو حافظ بلال جهڙن سنڌين کان آهي، جن جو سمورو وجود مغلن لاءِ نفرت جو اعلان ڪندو ٿو رهي، جن جي اکين ۾ سمورن ڏارين لاءِ ڌڪار کانسواءِ ٻيو ڪجھہ نہ آهي، جن جي لفظ لفظ ۾ ڌارين لاءِ وچ جا شعلا ۽ باھہ جا ٻيڙ پوشيده آهن!

لاچارٿي هن سپاهين کي آواز ڏنو: ”حافظ صاحب کي عزت سان شاهي مهمانخاني وٺي هلو. پر ڏسو ڪٿس ڪجھہ ٿيو تہ اوهان جي سرن جو خير ڪونهي....!“

سپاهي هي عجيب حڪم ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويا. هڪڙي سنڌيءَ کي گرفتار ڪرڻ ۾ ايترو احتياط هنن جي خواب خيال ۾ ئي ڪونہ هو. سنڌين کي تہ هو ڪتن ٻلن وانگر گهلي يا گهوڙن جي پڇن ۾ ٻڌي ڪاهي وڃڻ جا عادي هئا، ۽ جيڪڏهن ڪو سنڌي گهلجڻ يا ڪاهجڻ کان بچي ويندو هو تہ هن جي بدن جي اهڙي حالت هوندي هئي جو هو ٻاڏائي چوندو هو تہ يا الله، موت کي موت ڏي تہ هن ايذاءَ کان نجات ملي!

هو بہ دل ئي من هڻندي، اڳتي وڌيا، ۽ جيئن تيئن ڪري، حافظ کي ڪنهن ڪٺي ورتائون ۽ اڳي ڪيس گهوڙي تي چاڙهيائون. حافظ مدرسي جي دروازي جي حالت ڏسي سمجهي ويو تہ دروازي کي پٽڻ جا انتظام اڳي ئي ڪري آيا هئا. ٻاهر دروازي سان گڏ رسن سان ٻڌل ٻه ٻه اٺ ئي بيٺل هئا، ۽ ويچارو ڪن سپاهي هڪڙو ٻيو ٻيو رسين جي ڇيڙن سان لٽيو بيٺا هئا.... ❋

ڏٺي ۾ لال حويليءَ لاءِ مشهور هو ته ان ۾ جنن ڀوتن جو واسو آهي. سندس وڏي دروازي تي هميشه هڪ شاهي قلف چڙهيل نظر ايندو هو، جيڪو ايترو ڪٽجي ويو هو، جو هرڪو ائين ڀائيندو هو ته ان کي ڪنهن ورهين تائين کولڻ کوليو هو. ان جي ڀر ساڙ جاءِ جون دريون به، ڪنهن ڪڏهن کليل ڪونه ڏٺيون هيون. رات جو اڪثر چمڙن ۽ چمڙن جون چيٽون ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. فقط ان جي مٿين برج ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪا شمع ٻريل نظر ايندي هئي، ۽ ائين ڀانئبو هو جڻ ته ڪو ماڻهو شمع جي روشنيءَ ۾ سڄي شهر کي جاچي تپاسي رهيو هو. حويليءَ ۾ اوڙي پاڙي مان ماڻهو پنهنجا گهر ڇڏي لڏي ويا هئا. البت ماڻهن ۾ اهو مشهور هو ته مرزا باقي اڪثر رات جو ان حويليءَ ۾ پنهنجي ٻن خواجه سرائن سان گڏجي ايندو هو، ۽ پوءِ سموري رات ان حويليءَ مان ڪنهن زائفان جي رڙين ۽ ڪيڪن جا پڙاڏا ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. ماڻهن ۾ اها ڳالهه به مشهور هئي ته مرزا باقي جي ماءُ اتي قيد ٿيل هئي، جنهن کان خزاني جو ڏس پڇڻ لاءِ مرزا باقي تتل سيخن سان ڏنڀ ڏيندو هو ۽ اهي ڪيڪون هن جي ماءُ جون هيون.

هڪڙي پيري وڏي مدرسي جا ٻه شاگرد هوڙهيائي ڪري حويليءَ ۾ ٽپي پيا، پر جڏهن واپس موٽيا ته هنن تي چڻ مائٽ جي مهر لڳي ويئي، نه ڪنهن کي سڃاڻائون ٿي، نه ڪنهن سان ڳالهايائون ٿي، رڳو ڪنڌ ڌوڻ لڳي پئي هئن ۽ آخرڪار چريا ٿي پيا. ان واقعي کان پوءِ وري ڪنهن کي انهيءَ حويليءَ ۾ وڃڻ جي همت نه ٿي هئي. مغل ته اڳي ئي ويساهه ويسوڙا هئا، تن جو اهي ڳالهيون ٻڌيون ته اتان لنگهڻ ئي ڇڏي ڏنائون.

وريام جڏهن مولويءَ سان گڏ حويليءَ جي وچ ۾ پهتو، تڏهن گهڙيءَ لاءِ حويليءَ بابت سموريون ڪٿائون اکين اڳيان ڦري آيس، ۽ هن جي دل ۾ ڪنهن اڻاتي ڊپ ڪان ڪنبڻ لڳي. پر مولوي هن کي حويليءَ جي بدران، ان جي پرسان پوڙهين جي قتل ٿل ۾ وٺي آيو. هيڏانهن هوڏانهن نهاري مولويءَ هن کي ٿل ۾ اندر لهڻ جو اشارو ڪيو. وريام ان ٿل ۾ پنهنجي سنگتين سان ڪئين ڀيرا آيو هو. هو اڪثر اتي لڪلڪوٽي راند ڪندا هئا. اندر ٿل ۾ ايتريون ڏاڪڻيون هيون جو هڪڙي ڏاڪڻ مان ٻي تي ڏاڪڻيون ڦٽي ٿي نڪتيون. اندر هڪ ٻئي مٿان ٻي طبق هئا، جن مان هر طبق تي پوري وچ تي ٻڌ جو شاهي بت هو، جنهن تي پٿر ۾ ڪنهن پراڻي ٻوليءَ جا لفظ اُڪريل هئا. اهي ڏاڪڻيون ان بت جي ڪنهن نه ڪنهن عضوي ۾ اچي ٿي پوريون ٿيون. بت جي اکين وٽ جيڪي ڏاڪڻيون ٿي ڪٽيون، اتان هو پنهنجي ساٿين کي ڏسي سگهندا هئا، پر هيٺيان ساٿي هنن کي ڏسي نه سگهندا هئا.

مولوي مٿئين طبق تي وڃڻ بدران، هيٺئين طبق ۾ لهي پيو، جتي ٻنان سسيءَ جي هڪڙو بت هوندو هو، ۽ ڇوڪرا ان بت ۾ اندر منهن ڪري سيٽيون وڄائيندا هئا ته سموري ٿل ۾ گُونج وقت ڏئين اهي سيٽيون ٻڌڻ ۾ ايندڙيون هيون. مولوي انهيءَ بت جي اڳيان بيهي هڪڙي لوهي ڪِل کي ڪجهه ڦيرا ڏنا ته بت جي پيٽ وٽان هڪڙو وڏو پٿر هٽي ويو. مولويءَ هن کي اشارو ڪري هيٺ لهڻ لڳو. هو به مولويءَ جي پويان هليو آيو. هيٺ لهڻ لاءِ هڪ ننڍي سوڙهي ڏاڪڻ هئي. جڏهن وريام اندر آيو ته مولوي وري به بت ۾ لڳل هڪ ڪل کي به ٽي ڦيرا ڏنا ته لنگهه بند ٿي ويو. وريام کي حيرت ان ڳالهه تي هئي ته لنگهه بند ٿيڻ جي باوجود هن تهخاني ۾ چڱي روشني هئي. ڏاڪڻ ايتري ڊگهي هئي جو ڄڻ ته ڪٿي ٿي ڪانه هئي. ”حق تي مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس کي مغل ڳولي نه سگهيا هئا!“ وريام سوچيو.

ڏاڪڻ هڪ گول ڪوٺيءَ ۾ اچي ختم ٿي. اتي پهچي مولوي،

هڪڙي پٽ تي ٺڪ ٺڪ ڪئي تہ پٽ مان هڪڙي تاڪي کلي پئي، جنهن مان هڪ خونخوار حبشيءَ جي سسي صاف نظر آئي. مولوي هن کي ٽڪڙو ٽڪڙو ڪجهہ چيو تہ هن هڪدم تاڪي بند ڪري ڇڏي، ۽ گهڙيءَ کان پوءِ هڪ شاهي پٿر پنهنجي جاءِ تان هٽي ويو. مولوي هن کي اڳيان وڌڻ جو اشارو ڏنو. هيءَ هڪ ڊگهي سرنگهہ هئي، جنهن ۾ ٿوري ٿوري فاصلي کانپوءِ هڪڙو پاڏي جهڙو خواجہ سرا اگهاڙي ترار سان بيٺل نظر آيو. وريام کي هاڻ پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي. هتان جيئرو بچي نڪرڻ بنهہ اڻ ٿيڻي هئي. هي هن پنهنجي پاڻ کي دشمن جي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏڻ جي ڪهڙي ڳهيلپ ڪئي هئي. هتي تہ هن جا سنگتي ساٿي تہ ڇا مغل شهنشاهت جا سمورا لشڪر بہ هن کي ڳولين تہ بہ هو ڪاٿي ڪونہ لڀي سگهندو. هن کي ڏاترڏني جا لفظ ياد آيا: ”وريام، هتان ابهرو ٿين: سنڌ کي تنهنجي گهرج آهي!“

جڏهن سرنگهہ پوري ٿي، تڏهن وريام ڏٺو تہ هو هڪڙي اهڙي ڪوٺيءَ ۾ پهتا، جيڪا زمين جي هٺان هئي، ۽ لوهي سيخن جي دريءَ مان ٻاهر نظر پوڻ تي هو سمجهي ويو تہ هو لال حويليءَ جي عمارت جي پوئين حصي ۾ هئا. ان ڪوٺيءَ ۾ بہ ديو جهڙو خواجہ سرا اگهاڙي ترار سان ڪنهن اشاري جو منتظر هو. ان خواجہ سرا مولويءَ کي سجائي ورتو، ۽ هٿ سيني تي رکي حڪم ملڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

”اسان کي سڌو حضور مرزا شاهرخ وٽ وٺي هل! اسين تڪڙا آهيون!“

”جيڪو حڪم، آقا!“

هو هنن کي ڪنهين ڪوٺيون آڪري، هڪ وڏي سينگاريل ڪمري ۾ وٺي آيو.

”اوهين وهو تہ آءُ حضور مرزا صاحب کي ڄاڻ ڪري ٿو اچان. حضور جن پنهنجي خاص ڪمري ۾ آرام ۾ مصروف آهن!“ حبشيءَ سر نمائي چيو.

ٿوري دير ڪانپوءِ، هو موٽي آيو، ۽ کين پاڻ سان اچڻ جو اشارو ڏنائين. وريام جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيو، تڏهن هن کي چڻ پنهنجي اکين تي اعتبار ئي نه آيو. هي ڪمرو يقيناً ڪنهن بادشاهه جي آرامگاهه هو. چوڌاري اطلس ۽ ڪمخواب جا خوبصورت پردا ٽنگيل هئا. سامهون ئي هڪ شاهي پلنگ هو، جنهن تي ريشمي جهالرن سان سينگاريل ڪمخواب جي چادر ۽ وهاڻا هئا. زمين تي جيڪي قالين ۽ غاليچا وڇايل هئا، انهن تي معلوم ٿيو ته هن ئي وقت ڪاريگر انهن کي ناهي، پنهنجي فن جو انعام حاصل ڪري ويا هئا. ڪمري جي هڪڙي طرف هڪ گول ميز تي بلوري صراحين ۾ مختلف رنگن جون انگوريون سجايل هيون ۽ انهن جي اڳيان سونا گلاس هڪڙي قطار ۾ رکيا هئا. ان ميز جي ئي ويجهو، هڪ اطلسي طول وهاڻي تي، هڪ ڳڀرو جوان ڪنهن ساز جي تارن سان کيڏي رهيو هو، ۽ ان کان ٿورو ئي پريرو، ڊينبي قد جو هڪ ٿلهو بدزيبو ماڻهو، هڪ ريشمي پٿرائيءَ تي طول وهاڻي تي ٽيڪ ڏيئي، اڌ ليٽيو پيو هو.

”يا مولانا، اچو اچو.... معاف ڪجو، جو اوهان کي هتي ئي سڏائي ورتو اٿم! دراصل اڄ اسين ڏاڍو ٿڪجي پيا آهيون!“

مولويءَ هڪڙي نظر ساقيءَ تي وڌي، جنهن ساز هڪ طرف رکي ڇڏيو هو.

”مون کي خبر آهي ته اوهين ساقين کي ناپسند فرمايو ٿا.... پر هي ساقي بلڪل بيضرر آهي.... اسين هن کان فقط سندس راڳ ٻڌندا آهيون!“

”پر اوهان سان جيڪي ڪجهه ڳالهائڻو آهي، ان ۾ هن جي موجودگي بيضرر نه ٿيندي!“

مرزا شاهرخ اٿي ويو، ۽ اشاري سان ساقيءَ کي ٻاهر وڃڻ جو چئي، سڏو ٿي ويئو.

”هي نوجوان ڪير آهي....؟“ مرزا شاهرخ اهڙي ڏيکائي ڏني، جڏهن وريام کي ڀرسان پيرو ڏٺو هو.

”هي غلام اوهان جي لاءِ سموهن ڪان هڪ پيغام آندو آهي....“ وزيام پنهنجي بهترين فارسيءَ ۾ ڪنڌ نمائي چيو.

”چئو.... اسان کي مولوي صاحب کان ڪابه پرديداري ڪانهي.“ شاهرخ ڏورو ابهرو ٿي چيو.

”مون به حضرت مولانا کي، جيترو ضروري هو، آگاهه ڪري ڇڏيو آهي، پر مولوي صاحب کي مملڪت جي مسئلن کان ٻاهر رکجي ته چڱو: آخر مغل به حضرت مولانا تي اعتماد ڪن ٿا....“

مولويءَ کي وزيام جي ڳالهه ايتري پسند آئي، جو مرزا شاهرخ ڪجهه چوي، تنهن کان اڳ هن چئي ڏنو: ”نوجوان درست ٿو چوي، مون ته رڳو حضور مرزا عبدالعليءَ جي جان جي حفاظت خاطر هي جو ڪم ڪيو آهي، نه ته منهنجو سياست ۾ ڇا وڃي.... آءٌ مغلن جو اعتماد قائم رکي پنهنجي قوم جي وڏيڪ ڪارائتي خدمت ڪري سگهان ٿو!“

ائين چئي مولوي اٿي بيٺو. مرزا عبدالعليءَ طرف اشارو ڏئي، شاهرخ به اٿيو ٿي ويو.

”چڱو ڀلا، في امان الله !.... ها، پر مولوي صاحب، اوهان جي نئين معجون جي اسان کي اڄان به ضرورت آهي.... آءٌ اوهان کي به محافظ گڏي ٿو ڏيان، جيڪي اوهان کي مسجد تائين پهچائي ايندا....“

”نه نه، ان جي ڪا ضرورت ڪانهي. ائين ته پاڻ مغلن کي وڌيڪ شڪ پوندو.... آءٌ پاڻ هليو ويندس.... ۽ توهان جي معجون به ڪنهن وقت ڏيئي ويندس.... رڳو، جڏهن الله تعاليٰ اوهان کي ڪامياب ڪري، اسان ديني عالمن کي نه وساري ڇڏجو....“

”هي ڪهڙيون ٿا ڳالهيون ڪريو، مولانا ! ڇا اڳي توهان کي گهٽ اهميت ۽ عزت ڏني اٿئون؟ بس، اسان لاءِ دعا به ڪندا رهجو ته هنن مردود مغلن مان جند آزاد ڪرائي، حق حقدار تائين پهچايون....!“

”بيشڪ بيشڪ ....!“ ائين چئي مولوي ٻاهر هليو ويو.

”ها نوجوان، تو ڪهڙو پيغام آندو آهي؟ ۽ تون آهين ڪير؟“ شاهرخ ۾ وري به رعب ۽ رعونت موٽي آئي.

”منهنجو نالو وريام آهي، اوهان کي رڳو اهو اطلاع پهچائڻو هو ته مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس ۽ ٻين شاهي قيدين کي هٿ ڪرڻ لاءِ مغل لشڪر، مظفر بيگ جي سربراهيءَ ۾، هن حويليءَ تي حملو ڪرڻ وارو آهي. سو جيترو جلد هتان نڪري وڃو، اوترو چڱو!“ وريام اهڙي انداز سان اهي لفظ چيا، جو شاهرخ جي منهن تان هڪڙو رنگ ٿي آيو، ٻيو ٿي ويو. هن جا نشا ئي ڪافور ٿي ويا. هو اٿي بيهي رهيو، ۽ پوءِ اتي ئي اچ وڃ ڪرڻ لڳو. سندس هڪڙو هٿ پنهنجي نڪ کي سهسائيندو رهيو.

وريام هن کي چڱي طرح ڄاڃي ڏٺو. قد جو ايترو ننڍو ماڻهو ترخانن ۾ گهٽ هوندو. پر هن ٻڌو هو ته خود ترخان هن کان بي انتها ڊڄندا هئا، ۽ چوندا هئا ته هو جيترو زمين جي مٿان آهي، ان کان ٻيڻو زمين جي اندر آهي. سندس حرفت، جرأت ۽ سنگدلي سمورن ترخان سردارن کان سوا ئي هئي. ڪنهن جو دشمن ٿيو ته ان جو جڙ پچو ڪڍائي ڇڏيندو. هن ۾ گهڻيون خصلتون مرزا باقي واريون هيون، ۽ هي به اهي ئي نسخا آزمائيندو هو جيڪي مرزا باقي واپرائيندو هو. زالفائن جي سٿڻن ۾ ٻليون وجهائڻ، ٻن هاٿين جي پڇن ۾ ماڻهن کي ٻڌائي، چيرائڻ، ا کين ۾ ڳاڙهيون تتل سرائيون وجهائڻ هن لاءِ عام رواجي ڳالهه هئي. سمورن ساقي خانن ۾ تهخانا ٺهرائي، ساقين جي بهاني اميرن کي اتي گهرائي ذليل ڪرائڻ هن جو خاص ڪرتب هو. ساقين ۽ ڪنيزن جا نيلام به هن جي اختيار هيٺ ٿيندا هئا، ۽ ساقي خانن جي نگران ماڻهن ۾ هن جا خابرو هن تائين هر ڳالهه پهچائي ويندا هئا. خود اميرن جي گهرن ۾ ڪي خواجه سرا ۽ ڪنيزون هن جي آڱوٺي هيٺ هوندا هئا، جتان هن کي آئي وئي جي پئي خبر پوندي هئي.

اوچتو هو بيهي رهيو، ۽ وڏي وريام تائين آيو. ڪا گهڙي

هن کي گهوريندو رهيو. وريام ايترين خونخوار ا کين کهڻ ڏٺيون هيون جن جي ڏورن ۾ ٿي موت نظر ايندو هو. پر وريام اڏول ٿي بيٺو رهيو.

”پر تو کي ڪٿان خبر پئي، ته سنڌين کي اسان سان ڪهڙي همدردي آهي جو هيءَ چتاءُ اسان کي موڪليو اٿن!“ مرزا شاهرخ اهي لفظ ائين چيا، چڻ پنهنجي پاڻ سان ئي ڳالهايائين.

”سوال ڏاڍو معقول آهي.... آءٌ ان جا ڪيترائي جواب ڏيئي سگهان ٿو. سنڌين سان اوهان پنهنجي وقت ۾ جيڪي ڪلور ڪيا آهن، انهن کي ياد ڪري، آءٌ خود اهو ٿو سوچيان ته آخر اوهان سان هي ڀلائيءَ جو ڀير ڇو ڀريون؟ سنڌين کي اڃا تائين مرزا باقيءَ جا ظلم چڱيءَ طرح ياد آهن....“

”پنهنجي زبان بند رک، بدزبان ڪتا! حضور مرزا باقي جو نالو وٺڻ کان اڳ زبان کي عطر ۽ گلاب سان دوئڻ لازم آهي....“ شاهرخ رڙ ڪندي چيو.

وريام سنڌو ڪوبه جواب نه ڏنو. هو هلي هڪ اطلسي موڙي تي ويهي رهيو. هن چائي واڻي شاهرخ ڏانهن پٺ ڏيئي موڙي ڏانهن رخ رکيو هو ته جيئن شاهرخ هن تي ڪو وار ڪري. پر شاهرخ وڏو سياستدان به هو. هن کي وقت جي نوعيت ۽ اهميت کان پنهنجو جلال گهڻ پيارو هو.

”خير، توهين ڀلي پنهنجي زبان کي عطر ۽ گلاب سان ڌوئي، پوءِ مرزا باقيءَ جو نالو کڻو. پر سنڌين ۾ جيڪڏهن هڪڙو به سنڌي جيئرو هوندو ته شاهه بيگ يا مرزا باقيءَ جو نالو جڏهن به زبان تي آڻيندو ته هن کي هڪدم ڪنهن مروان مرونءَ جو خيال ايندو آهي؛ جيڪو ڇتو ٿي نه رڳو ماڻهن کي چڪيندو آهي، پر پنهنجي پاڻ کي به چڪ پائيندو آهي. سنڌين لاءِ سمورا ڌاريان ۽ اوپرا غاصب، جيڪي صدين کان مرونءَ ۽ بگهڙ وانگر سنڌ جو ماس چڪيندا، چيريندا، ڦاڙيندا، سنڌ س رت پيئندا رهيا آهن، سي مرون ٿي سڏبا ايندا....!“ وريام به هاڻ پاڻ کي جهلي نه سگهيو.

”بس ڪر گستاخ ڇوڪرا! تنهنجي جوانيءَ تي رحم ٿو اچي، نه ته هيئر جو هيئر تنهنجي زبان نڙيءَ مان ڇڪي ٻنهنجي ڪتن کي کارائيندس!“ شاهرخ وڦلڻ لڳو. هن کي پنهنجي سياست ٻسم وسري ويئي.

”سندين جون زبانون مرزا باقيءَ به ڇڪي ڪتن کي کارائيون، سو تون به آخر ان جو اولاد آهين....!“ وريام ڪاوڙ ۾ ڇتي ويئو. ٻر ٻوءِ پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳو ته مرڳو اصل ڳالهه تي خراب ٿئي. پر هن کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ....

اوڏي مهل شاهرخ زور سان تاڙي وڄائي. گهڙي ڪانه گذري ته هڪڙو پربت جيڏو حبشي خواجه سرا اندر ڏوڪيندو آيو. هن شاهرخ کي بيٺل ۽ وريام کي موڙي تي ويٺل ڏٺو ته منجهي پيو.

وريام هن ديو کي ڏٺو تـه گهڙيءَ لاءِ هيسجي ويو. هن کي پنهنجي يار ڏاترني جا لفظ ياد آيا: ”وريام، ابهرو نه ٿجانءِ....!“ پر هاڻ ته تير ڪمان مان ڇٽي چڪو هو. يا ابهرائي تنهنجو آسرو! هن پنهنجي ڪمربند مان خنجر ڪڍي، نشانو ٺڪي ڪري اڇل ڏني. خنجر حبشيءَ جي نڙگهٽ ۾ گهڙي ڪري پئي ويو، ۽ هاٿيءَ جيان رنبو ڪري، هن ٻئي هٿ ڪٽي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌا. پر خنجر هن جي شاهه رڳ ڪپي وڌو هو، ۽ هو ڪنهن ڍهندڙ پٽ جيان منهن ڀر ڌهڪو ڪري اچي شاهرخ جي پيرن وٽ ڪريو. اهو سڀڪجهه ايترو تڪڙو ٿيو جو شاهرخ جا اوسان به خطا ٿي ويا.

وريام جي دل به زور زور سان پاسرائين ۾ ڌڙڪندي رهي. پر هاڻ وقت نه هو. هن آمالڪ ٽپ ڏيئي، شاهرخ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهن ورائي، سندس پٺ ۾ ڇاتيءَ وٽ گوڏو ڏيئي، ٻوٿي سخت ڏني شاهرخ سجو ٻيڻو ٿي ويو، ۽ وريام جي ڪوڙڪي ۾ ڪبر جيان ڦٿڪڻ لڳو. سندس ناس مان ساهه اڻين ٿي ڪڍيو، پر تمام وڏي ڏوڙ پاڻي آيو هو.

”اسين اوهان ترخانن مرزا ڪي ميٺا ڪونه آهيون جو بي ڳناهه ڪنهن تي هٿ کڻون، ۽ اسان جو بدلو ڪمينپ سان ڏيون. آ

جي چاڙهيان ته هيمر جو هيمر تنهنجو ٽڪو پيچي، تنهنجو لاش تو وارن ڪتن کي کارائي ڇڏيان .... هاڻ سڌ ڪر نه پنهنجن پالتو ڪتن کي ته تنهنجي جان بخشي ڪرائين.... سنڌ تان مغلن جو ڏرت هٽائڻ نه هجي ته هوند اوهان سمورن ترخانن کي قندار پهچائي ڇڏيون!“

ائين چئي هن شاهرخ کي اڳيان اُڇل ڏني. شاهرخ ڏانهن ڪري وڃي منهن پر ڪريو. ڪجهه وقت هو آتي هانبارو هڻندو رهيو. پوءِ سنڌو ٿـي، وريام کـي ڏسندو رهيو. آتان آٿي ڪنجهندو اچي هڪڙي موڙي تي ويهي رهيو. سندس اکين ۾ رت مڙي آيو هو، جنهن کين وڌيڪ خونخوار بڻائي ڇڏيو هو. هو اهو سوچي رهيو هو، ته هو پنهنجي پهريدارن کي سڏي، هن سنڌيءَ جي ڪَل پنهنجي اکين آڏو لهرائي. پر هن وقت هن کي پنهنجي جان جو خطرو سجهي رهيو هو تـه جيڪڏهن هـن اهڙي ڪا حرڪت ڪئي، جنهن مـان هـن سنڌيءَ کـي ذرو بـه شڪ پيو ته ، هـو مـون کي مارڻ ۾ ويرم ئي ڪونه ڪندو.

اوڏيءَ مهل وريام هيٺ جهڪي، حبشيءَ جي نڙگهٽ مان پنهنجـو خنجـر ڇڪـي ڪـڍي ورتـو، ۽ پنهنجـي ڪـمربند ۾ هڻـي ڇڏيائين، ۽ پوءِ شاهرخ ڏانهن منهن ڪري چيائين: ”تون سمجهين ٿو ته اسين سنڌي ايترا گهيلا آهيون جو هت ائين اڪيلو تو جهڙي بگهڙ وٽ هليو آيس.... هـن حويليءَ جـي چوڌاري منهنجا همراهه منهنجي انتظار ۾ آهن، آءٌ جيڪڏهن مقرر وقت تي نه پهتس ته مغلن جي اچڻ کان اڳ، تو کي ۽ تنهنجي سائين کي — خود مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس سوڌو سمورن شاهي قيدين — کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندا ....!“

ائين چئي وريام ڪارڙي تنر جـي ٻوليءَ کـي هڪ ڊگهي سيٽ ۾ ٻوليو ته حويليءَ جي چوڌاري سا ڳي سيٽ جـو آواز ٻُڌڻ لڳو. شاهرخ جو منهن پنهنجو رنگ ئي ڇڏي ويو. سندس اکين جي خونخواريت به ڊپ ۾ بدلجي ويئي.

”آءٌ شرمندو آهيان، نوجوان! مون تو کي غلط سمجهيو....

ڏس نہ اسان جي بزرگن سنڌ جي خدمت بہ تہ ڪئي آهي. برابر، سنڌين سان ڪجهہ زيادتيون ٿيون آهن...."

شاهرخ ۾ سياست موٽي آئي. هن جي لفظن ۾ شرمندگيءَ سان گڏ ڪجهہ قدر ميڻاج بہ ايندو ويو.

"اسين تہ فيروز سمي جي مدد ڪاڻ هت آياسين.... ۽ جڏهن اسان ڏٺو تہ هت ماڻهن ۾ پنهنجي حڪومت هلائڻ جي ساڃهہ ڪانهي تہ اسان کين تربيت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.... ۽ ان کان سواءِ ڏس نہ، هت سنڌ جي سموري ڪاروبار تي هندن جو قبضو هو، رفتہ رفتہ مسلمانن ڪاروبار ڪرڻ سکيو. سومرن کان سمن تائين دربار ۾ وڏا وڏا عهدا — ديوان، منشي، محصولدار، باندري ۽ پيڙياتا سڀ — هندو هئا. اسان انهن جي بدران مسلمانن کي اهي عهدا ۽ ملازمتون ڏنيون. اسان سمورن سنڌين کي فارسي لازمي طرح پڙهائي عالم فاضل ٿيڻ جو موقعو ڏنو. اڄ ڪيترا سنڌي عالم، شاعر، محدث ۽ فقيهہ فارسيءَ ۾ علم جا دريا پيا وهائين. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ هت زمين جي ملڪيت جو پراڻو سرشتو اهڙو هو جو ڪنهن وٽ بہ ڏهن ويهن جريبن کان وڌيڪ زمين ڪانہ هئي. ڪنهن سال مينهن نہ پوندو هو تہ ماڻهو ويچارا اڌاري سڌاري پيٽ گذران ڪندا هئا. اسان وڏيون زميندايون ۽ جاگيرون قائم ڪيون، جنهن ۾ زميندار ۽ جاگيردار پنهنجي هارين نارين کي خوش رکندا اچن. ۽ ڏسو تہ دين جي ڪيڏي نہ خدمت ٿي آهي: سوين مسجدون ٺهرايون اٿون، رڳو ٺٽي ۾ ئي ڏسو تہ ماڻهن ۾ روزو نماز ڪيترو وڌيو آهي! تاريخ اسان جي دور کي اسلامي تاريخ ۾ وڏو اعزاز بخشي چڪي آهي: سمورا مورخ، وقائع نگار ۽ انشاءِ پرداز اسان جي ديني ۽ علمي خدمتن جا معترف آهن!"

وريام لي هاڻ دل ٿي دل ۾ ڪِل اچڻ لڳي هئي. طوطي وانگر اهو سبق هن ڪيترن ارغونن ۽ ترخانن ڏان ٻڌو هو. مجال آهي جو لفظن ۾ ڪا هير ڦير ٿئي. مدرسي ۾ هن کي جيڪي بہ ترخان يا ارغون استاد مليا، تن کي بہ اهو سبق بربان ياد هو ۽ هو وري کين

ياد ڪرائڻ جا جتن ڪرائيندا هئا ته ارغونن کان اڳ ته سنڌي سڀ ڪفر ۽ شرڪ ۾ مبتلا هئا، ارغونن ۽ ترخانن خالص اسلامي جذبي سان ڪين اچي انهيءَ اونده مان پار آڪاريو ۽ انهيءَ ديني جهاد ۾ جيڪڏهن سنڌ جي آزادي کسي ويئي ته اهو ياد رکڻ گهرجي ته سنڌ هاڻ هڪ وسيع اسلامي سلطنت جو حصو بڻجي ويئي آهي، ۽ ترخان يا ارغون يا مغل امير سان گڏ شهنشاهه هند ۽ بغداد جي اميرالمومنين جا نالا به خطبي ۾ گڏوگڏ ورتا وڃن ٿا. ڇا اها فخر جي ڳالهه نه هئي؟ وريام ۽ سندس ساٿين کي ته رونشو سجهي ايندو هو: هو پاڻ ۾ شرط رکندا هئا ته ڪنهن ڏينهن ڪنهن مولويءَ، استاد يا عالم جي تقرير دلپذير ۾ گهڻن لفظن جي ڦيرگهير ٿي ٿئي. وريام چوندو هو ته اها تقرير سيني کي حفظ ٿيل آهي، ان ڪري لفظن ۾ ڪابه ڦيرگهير ڪانه ٿيندي، ۽ لاشڪ ڪو اهڙو ڪتاب يا فرمان سيني وٽ موجود آهي، جيڪو هو سبق وٺي ڪان اڳ وري هڪڙو پيرو دور ڪري ٿا اچن!

شاهرخ جي انهيءَ تقرير جو اثر وريام تي هوبهو سا ڳيو ٿيو، ۽ اهو سوچي، هن جي ڪل هيڪاري وڌي ويئي ته نه رڳو عالم، مولوي ۽ اُستاد پر امير اُمرا ۽ پيا ارغون يا مغل به جڏهن سماجي سطح تي ٿا ڳالهائين ته انهن کي، به اها سا ڳي تقرير ياد ڪرڻي ٿي پوي يا اهي سا ڳيا فرمان ۽ ڪتاب پڙهئا ٿا پون!

شاهرخ وريام کي مرڪندو ڏٺو ته هن جي همت به موٽي آئي.

”خير نوجوان، ڇڏ انهن ڳالهين کي.... اچ مقصد جي ڳالهه تي، اوهان کي ڪٿان خبر پئي ته مغلن کي لال حويليءَ ۾ شڪ پئجي ويو آهي ته شاهي قيدي هت رهيل آهن....!“

وريام وري هن دنيا ۾ موٽي آيو. هيستائين هن جيڪي ڪجهه چيو هو، سو بنان سوچڻ سمجهڻ جي، پر هاڻ هن کي به سياست هلڻي هئي جنهن لاءِ ساڻوڻ جا لفظ اچا تائين پئي ڪنن ۾ پُريا ته ’وريام، سنڌ لاءِ هاڻ هوش ۽ مت جي به ضرورت آهي....!‘

”اسان جا پکي به اوهان جي پکين وانگر هرهنڌ ڇڳندا ٿا رهن، مرزا صاحب! اوهان جي ٽي هڪڙي محافظ قيصر بيگ سان سودو ڪيو ته سندس ڇوڪرا لال حويليءَ ۾ قيد آهن. قيصرخان سان اوهان وعدي خلافي ڪئي ته هو سڌو مظفر خان وٽ پهتو، ۽ هاڻ .... اوهان اڳي ئي دير ڪري ڇڏي آهي. مظفر خان پنهنجو سمورو لشڪر وٺي لال حويليءَ جو محاصرو ڪرڻ وارو هوندو.... پر اڃان به وقت نه ويو آهي. جلدي ڪريو، شاهي قيدين کي هتان ڪڍي وڃو، پر حويليءَ واري سرنگهه ۽ ٻئي واري ٿل وڏن نه، جو اُتي مغل اڳي ئي پهچي ويا هوندا. البت سامهون نڪري وڃو ته پوءِ .... پائنجي ٿو ته مغل سامهون ڪونه پهتا آهن جو ته مغل پهتا هجن ها ته منهنجا همراهه آتان ڪسڪي وڃن ها....!“

وريام کي ڳالهه ڏاهيندي، بار بار اهو خيال پئي آيو ته، ڳالهه جو نه منڍ آهي نه پير، شاهرخ ان کي ڪيئن مڃيندو. پر هن کي اها به حيرت هئي ته ڳالهه ڏاهڻ ڪانپوءِ، خود هن کي ڇڻ اهو يقين ٿيندو ويو ته اصل صحيح ڳالهه به اها آهي. سياست برابر جو ڪم جو پورهيو آهي، هن سوچيو.

شاهرخ ڪنهن اونهي ٿيءَ ۾ پئجي ويو. هو دل مَن هئي رهيو هو ته ڳالهه تي ڪيتري قدر ڀروسو ڪري ٿي سگهيو. آخري حربي طور هن چيو: ”پر اوهان سنڌي اسان کي اهو ڇتاهه ڇوٽا ڏيو؟“

”سولي سڌي ڳالهه آهي: اوهين ارغون ترخان وري به هتي ته آهيو. اوهان جا مڙهه مقام به هتي آهن. مغل ته ٻنهه ڏاريان آهن، ۽ هنن کي سنڌ تي حڪومت هلائڻ جو ۽ لاهور يا آگري مان فرمان جاري ڪرڻ جو ڪهڙو حق ٿو پهچي؟ اوهان سان ته پوءِ به اسين ڳالهائي سگهون ٿا، جهيڙو به ڪري سگهون ٿا، اوهين نيٺ به ته پنهنجا آهيو....“

وريام اهي لفظ چئي ته ويٺو، پر سندس زبان ۾ ڇڻ ته ڇالا پئجي ويا، هن کي پنهنجو اندر ملامت ڪرڻ لڳو. دشمن کي ”پنهنجو“ چوڻ جو لعنتائو سهڻ جي هن ۾ اڃا سگهه نه هئي، نه هوشمندي،

ڪئي اها سياست خاطر ئي چونہ هجي. سنڌي هجڻ کي هو سچو هجڻ
جي برابر سمجهندو آيو هو. جن هن جي سنڌ جي آزاديءَ کي
پائمال ڪيو، جن سنڌ جي سچاجهن ماڻهن کي چيچلائي چيچلائي
ماريو، ۽ جن سنڌ کي مال غنيمت سمجهي پنهنجي ڦريو لٽيو آهي، تن کي
”پنهنجو“ سڏڻ کان هو مارجي وڃڻ کي ترجيح ڏئي ها! پر ساڻن
جا لفظ هن جا محافظ بڻجي، هن کي ڏي ڏيندا رهيا، تڏهن بہ هن ڪنڌ
هيٺ ڪري ڇڏيو.

”تہ پوءِ اچ تہ هلون.... وقت اڳي ئي گهڻو وڃايو اٿئون.
اچ تہ دلي هنن مغلن کي هتان لوڏي ڪڍڻ جا ڪي جتن ڪريون!“

شاهرخ، هن کي پنهنجي پويان اچڻ جو اشارو ڪري، تڙي
وڃائي. هڪڙو ٻيو حبشي خواجہ سرا ايتري تيزيءَ سان نمودار ٿيو،
جو وريام کي شڪ پيو تہ چڻ تہ هو دروازي جي ٻاهران اڳيئي هنن
جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هو.

”هيبت خان، هڪدم ڪوچ ڪرڻ جي تياري ڪريو.
شاهي قيدين جون ڏوليون ۽ گهوڙا سپاهہ جي وچ ۾ هلندا، ۽ رستو
اصلوڪو مڪ دروازي وارو وٺبو. رستي تي ڪابہ روڪ برداشت نہ
ڪبي. مڪ دستي جي مهنداري تون ڪندين. اسين پويان واري
دستي سان هونداسين.... ۽ ها، قيصر بيگ جي حرامزادن کي اسين
پنهنجي هٿن سان جهنم رسيد ڪنداسون. هو ملعون مغلن کي نيٺ
خبر پهچائڻ کان باز نہ رهيو. هن جي سزا اهائي آهي، ۽ قسم آهي
اسان کي پنهنجي سمورن بزرگن جي روحن جو تہ قيصر بيگ کي بہ
اسين انشاءَ الله پنهنجن هٿن سان ان جو سبق سيکارينداسون!“

”حڪم جي تعميل ٿيندي، آقا!“ هيبت خان ڪنڌ جهڪائي
بند مٺ پنهنجي سيني تي رکندي چيو. هن جي اکين ۾ ڪو ڪهنو
ڏنڊ موٽي آيو، ۽ وريام کي هن جي غلاميءَ تي ڏاڍو رحم آيو. هي
مغرور اکين وارو هيڏو انسان هن ڪميڻي اڌ-انسان اڳيان ايڏو
مجبور ۽ لاچار هجي، سا غلامي شايد اسان سنڌين جي غلاميءَ کان
بہ وڌيڪ دردناڪ آهي. الائجي ڇو هن کي هيبت خان لاءِ هڪڙو

عجيب همدرديءَ جو جذبو اڀريو رهت آهستي آيو، جو هن کي نوري ڏيئر اڳ پنهنجي هٿان مرندڙ خواجه سرا جي موت تي شرمساري محسوس ٿيڻ لڳي.

هيبت خان هن کي هڪڙي ڪوٺيءَ تائين پهچائي، پاڻ ٻوٿين ٻيڙ موڪلي ويو. ان ڪوٺيءَ جي اڳيان هڪڙو ٻيو حبشي اگهاڙي ترارسان پهرو ڏيئي رهيو هو. هن جي اچڻ تي، هن دروازي کي زور سان ڌڪو ڏيئي کولي ڇڏيو.

وريام جيڪي ڏٺو، تنهن هن جي وجود کي لوڏي ڇڏيو. سامهون ئي سامهون کٽ تي نوري، ڪاڏيءَ کي هٿ ڏيو ويٺي هئي. وريام ائين ڀانيو ڄڻ ته هن جي اندر ئي اندر ڪنوڻ ڪڙڪي پئي. هن جو سڄو اندر، گهڙيءَ لاءِ، سهانو ٿي ويو، ۽ انهن اکين ۾ الائجي ڇا هو، جو هن سمجهيو ڄڻ ته انهن اکين ۾ جيڪو ڏک، درد ۽ ايذاءُ هو، تنهن هن کي ڏوراپو ڏنو ته، وريام، ائين ڪيو آهي، ائين سار لڌي آهي، ايتري دير ڪئي آهي! هن جو سمورو اندر وڍجي ويو، اهو ڏوراپو، اهو مهڻو ٻڌي!

دروازي کلڻ تي، نوريءَ ائين ٽپ ڏنو، جيئن هرڻيءَ جو ابهم معصوم ٻچڙو، خطرو محسوس ڪري ٽپو ڏيندو آهي. ان وقت هن جي اکين ۾ ايذاءَ سان گڏ خوف جا ڀاڇولا اٿي آيا، ڄڻ ته اڳي ئي جهڙاتيل آسمان تي نئون ڪارو ڪڪر لهي آيو.

شاهرخ هٿ وڌائي، حبشيءَ کان سندس اگهاڙي ترار ورتي، ۽ کٽ ڏانهن وڌيو، جتي ٻه ننڍا نينگر ليٽيل هئا. شاهرخ کي اوڏانهن وڌندو ڏسي، نوريءَ وري ست ڏيئي، کٽ ڏانهن مڙي، ٻنهي ڇوڪرن کي ڀاڪر ۾ آڻي ڇڏيو. ڇوڪرا ٻه شاهرخ جي هٿ ۾ ترار ڏسي، نوريءَ کي چنبڙي پيا.

”ڪنيز، تون هٽي وڃ. هن حرام جي تخمن جو وقت پورو ٿي ويو آهي!“ شاهرخ رڙ ڪندي چيو.

نوري هيڪاري ٻارڙن کي چنبڙي پئي. هوءَ پاڻ ڪرڙيءَ وانگر پئي ڏڪي، پر ٻارن کي تيئن وڌيڪ ڀاڪر ۾ ڀيڙيندي ڇپائين:

”هنن معصومن اوهان جو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي.... الله، الله جي رسول جي صدقي، اهڙو ڪيس نه ڪريو....“ نوريءَ سنڌيءَ ۾ رڙ ڪري چيو.
”ڪنيز، اسين توکي ڪوبه ايذاءُ ڏيڻ نٿا گهرون.... تون اسان وٽ شان مان سان رهنديئن، پر هنن نانگ جي ٻچن کي اسين هميشه جو هميشه ختم ڪرڻ گهرون ٿا.... نادر خان، هن ڪنيز کي هٽاءِ....“

حبشي چپ چاپ ڪٽ ڏانهن وڌيو. وريام چڻ ڪنهن اوٽاري مان جاڳي پيو. ڪمربند مان خنجر ڪڍندي، هو وڌي اچي نوريءَ ۽ هن جي وچ ۾ بيهي رهيو، ۽ ڏند پيڙيندي، پاڻ تي ضبط ڪندي ڏاڍيان چيائين: ”شاهرخ، هن نينگريءَ يا ٻارن کي ڪجهه ٿيو ته آءُ اتي جو اتي توکي خون ڪري ڇڏيندس....!“
هن حبشيءَ جي اکين ۾ شوڪي نهاريو، ۽ کيس چيائين: ”خبردار جيڪڏهن هن ڏانهن هٿ وڌايو اٿئي....!“ هن خنجر جي اشاري سان حبشيءَ کي پوئتي هٽڻ جو اهڃاڻ ڏنو. حبشيءَ وٽ ڪوبه هٿيار ڪونه هو، پر پنهنجي آقا جي موجودگيءَ ۾ پوئتي هٽڻ ۾ هو هٻڪڻ لڳو، ۽ سوال طلب نظرن سان مرزا شاهرخ ڏانهن ڏٺو. شاهرخ سنڌي ڪنيز اڳيان پنهنجي حڪم جي انحرافي ۽ هيٺاهينءَ تي باهه ٿي ويو، ۽ هن اگهاڙي ترار جو وار وريام ڏانهن موڙي ڇڏيو.
وريام هن کي ايترو ويجهو هو، جو جيڪڏهن چاهي ها ته انهيءَ وار دوران ٿي خنجر هن جي پيٽ ۾ کوڙي ڇڏي ها. پر ان جي بدران وريام هن کي پيٽ واري لت ڌڪائي ڏني. شاهرخ پوئيان ٿاٻڙجندي وچي، پاڻيءَ جي ننڍي ناديءَ تي ڪريو. ترار سندس هٿ مان ڇڏائجي ويئي. وريام جهٽ ڏيئي، ترار کڻي ورتي. اهو سڀڪجهه ايترو تڪڙو ٿيو جو نادرخان کي به اڳيون قدم کڻڻ جو موقعو ئي نه مليو.
وريام تلوار جي چهنب شاهرخ جي نڙيءَ تي رکندي چيو: ”شاهرخ، مون توکي ڏاڍو عقلمند سمجهيو هو، پر سمورن ترخانن

وانگر تنهنجو عقل به تنهنجي ڏن ۾ آهي.... ۽ نادر خان، جيڪڏهن پنهنجي آقا جي زندگي پياري اٿئي ته، هتان ٻاهر هليو وڃ، ۽ وڃي هيبت خان کي ڪوچ ڪرڻ ۾ مدد ڪر، مغل اچهو آيا ڪين آيا.... نه ته هيءُ ترار آهي هن جي نڙگهٽ جي پار اڪاري ڇڏيندس!“
وريام جي لفظن ۾ رڳو جهڙي سختي اچي ويئي.

نادرخان هڪڙو پيرو وري شاهرخ ڏانهن نهاريو، ۽ چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ٻاهر نڪري ويو. وريام به هڪڙي نظر شاهرخ تي وڌي، جيڪو هڪڙي ٻانهن جي زور تي اٿڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هار ۽ شرمساري هن جي اکين ۾ وري خونخوار ڪيفيت جي جاءِ اچي والاري هئي.

۽ پوءِ وريام نوريءَ ڏانهن ڏٺو. پر هو هن جي منهن ۾ نهاري نه سگهيو. انهن اکين ۾ جيڪا نماڻائي ۽ ايذاءُ هو، ان کي گهوري ڏسڻ جي ٻي وريام ۾ ڀهچ ڪانه هئي. هن جي نظر فقط سندس ڳچيءَ جي گهاءَ تي وڃي پئي، جيڪو جيتوڻيڪ سڪي ويو هو، پر اڃان به رتايل ٿي نظر آيو. ان ڳچيءَ جي پس منظر ۾ نوريءَ جي منهن ۾ معصوميت ائين ٿي ڀڪي، جو وريام جي دل ڪنهن عجيب احساس کان هڪ نئين سر ۾ ڌڙڪڻ لڳي.

۽ پوءِ هن پنهنجائپ مان چيو: ”نوريءَ دير ۾ هتان ٻاهر هلڻو آهي. هي نينگر قيصربيگ جا آهن نه؟“

نوريءَ کان وريام جي واتان سنڌي ٻڌي ڇرڪ نڪري ويو. الا، منهنجي جيجل جي ٻولي ڪيڏي نه مٺي ۽ سُريلي آهي، جيڪا ٻڌڻ سان سڀ ڏک سور ماٺا ڪريو ڇڏي. هن ڀهريون پيرو نظر لائي وريام کي ڏٺو، جنهن کي پوشاڪ ته ترخانن جهڙي پيل هئي، پر سندس اکيون نج نبار سنڌي اکيون هيون. سنڌي اکيون ته پري کان پڌريون: انهن جي پنهنجائپ به نرالي ته نهار به نرالي. سنڌي اک جو شرم به پنهنجو، ٻاڻي به پنهنجو، حياءُ به پنهنجو ته ان جو نيالو سنهو به پنهنجو. وريام جي اکين ۾ هن کي جيڪي ڪجهه نظر آيو، تنهن هن کان سورا ظلم وساري ڇڏيا، جيڪي

ڏارين هن کي ڏنا هئا. هن جي اندر جا گهاوَ ته ڏاڍا گهرا هئا، پر انهن ا کين ۾ هن جيڪو پاڻو هڻ ۽ پنهنجائپ ڏٺي، تنهن هن جا وار ڪانڊاري ڇڏيا.

هن رکو ڪنڌ ڏونڻ ڪري 'ها' ڪئي.

"هيءَ ڪنيز اسان جي ملڪيت آهي: قيصر بيگ جا ڇوڪرا جيڪڏهن تون پاڻ سان وٺي وڃين ته پلي وٺي وڃ: پر سنڌي ڪنيز اسين موٽائي نه ڏينداسون! اسين کيس پنهنجي حرم ۾ آڻڻ ٿا گهرون!"

شاهرخ وڌي اچي نوريءَ جي ٻانهن ۾ هٿ وڌو. پر سا کيءَ گهڙيءَ وريام جي ابتي هٿ جي لپاٽ هن جا وائيسرئي ڦيرائي ڇڏيا، ۽ هو وري به ٿيڙ کائيندو وڃي ناديءَ جي مٿان ڪريو.

"ڪميڻا، آئينده ڪنهن سنڌي نياڻيءَ کي ائين ٻانهن ۾ هٿ وڌو ائين، يا ان کي ڪنيز سڏايو ائين ته آءٌ تنهنجي سسي ڪپي ڇڏيندس. اوهين لائق ته انهيءَ جا آهيو جو سنڌين تي هڪڙي هڪڙي ظلم جي عيوض اوهان جو هڪڙو هڪڙو سنڌ ويهي ڪپجي ته به هوند دل ٿڌي نه ٿئي، پر شڪر ڪريو جو سنڌي اجا ظلم جي موٽ ۾ ظلم ڪرڻ ڪونه سکيا آهن.... هاڻ نڪر هتان، متان منهنجو ارادو بدلجي وڃي!"

وريام هاڻ ڪاوڙ کان سچو پچو رڻيو. هن جي دل ته اهو ٿي چاهيو ته اتي جو اتي شاهرخ جي سسي ڪپي ڇڏي، پر وري به هن کي سانوڻ ياد اچي ويو، ۽ هو ڪاوڙ کي پي ويو. شاهرخ ٻاهر ويو ته هن چيو:

"اچو ته هلون."

وڏي ڇوڪري هيسيل انداز ۾ چيو: "ڪنيز، هاڻ وري اسان کي ڪيڏانهن ٿا وٺي هلو. اسين ته هاڻ ڪاٿي ڀاڄايون به ڪونه ٿا!"

وريام گهڙيءَ لاءِ ڇوڪرن ڏانهن نهاريو. پنهي ٻارن جي اکين ۾ ڊپ ايترو ته ڇپيل ڪوڙي ويو هو، جو هو نوري جو پلاند ڪنهن به صورت ۾ ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئا.

"اوهان کي اوهان جي گهر تائين وٺي هلون!" وريام کين دلداري ڏيندي، فارسيءَ ۾ چيو.

هو نوري ۽ ڇوڪرن کي وٺي، سرنگهه واري رستي کان ٻوڏي نل کان ٻاهر نڪتو. ٻاهر نڪري، هن ڪارڙي تنرجي ٻولي ٻولي همراهن کي اطلاع ڏنو. ڪنڊن جي هڪڙي ٻوڙي مان ڏاترڏنو ڊوڙ پائي، وريام سان ٻکين پئجي ويو.

"يَرَ، ايڏي دير.... سچو ڏينهن لنگهي ويو آهي. حرام جو مانيءَ جو ٻور به کاڌو هجيم....!" ڏاترڏني ٻڙ ٻڙ ڪندي چيو.

"ادل، ٻک ته مون کي به ڏاڍي لڳي آهي، پر تون ڏي حال احوال!"

ڏاترڏني جي جڏهن نظر نوريءَ تي پئي ته هن جي زبان ڇڪ ته ڪکجي پئي. وريام کان آڻت ملڻ تسي هن چيو: "لال حويليءَ جي اڳيان سورن لنگهن تي مغل لشڪري مظفر بيگ جي اڳواڻيءَ ۾ شاهي قيدين جي آجيان لاءِ تيار بيٺا آهن. پاڻ وارا به ڪجهه همراهه اتي ئي آس پاس لڪل آهن. مغل متيا ته ڪک پن تسي ويندا. پلا هاڻ؟" ڏاترڏني سوال ڪندي وري نوري ۽ ٻنهي نينگرن کي ڏٺو.

"پلا، پنهنجا سورا همراهه پيادا آهن يا ڪو وهٽ به آهي؟" وريام پڇيو.

"مون سمجهيو ته متان وهٽ جي ضرورت پوي، سو به گهوڙيون مغلن کان آڏاريون وٺي آيو آهيان....!" ڏاترڏني مرڪندي چيو.

وريام کان به ٽهڪ نڪري ويو. مغلن کان گهوڙيون اڏارڻ جو مطلب هن به خوب تي سمجهيو. ٻوءِ ڪجهه وقت هو ڏاترڏني کي پاسي تي وٺي، ڪاٻهيون سمجهائيندو رهيو، ۽ پوءِ هڪڙي گهوڙيءَ تي نينگرن ۽ نوريءَ کي سوار ڪرائي، پيءَ تي پاڻ چڙهي هو قيصر بيگ جي حويلي ڏانهن روانو ٿي ويو. ❋

قيصر بيگ جا پٽ، جڏهن کان مرزا شاهرخ وارن پاڻ وٽ جهليا هئا، تڏهن کان هن جي زندگيءَ ۾ ڇڻ کو وڏو زلزلو اچي ويو هو، جنهن هن جي حياتيءَ ۾ هڪ نئون موڙ آڻي ڇڏيو هو. هو جڏهن دربار مان آئي حويليءَ ۾ داخل ٿيندو هو ته هن کي در دريون به ماتم ڪندا محسوس ٿيندا هئا. هن جي زال روئي روئي بيمار ٿي پئي هئي، ۽ ڪنيزن کي ته اهو اچي خيال ٿيو هو ته خانم هاڻ ڪانه بچندي. قيصر بيگ اندر داخل ٿيندو هو ته جوڻس جون اکيون هن کان پهريون سوال اهوئي ڪنديون هيون ته منهنجي ٻچڙن جي ڪا خير خبر؟ ۽ جڏهن قيصر بيگ جي اکين ۾ مايوسيءَ جا پاڇا ڏسندي هئي ته هوءَ نئين سر اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳندي هئي، ۽ ڏندڻجي ويندي هئي. قيصر بيگ سندس اها حالت ڏسي پاڻ به روئڻهارڪو ٿي ويندو هو.

هو روز دربار رڳو ان ڪري ويندو هو ته من پائنده بيگ يا مظفر خان کان ڪا خوشخبري ٻڌي. پر آئي ته روز ڪاريءَ وارا ڪڪ بيان ٿيندا هئا. ”يا الله، هنن کي زمين ڳهي ويئي يا آسمان ۾ غائب ٿي ويا منهنجا شهزادا؟“ هن مرزا شاهرخ جي ڳالهه اچا تڙئين ان ڪري ڪانه ڪئي هئي جو هڪڙو ته رستم بيگ اصل ڳالهه جي خبر پوندي ئي جيئري سندس کل لهرائڻ ۾ ويرم نه ڪندو، ۽ ٻيو ته شاهرخ سندس ٻچن کي ڪنهندي ذرو به قياس نه ڪندو. هو اهڙين ٻن باهين جي وچ ۾ پسجي ٿي رهيو هو، جنهن مان جند آزاد ڪرائڻ هن جي وس کان ٻاهر هو. رکي رکي هن کي اهو خيال ايندو هو ته الله سائين کيس سندس گناهن جي هيءَ سزا ڏيئي رهيو هو. هن کي اهي سمورا قتل، ڌاڙا ۽ ڪيس ياد آيا، جيڪي هن سنڌين سان ڪيا

هئا، ۽ خاص طرح هن کي نوريءَ جي گهر وارو ڏاڙهو ياد آيو جنهن ۾ نوريءَ جي ماءُ قتل ٿي هئي، ۽ نوري هن جي هٿان چڙهي هئي. کيڏيون نـﮧ دل ڏاريندڙ رڙيون ڪيون هئائون. ان وقت هن کي اهو قياس ڪونہ پيو تہ سنڌي بہ آخر انسان آهن، جن ڪڏهن ڪنهن کي ڏکويو ڪونہ هو. هو ويچارا تہ جيت جناور کي مارڻ کان ٻيا ڪيپائيندا هئا. وهٽن کي "امان"، "ابو" ڪري سڏيندا هئا. ڪنهن جيت تي، اوچتو ۽ اڻڄاتو، پير اچي وين تہ ٻيا توبهون ڪندا، جانا پڙهندا ۽ پاڻ کي گنهگار سمجهندا. اهڙا نهٺا ۽ نٺڙت وارا جـو ظلم پيا ڪندا هئا تـﮧ شرمندا پـاڻ پيا ٿيندا. شروع شروع ۾ ارغونن ۽ ترخانن سنڌين تي جيڪي ظلم ڪيا، تـن تـي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ارغون ۽ ترخان شرمسار ٿيندا هئا. ان جـي برعڪس جڏهـن مغلن ارغونن ۽ ترخانن سان ڏاڍايون ڪيون، ۽ هـو ننڌو ڇڏي لڏڻ لڳا تڏهن سوين سنڌين هنن کـي پناهون ڏنيون، سندن سامون جهليون، کين پنهنجي ڳوٺن ۾ آڻـي وهاريائون. ڪن تـﮧ کين وهٽ ڏنا تـﮧ جيڪڏهن سيوهڻ، بکر يا ٻئي پاسي وڃڻ گهرن تہ پنهنجي عيال سان حفاظت سان نڪري وڃن. ڪن سنڌين کين مهينن جـا مهينا ويهي کارائيو. سندن لاءِ ڪيو جو هو سندن مهمان هئا. جيڪي ڳالهيون سنڌين لاءِ هوندئن قبول ڪرڻ محال هو، اهي بہ هنن برداشت ڪيون. ڪنيزن ۽ غلامن سان سندن ورتاءُ سندن کي هرگز نٿي آئڙيو، هنن تہ انهن ڪنيزن ۽ غلامن کي بہ اهڙي ئـي ماني کارائي جيڪا پاڻ کائيندا هئا. کين سڏي پـاڻ سان وهاري کارائيندا هئا متان هو اهو سمجهن تہ سنڌي بہ کين غلام ۽ ڪنيزون ٿا سمجهن.

۽ انهن ئي ترخانن، جڏهن مغلن سان ناهہ ڪيو ۽ حڪومت جي ڪاروبار ۾ ساڻن ڀائيوار ٿيا يا وري پنهنجيءَ وارا ٿيا تہ سنڌين جون مڏيون ضبط ڪراياڻون، سنڌين جي ملڪيتن تي قبضا ڪيائون، سنڌين کي بي گناهہ ڪوڙن الزامن ۾ گرفتار ڪرائي پنڪ ۽ آنڪيون پرائيندا هئا. جن محلن ۾ سنڌي ٿورا هئا، انهن جي گهرن ۾ گهڙي، هـن جي ننگن ۾ ا کيون وڌائون ۽ جڏهن سنڌي پنهنجي ننگن خاطر

مرڻ مارڻ لاءِ تيار ٿيا ته مغل لشڪرين کي اهي دانهون ڏنائون ته سنڌين اسان سان ڏاڍائي ڪئي آهي. سوين سنڌين تي چغليون هڻي کين بغاوت جي ڏوهه ۾ قياس تي ٽنگائي ڇڏيائون. انهن سنڌين جي زندگيءَ کي عذاب بڻائڻ ۾ هنن ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي، ۽ جڏهن قيصر بيگ جهڙن ڏاڙا هڻڻ ۽ راتاها ڏيڻ شروع ڪيا ته سنڌ نشانو فقط سنڌين جا محلا هئا يا ٺٽيا واهڻ ۽ وسيون. هنن ۾ نه قياس هو، نه ڪا ٽي ڪهل پيئي....

۽ اڄ جڏهن هن سان پاڻ ظلم ٿيو هو ته قيصر بيگ کي اهي سمورا ظلم ۽ اتياچار اچي ياد پيا هئا. هن کي سندس زال به اهو ٻڌايو ته جڏهن سندس گهر تي ڏاڙو لڳو، ۽ مغل سپاهين جي ويس ۾ ترخان ڪاٽڪو سندن الهه تلهه لٽي ويا، تڏهن هڪڙي سنڌيءَ جيڪو سنڌي ڪنهن جي گهولا ۾ آيو هو، تنهن ٽيس آنت ڏنو هو، دلداري ڏني هئي ته زندگي ۽ موت الله جي وس ۾ آهي، مرزا شاهرخ جي وس ۾ ڪونهي، ۽ جي حياتي رهي ته هو کيس سندس معصوم ٻچڙا ڳولي ڏياريندو! قيصر بيگ ڏاڙي کانپوءِ جڏهن خبرچار اٿي تڏهن خبر پيس ته اهو سنڌي ساوڻ هو، جنهن کان سردار خان جي ٽالي، ارغون ۽ ترخان ته ڇا، خود مغل به، انهن ڏهندا هئا، ڇو ته کو خوفائتو خواب ڏنو هئائون. قيصر بيگ کي پڪ هئي ته سنڌي پنهنجو وچن ضرور پاڙيندو. پر وري به پڪ ڪرڻ لاءِ، هن پنهنجي هڪ کي ۽ خاص ماڻهوءَ کي پيغام ڏئي ساوڻ ڏي موڪليو هو ته جيڪڏهن ساوڻ هن جا ٻچا موٽارائي ڏي ته هو هن جو اهو احسان زندگيءَ ڀر ڪونه وساريندو ۽ ان جي عيوض هو جيڪي به گهرندو، سو هو اکين سان پهچائيندو. پر ان کي به اٺترا ڏينهن ٿي ويا هئا....

اوچتو حويليءَ جي ڏيڍيءَ ۾ تيز تيز قدمن ۽ ابهرن جملن جو آواز ڪن تي پيس. الائي، وري ڪهڙي نئين آفت آئي آهي، قيصر بيگ سوچيو. پر سندس خاص خدمتگار خواجه سرا محمودخان ڇڪڙو اندر هليو آيو.

”آقا، مبارڪون هجنو. اوهان جا شهزادا ـــ ۽ سنڌي

ڪنيز ـــ خير سان واپس اچي ويا آهن، هڪڙو سنڌي سائين گڏ آهي....!"

جيسين قيصر بيگ حيرت ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪري، تنهن کان اڳ هن جي زال چرين وانگر، مردانخانو ٽپي، ڏيڏيءَ ڏانهن ڀڳي، ۽ قيصر بيگ جو به لحاظ ڪونه ڪيائين. پنهنجي پٽ کي، هڪ ئي وقت ۾، ڀاڪر ۾ ڀيڙي، چرين وانگر ڪين ائين چمڻ لڳي، جو مرڳو نينگرن جو ساهه منجهڻ لڳو، ۽ هو روئڻهارڪا ٿي ويا. نينگرن جڏهن قيصر بيگ کي ايندو ڏٺو ته پنهنجي ماءُ جي ڀاڪر مان نڪرڻ لاءِ جتن ڪرڻ لڳا.

ننڍو نينگر ته پيءُ جي ٽنگن ۾ چنبڙي پيو. قيصر بيگ کيس ٻانهن ۾ جهلي، سندس نرڙ تي چمي ڏني. البت وڏو نينگر چڻ ته بت ٿيو بيٺو، چڻ هن کي پنهنجي محبت جي اظهار ڪرڻ جي منع ٿيل هئي.

"سلام، ابا حضور! اسان اوهان جي حڪم مطابق هڪڙي به نماز قضا ڪانه ڪئي!"

قيصر بيگ جي چپن تي مرڪ اچي وئي، ۽ هن وڏي ڪئي وڏي پٽ کي ڀاڪر پاتو. ڪوشش ڪرڻ جي باوجود، هن جي ڀاڪر ۾ به، وڏي نينگرجون ٽنگون پٽي ڏڪيون، ۽ هو وڏا وڏا ساهه کڻي رهيو هو، چڻ ته هو پنهنجي دپ تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

"۽ ابا حضور، هن سنڌيءَ اسان کي دشمنن جي قيد مان آزاد ڪرايو آهي!"

قيصر بيگ کان چڻ ڇرڪ نڪري ويو، ۽ هو چڻ آسمان کان زمين تي موٽي آيو. زمين، جتي حقيقت جو اگرو مهاندو هن جي سامهون هو، جتي پيءُ جي شفقت ۽ محبت کان به اڳتي ڪجهه هو.

هن ڪڏهن سائونڻ کي ڪونه ڏٺو هو. ان ڪري هن سمجهيو ته هيءُ ئي سائونڻ هوندو. هن احسانمنديءَ جي نظرن سان وريام کي

ڏنو، ۽ اڳيئي رڙي، هن ڪٿي ڪيس ڳراٽيءَ لاتو.

”سنڌي، اسين تنهنجو هي ٿورو ڪڏهن به لاهي نه سگهنداسون!“

وريام، هر ڀيري سنڌيءَ وانگر، ٿورن مڃڻ تي چڻ ڪڪوڙ ڪو ٿي ويو، ۽ ڦڪي ڪل ڪلندي چيائين: ”حياتي ته الله جي وس آهي، مرزا شاهرخ جي وس ۾ نه ڪانهي. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته ويريءَ کان واهرو وڌيڪ ويجهو هوندو آهي. سو اوهان جي چوڪرن جي حياتي، مون نه پر هن بچائي آهي!“

وريام نوريءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو. قيصر بيگ جو ڌيان هيستائين سنڌي ڪنيز، نوري ڏانهن ويو ئي ڪونه هو. هن جڏهن نوريءَ ڏانهن ڏٺو، تڏهن چڻ هن جو ماضي موٽي آيو. نوري، قيصر بيگ جي زال ۽ سندس ٻانهين جي وچ ۾ گهيريل هئي. هڪڙي ڪنيز نه ڪيس ڀاڪر ۾ جهليو بيٺي هئي، پر سندس منهن جو هڪڙو پاسو پاڇولي جيان قيصر بيگ جي نظرن ۾ ڪپي ويو. ”هي حسن نه هن دنيا جو حسن ئي ڪونهي!“ قيصر بيگ سوچيو.

”ها، ابا حضور، سنڌي ڪنيز، اسان جي جان بچائي، اوهان جي انعام جي مستحق ٿي آهي!“ قيصر بيگ جي وڏي نينگر اهڙي انداز سان اهي لفظ چيا چڻ ته هو ڪنهن درٻاري امير وانگر ٺٽي جي عامل اڳيان ڳالهائي رهيو هو.

”بيشڪ بيشڪ! يقيناً اسين هن کي انعامن اڪرامن سان نوازينداسون. هي نوجوان به اسان جي انعام اڪرام جو مستحق آهي!“ قيصر بيگ ۾ ترخان امير موٽي آيو.

وريام کي هن گفتگوءَ منجهائي وڌو. هن جي تصور ۾ به اهو نه ٿي آيو ته ڪو پٽ ۽ پيءُ، ايڏي وڇوڙي کانپوءِ، ائين بناوٽي انداز ۾ هڪ ٻئي سان ڳالهائي ٿي سگهيا. هن رڳو ان مونجهاري کان بچڻ لاءِ چيو: ”ڇڏيو انعامن اڪرامن جون ڳالهيون. هاڻ اسين اجازت گهرنداسون....!“

نه چاهيندي به هن جي نظر نوريءَ ڏانهن کڄي ويئي. نوري، جيڪا قيصر بيگ جي زال ۽ سندس ڪنيزن جي وچ ۾، چڻ ته

چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر پيئي ٻهڪي. اهي سمورديون زائفائون سندس اڳيان سچ پچ ته ٻانهيون ٿي لڳيون.

”اِئين وري ڪيئن ٿيندو؟ اوهان اسان تي ايڏو احسان ڪيو آهي، سو گهٽ ۾ گهٽ اسان سان ٻه گره ته گڏ کائڻا پوندا اوهان کي .... محمود خان، مردانخاني ۾ طعام جو انتظام هڪدم ٿيڻ گهرجي....!“ قيصر بيگ جي اندر جو ترخان امير هاڻ پنهنجي اصلوڪي صورت ۾ ڳالهائڻ لڳو.

”نه نه، حجاب ڪونهي، اوهان جي وڏي مهرباني....“ ۽ پوءِ هن نوريءَ ڏانهن منهن ڪري چيو: ”هاڻ هلو ته هلون اڳيان به وڏو پنڌ آهي!“

جيسين نوري ڪو جواب ڏي، تنهن کان اڳ محمود خان وڏي سڏ چيو: ”آقا، مردانخاني ۾ سمورو انتظام حاضر آهي!“

وريام وري منجهي پيو. الائي ڇو، هن جي دل هٽ هڪ گهڙي به گذارڻ نٿي گهري. ڪا ڳالهه هئي، جنهن هن کي منجهائي وڌو هو، ڪا ڳالهه هئي، جنهن هنجي دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ گمان ۽ شڪ جي صورت ۾ ڇهنبڙي پئي هنئين. هن کي هي سڄو ماندائڻ ائين لڳو، جنهن ۾ سچ لاءِ ڪا گنجائش ئي ڪانه هئي، جنهن ۾ ڪنهن سنڌيءَ جي جاءِ نه هئي. هن بيوسيءَ مان هڪ ڀيرو وري نوريءَ ڏانهن نهاريو. عين ان وقت نوريءَ جي نظر به هن جي اکين سان مهاڏو اٽڪائي بيهي رهي. ٻنهي جون اکيون، هڪ ٻئي کي سمجهندي سمجهائيندي به، ڪو فيصلو ڪري نه سگهيون. نوري، هڪ نئين ڊپ کي سانڍيندي، ٻين ڪنيزن سان گڏ زنانخاني ڏانهن هلي ويئي، ۽ وريام هن کي ويندو ڏسندي، قيصر بيگ سان گڏجي مردانخاني ۾ هليو آيو.

ڪنهن هڪڙي ترخان يا مغل امير جو مهمان خانو، مردانخانو يا خوابگاهه ڏسڻ سان ڇو ته سمورن ترخانن ۽ مغل اميرن جا مهمانخانا، مردانخانا يا خوابگاهون ڏسڻ جي برابر آهي. تڏهن به، وريام هن مهمانخاني ۾ جيڪي ڏٺو، تنهن هن کي وري اهي ڳالهيون ياد ڏياري ڇڏيون ته هي سڀڪجهه سنڌ جي رت پوڻ مان ٺهيو آهي. ترخانن

سنڌين کي جيترو اتيو ڦريو، سو هنن جي عشرتخانن ۾ قالين ريشم ۽ ڪيمخواب، ۽ بلوري صراحين ۽ جامن مان جهلڪي رهيو هو. هن جي دل چاهيو ته چا به ٿي پوي، هن کي عشرتخاني مان هڪدم ٻاهر نڪري سنڌ جي آزاد هوا ۾ ساهه کڻڻ گهرجي، نه ته گُهٽ ۽ ٻوسٽ کان هو مڃاڻ ڪو اهڙو قدم کڻي وٺي، جهڙو سنڌين جي شان وٽان نه هجي!

جڏهن محمود خان هن کي انگوري ۽ جو ٽيون جام ڀَري ڏنو، تڏهن وريام، هن جي اکين ۾ جهڪي ڏٺو، تنهن هن کي ويچاري ڇڏيو. انهن اکين ۾ هن لاءِ اهڙي دشمني هئي، جهڙي فقط هڪڙو غلام پنهنجي آقا جي اشاري ۽ جوش تي پئي سان ڪندو آهي، ۽ جنهن دشمنيءَ ۾ سچائي هوندي، سچائي نه هوندي آهي.... ۽ پوءِ هن چڻ خواب ۾ اهي لفظ ٻڌا، جهڙي جهتوڻ قيصر بيگ جي چپن مان پئي نڪتا پر وريام سمجهيو ته محمود خان ڳالهائي رهيو هو.

”سنڌي ڪنيز جي سودي ڪرڻ مان اسين وري توشي خاني جي عملداري حاصل ڪرڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿينداسون. رستم بيگ جڏهن سنڌي ڪنيز کي ڏسندو، تڏهن هن کي پائنده بيگ يا مظفرخان جي نسبت اسان کي ترجيح ڏيڻي پوندي.... ۽ جڏهن اسين تاشي خان تي اهو راز فاش ڪنداسون ته سردار خان دراصل هڪڙو سنڌي باغي ۽ ڌاڙيل آهي، تڏهن هو شاهي دربار ۾ اسان جي لاءِ ضرور به اڪر چڱا لکي موڪليندو. ـــ ۽ هڪڙو ٻيو فائدو به ٿيندو ته شاهي قيدين کي جهلڻ جو جيڪو الزام ترخانن تي آهي، سو به لهي ويندو، جڏهن اسين اهو ثابت ڪري ڏيکارينداسون ته اسان شهزادا ۽ سنڌي ڪنيز، اسان ان سنڌي باغي سردار خان عرف ساونڻ جي قبضي مان ڇڏايا آهن. هن وقت ترخانن کي مغلن جي قهر کان بچائڻ لاءِ اهو لازمي آهي ته رستم بيگ تي اهو واضح ڪري ڇڏجي ته اصل ڏوهاري سنڌي آهن، جن شاهي قيدين کي، ۽ اسان جي شهزادن ۽ سنڌي ڪنيز کي ان ڪري پاڻ وٽ رکيو ته جيئن مغل ۽ ترخان هڪ ٻئي

سان وڙهي پون ۽ سنڌي ان جو فائدو وٺي، مغلن خلاف شورش ڪري، مغلن کي لوڏي ڪڍن."

اهي لفظ، تاڻيتاڻ جيان وريام جي دماغ جي انهن ڪُنڊن ۾ ٻارڻ ٻاريندا ويا، جيڪي آهستي آهستي هن جي پنهنجي وجود جي نفرتن هيسائين ڪوايون هيون، پر جيڪي هاڻ ڪنهن اندا هي ڪمري جيان، ان ٻارڻ جي دونهين ڪان وڌيڪ دونهاٽجي، اونهي غار ۾ تبديل ٿي رهيو هيون.

"آقا، اوهان جي حڪم جي تعميل ۾ ذري ڀر ڪوتاهي نه ٿي آهي. سنڌي هاڻ اهڙي ننڊ ۾ غلطان آهي جو چار پهر ته هن جي اک کلڻ محال آهي، ۽ تاشي خان اوهان جي حڪم موجب، هن سنڌي ۽ سنڌي ڪنيز کي حضور مرزا رستم بيگ جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ پنهنجي لشڪرين جو دستو ڏياري موڪليو آهي، جيڪو اوهان جي اجازت جو منتظر آهي!" محمود خان ڪورنش ڪندي چيو.

"شاباس، محمود خان! اسان کي توهان اهڙي آميد هئي!" قيصرخان جي چپن تي جيڪا مرڪ هئي، ان ۾ ڪا خوشي ڪانه هئي. ❋

حافظ بلال جي گرفتاريءَ جڏهن ته سنڌ اٿلائي وڌي. مغلن جا ماٺا ڏي ڦري ويا ته هي زلزلو آيو ڪيئن؟ سنڌين ۾ ايڏي همت ۽ جرأت آئي ڪٿان؟ هي ڏيرا ڏيرا جيتامڙا ايترو سينو ساهڻ ڪٿان سکيا آهن؟ هي ٻڪن ۾ پاهه ٽيندڙڪمي ڪاسبي، هي غلامن جا غلام اوچتو ئي اوچتو ڳاٽ اوچو ڪرڻ ڪيئن لڳا.

خود ترخانن کي سمجهه ۾ نه آيو ته هيءُ ڪهڙو معڻ متو هو؟ حافظ بلال سنڌين جو ڇا لڳي، جو هي ائين مچرجي پيا آهن؟ ۽ هي سانوڻ ڪير هو، جنهن جو نالو ٻڌي ڪان سيوهڻ تائين ٻرڻ لڳو هو؟ هنن جيڪا پاڻ شورش سوچي هئي، سائي هنن کي وسري ويئي. هي مامرو ته اهڙو هو جنهن مان هو ٻه فائدو وٺي ٿي سگهيا. مرزا شاهرخ ته ارغون اميرن سان اهي صلاحون ڪرڻ شروع ڪيون ته هيءُ وقت هو جو خسروخان چرڪس بدران هو پاڻ مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ ٿٽي ۾ پنهنجو فرمان جاري ڪري، ۽ خطبي ۾ سنڌس نالو مرزا عبدالعليءَ جي نالي سان گڏ پڙهجي، ۽ ڀوءِ سيوهڻ ۽ ٻکر ڪان ڪمڪ گهرائي، پاڻ ئي حڪومت سنڀالي. شهنشاهه هند کي سوکڙيون پاکڙيون موڪلي پنهنجي پاسي ڪري وجهي، ۽ صوبيداريءَ جو پروانو حاصل ڪري! پر هن کي سمجهه ۾ ٿٽي آيو ته سنڌين مان ڪنهن سان ڳالهائي: هڪڙي پاسي سما ۽ پليجا هئا ٻئي پاسي شورا ۽ ابڙيجا هئا، ٽئين پاسي جوکيا ۽ سومرا هئا: چئني طرفن ڪان شاهي قافلن، مغل جاگيرن ۽ خود ارغونن جي ننڍين ننڍين زميندارين تي راتاها لڳڻ لڳا هئا. مغلن جا لاش ٿٽي ۾ ائين پهچي رهيا هئا جڏهن ته منجهن ڪا وبا ڦهلجي ويئي هئي....

پهرين ته مامرو ٺٽي ۾ مدرسن جي سنڌي شاگردن شروع

ڪيو، ۽ سندن هٿيار هو خردم! مغلن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته راتو رات ايترا خردم سنڌين وٽ ڪٿان آيا. سندن ٻيو هٿيار هو ٻاهه جا موڙا! اهي گهڻو ڪري گهوڙيسوارن تي استعمال ڪيائون. اوچتو ئي اوچتو هڪڙي ڏکڻي ڇڙ ۾ ٻڌل، تيل ۾ ٻڏل، واڻ جو موڙو، ڏکائي ڪٺي تي گهوڙي جي اکين ۾ ڏنائون. اهي آماڙيون ڏسي، گهوڙا پري کان ئي ٿهڻ تي لڳا، ۽ پنهنجي سوارن کي ڪيرائي، منهن واءُ ڪري ٿي ويا، ۽ پوءِ ڪريل مغلن تي خردمن جو سٽڪارو ٿي ويندو هو. هنن جا لاش جڏهن نٿي پهچندا هئا تڏهن انهن پاڻيو هو جڏهن ته گهاٽي ۾ پيڙجي نڪتل هئا.

پائنده بيگ اڃان رستم بيگ جي دربار ۾ ئي ڪونه پهتو هو ته سڄي شهر ۾ جڏهن ته ڊنڊورو گهمي ويو ته مغل آخوند بلال کي ٻڌي ويا آهن ۽ مدرسو پڃي ڇڏيو اٿن. ان جو پهريون رد عمل خود پائنده بيگ جي حويليءَ تي ٿيو. سو ڪن شاگرد ٻرندڙ موڙا ۽ آماڙيون هٿن ۾ کڻي مغلن جي حويلين ۾ پهتا. پهريدارن کي سمجهه ۾ نه آيو ته هي ڪير هئا ۽ ڇا ٿا گهرن. پهريان چار پهريدار ته رونشو سمجهي، ساڻن مسخري ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندا آيا، ۽ پنهنجون اکيون وڃائي ويٺا. پر شاگردن ٻي ڪنهن به حويليءَ ڏانهن نهاريو به ڪونه، ۽ سڌو پائنده بيگ جي حويليءَ ڏانهن ڌوڪيندا ويا. آتي وڏي چونڪي هئي. شاگردن جي موڙن ۽ اماڙين مان ايترو دونهون پئي نڪتو جو جڏهن ته ڪنهن دونهين جو ڪڪر حملي آور ٿيو هو.

چونڪيءَ جي پهريدارن به پهرين ته ڪجهه به ڪونه سمجهيو، پر جڏهن دونهين کان اکيون پوسرڻ لڳين، تڏهن پهرئين جتي جا گهوڙيسوار اڳتي وڌيا. شاگردن ايڏي ڦڙتيءَ سان اماڙيون گهوڙن جي اکين ۾ ڏنيون جو گهوڙن جا اکيان سنب آسمان ڏانهن آيا ٿي ويا. جيڪو مغل ڪرندو ويو، ان تي خردمن جو اهڙو وسڪارو ٿيو جو سندس چيٿون به چٿجي چيپاٽجي ويون. مغلن کان ٻي غلطي اها ٿي جو اندرين پهريدارن شاهي دروازو کولي شاگردن تي هلان ڪئي. شاگردن انهيءَ هلان جي دوران ئي سموري حويليءَ ۾

ڀڪڙجي ويا، جڏهن موٽيا تڏهن سڄي حويلي باهه جو مچ بڻجي چڪي هئي، ۽ باهه جا شعلا آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا. اندران ڪنيزن، خواجه سرائن، ساقين ۽ زالفائن ۽ ٻارن جون ڪيڪون ۽ رڙيون باهه جي سرڙاٽن ۾ ملي چڻ ته مچ کي وڌيڪ مچائڻ لڳيون.

ان هڪڙي رات ۾ چوويهه حويليون سڙيون. ٻن ڪانسواء باقي سڀ وڏن درٻارين ۽ اميرن جون حويليون هيون. ٻه حويليون انهن ارغون سردارن جون هيون جيڪي نئين ڪوتوال جي سفارش تي رستم بيگ جا درٻاري بڻيا هئا. ان هڪڙي رات ۾ پاونجهاهه مغل خردمن جو شڪار ٿيا. ان هڪڙي رات ۾ اٺ ساقي‌خانا به باهه جي نذر ٿيا، ۽ جڏهن صبح ٿيو تڏهن سموري شهر جي مٿان دونهين جو هڪ شاهي ڪڪر ڦهليل هو. ان ڏينهن ڪنهن هڪڙي معل مسجد مان ٻانگ جو آواز نه آيو! خود سنڌي مسجدن مان جڏهن ماڻهو فجر جي نماز پڙهي نڪتا، تڏهن گهڻن کي خبر ڪانه هئي ته رات ڇا ٿي ۾ مغلن سان ڇا ٿيو هو! هنن کي سمجهه ۾ نه آيو ته ٿئي ڇا ٿي هي ڪارو ڳاڙهو ڏنڊ جو هو! هو صلواتون ۽ درود پڙهندي، ٽڪڙا ٽڪڙا پنهنجي گهرن ڏانهن راهي ٿيا.

جڏهن سج ڪني ڪڍي ته سج سان گڏ دريا مان باهه جي هڪ وڏي مڇ به ڪني ڪڍي. ائين ٿي پاتيو چڻ ته سڄي دريا کي باهه وڪوڙي وئي هئي. مغلن اميرن ۽ لشڪرين جون سموريون ٻيڙيون، مغل ۽ ارغون سوداگرن جا بتيلا پيڙ بڻجي ويا هئا. ٻئي جي هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ٻيڙيون ۽ بتيلا باهه جون ڇپيون آسمان ڏانهن اڇلي رهيا هئا. سڙهن ۽ رسن کي جڏهن باهه ٿي وڪوڙيو تڏهن خوفناڪ آوازن سان سڙڪاٽ ڪري ٻوڙا هڪڙي پاسي لڙي ٿي پيا.

جيئن جيئن ڏينهن چڙهندو ويو، تيئن مغلن جا چچريل لاش به شهر ۾ پهچڻ لڳا؛ گهڻو ڪري سمورا لاش خردمن جا سٽيل هئا. خاص طرح ڪيپرائي ۽ وٽ هڪڙو وڏو ڳوڙهو، جيڪو رتائجي ويو هو. ڍسا وري لوٽي وٽ سا ڳئي قسم جو ڏيتو هو، جنهن مان رت

ٿمي ڏاڙهيءَ جي وارن ۾ وچڙي پيو هو.

عجيب ڳالهه اها هئي ته ان ڏينهن ڪنهن به سنڌيءَ پنهنجي ڪوٺي، پيڙهي يا دڪان، مسافرخانو يا اُٽ جو ڪارخانو ڪونه کوليو. ڏهاڙيءَ تي روزي ڪمائڻ وارا پورهيت ـــ رازا، واڍا، لُهار، ڪاريا، موچي، ۽ حمالي ڪرڻ وارا بارگيو ـــ جڻ ته شهر ڇڏي ويا هئا. چڱن ٿي پاسي هٽتاڙ هئي. سنڌي پنهنجي محلن ۾ ڪيان پٽلي ماري، ڪانيون ٻڌيو ويٺا هئا. ڪنهن به ڌارئين، اوپري ماڻهوءَ کي سلام جو جواب به ڪونه ٿي ڏنائون. هنن ته پاڻ ۾ بہ ڪونه ٿي ڳالهايو.

ٽپهريءَ تائين مغلن ۽ ارغونن ۾ به مات ٿي ويئي. ساقيخانا به ڪونه کليا. چونڪين تي سپاهي ۽ لشڪري ته موجود هئا پر اڄ چڻ ته ڪين گشت ڪرڻ جي منع ٿيل هئي. ٽپهريءَ کان پوءِ رکي رکي اهي خبرون اچڻ لڳيون ته ايندڙ ويندڙ شاهي قافلن، سوداگرن جي قافلن تي سنڌين حملا ڪيا آهن. ۽ سمورا گهٽ، گهيڙ ۽ لڪ بند ڪري ڇڏيا اٿن. اڳين شورش پيري به، شورن مغلن ۽ ارغونن کي گنجي ٽڪر وٽ راتاها ڏيئي سندن گهٽ بند ڪري ڇڏيا. هيٺ پليجن آن ۽ نير جـون گـاڏيون روڪـي ڇـڏيون. مٿي سومرن ۽ ڪلهوڙن لڪ بند ڪري ڇڏيا هئا. مهاڻن ۽ ميربحرن مال ڍوئڻ ۽ ماڻهو ڪڍڻ کان نابري واري ڇڏي.

سانجهيءَ مهل ماڻهن ۾ اهو چوٻول ڦهلجي ويو ته ساڻون ۽ سندس همراهه حافظ بلال کي ڇڏائڻ لاءِ راتاهو ڏيندا! ❋

ڪنهن سنڌيءَ لاءِ سنڌ ڇا آهي، سو ڪنهن اهڙي سنڌيءَ کان پڇجي، جيڪو سنڌ جا وڻ ڇڏي ٻاهر نڪتو هجي. ڏاترڏني جي ڇوڪريءَ جڏهن سنڌ جون سرحدون اورانگهيون ته سڀ ڇڻ سراپجي ويا. هونئن به جنهن ڳالهه لاءِ، هن لاهور اسهڻ جو ارادو ڪيو هو، تنهن کان هو اڳيئي ششدر هئا: سنڌ ۾ اٿل پٿل هئي، هر هنڌ اهو چوٻول هو ته هيلوڪي ويڙهه آخري ويڙهه ٿيندي، ۽ مغل چاڻ ته سنڌ مان تيز ٻڌڻ وارا هئا، رڳو شل ارغون ۽ ترخان ڪا ڦڙتي نه ڪائين. اهڙي وقت سنڌ کي ائين وڙهندو ڇڏي نڪرڻ تي، ڏاترڏني ۽ سندس همراهن جون دليون پشيمانيءَ ۽ وسوسن جي ڪري جائيتيون نه هيون. ڏاترڏني کي پنهنجي دل ۾ هڪ عجيب ٻوسٽ محسوس ٿيڻ لڳي، بلڪل ائين جئن نئڙي هوندي، هن جي امڙ، هن کي ٽيچ ڏارائيندي، اڌ ۾ ڪنهن سانجهه کي وڃي لڳندي هئي، ۽ ڪجهه ٻڪ، ڪجهه هيڪلائپ ۽ ڪجهه اڄهي آسري ڪسجي وڃڻ کان ٻاڪارڻ لڳندو هو. اڄ ٻه هن جي دل ائين ٿي ٻوهاڙ ڪري روئڻ تي گهريو: هن جو ساهه منجهڻ لڳو هو. ٻاڻ کي پرپائڻ لاءِ هن پنهنجي آس پاس نهار ڪئي. بظاهر ڪا تبديلي ٻه ڪانه هئي. وڏڪار هئي، ساوڪ هئي، هرلن ۽ نارن جا آواز هئا، ڍڳي ڳاڏين جا ڇيڪٽ هئا، ۽ وڏي ڳالهه ته هن جهڙن ئي انسانن جا نئيڙا ڳوٺ ۽ واهڻ هئا، جتان انسانن جي خوشين ۽ غمن جا ساڳيرا چوٻول هئا، پر تڏهن به جڻ ته انهن ۾ ڪا ڳالهه مڙئي گهٽ هئي. وڏڪار هئي، پر انهن وڻن ۾ اها سونهن ۽ سڳنڌ نه هئي جيڪا سنڌ جي وڻن ۾ هئي؛ ساوڪ هئي پر ان ساوڪ ۾ اها ٺڏاڻ ۽ سڪون ڏيندڙ ڪيفيت نه هئي جيڪا سنڌ جي ساوڪ ۾ هئي؛

هرلن ۽ نارن جا آواز به ضرور هئا، پر انهن ۾ اهو سنگيت نه هو، جيڪو سنڌ جي نارن ۽ هرلن ۾ هو!

هن سوچيو ته هن جي دل جي اها حالت سنڌ جي چائنٽ چڏڻ ڪارڻ هئي. پر رکي رکي چئي ته سندس دل جي ڪنهن ڪنڊ اها چغلي ٿي هنئي ته ان سان گڏ پنهنجي سنگتي وريام جي واهر ڪرڻ جي ڳاراٺي هن جي دل کي ويچارو ڪري وڌو هو. اڃا به تنهن ڪنڊ ۾ اها شرمساري به ڪر ڪنيو بيٺي هئي ته سنڌ ۾ اٿل پٿل هئي، ۽ هو پنهنجي ذاتي ياري نڀائڻ هليو هو! جيئن جيئن ڏينهن ٿي گذريا تيئن ٿي هن جي پشيماني هن کي چيچلايو: ”ڏاترنا، وريام جا چوندو ته سنڌ کي نڌڻڪو ڇڏي منهنجي جان بچائڻ لاءِ نڪتين! يـر حيف اٿئي!“ رات جو سمهندو هو ته اوٺارا اچڻ لڳندا هنس ته وريام سندس پيراندي کان بيٺو آهي، سندس هٿ ۾ پنهنجي ٽي وديل سسي آهي، ۽ اها سسي چئي رهي هئي: ”ڏاترڏنا، جنهن سنڌ ٿي پنهنجي ذاتي ياريءَ کي ترجيح ڏني، سو نه منهنجو يار ٿي ٿو سگهي، نه سنڌ جو!“ ۽ انهيءَ سسيءَ جي اکين ۾ لڙڪ اڻين ٿي وهيا، چڻ ته منجهن سنڌو اٿلي پيو هو. انهن کي روئندو ڏسي، هو ڇرڪ ڀري اٿي ويهندو هو، ۽ ڪاهو ڀري، ٽوباهون ڪندو، اچي پنهنجي گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي اوچنگارون ڏيئي روئندو هو. هن جا سنگتي ساٿي هن جي اهـا حالت ڏسي ڪيس سمجهائيندا هئا، آٿت ڏيندا هئا، پر هو تيئن وڌيڪ ٻوهاڙ ڪري روئندو هو!

”ادل، مون کي ڇڏي ڏيو. هن ندوريءَ دل کي ڇا ڪريان: اصل نٿي ماٺ ٿئي. جيجل سنڌ ياد ٿي اچيم، ڀانيان ته آڏامي نٿي پهچان! پر الا، وريام کي اڪيلو ڪيئن ڇڏيان! ڇا چوندو ته منهنجي سنگتين منهنجي ڪاڻ ٿي ڪانه ڪئي!“

آن وقت هن کي سمورو منظر اکين اڳيان اچي ويو. جڏهن وريام انجام تي نه پهتو ته هن کي اچي هورا ڪورا لڳي. پـر وريام انجام تي نه آيو: لاشڪ ڪنهن آهيءَ ۾ اچـي ويو آهي. هن جي سائين ڪيس اهي خبرون ڏنيون ته مظفر بيگ جو لشڪر شاهي قيدين

ڪانسواءِ سمورن ترخانن کي به گرفتار ڪري ورتو هو. مغل هنن جي لاءِ اڳين تيار هئا، جـو هنن کي هٿيار ڪڍڻ جي به مهلت ڪانه ملي. مرزا شاهرخ البت ڪنهن طرح سان گوهي ڏيئي واپس حويليءَ ۾ هليو ويو، ۽ مغلن کيس گهٽوٽي تهخانن ۾ گهرايو، پر کين هٿ نه آيو. مغلن کي حويليءَ مان ايترو ته مال متاع مليو جو سندن ا کيون ڦاٽي ويون. ايترو خزانو ته فقط بادشاهن وٽ ئي هوندو آهي. هنن کي اها خبر ڪانه هئي تـه شاهرخ اهو سمورو مال متاع ۽ هٿيار پنوهار ان لاءِ گڏ ڪيا هئا تـه جيئن ترخانن جو شاهي لشڪر تيارڪري مغلن خلاف بکرکان ٺٽي تائين بغاوتون ڪري کين ملتان، لاهور ۽ دهلي تائين اُماڻي اچـي! مغلن جو ايترو خزانو ڏٺو، سو شاهي قيدين ڪان به وڌيڪ ان کي ميڙڻ ۾ لڳي ويا، ۽ جنهن کي جيڪي ڪجهه هٿ آيو، ان سان خرزينون ڀريندو ويو. مظفرخان پنهنجي لشڪرين ڪان واقف هو. جيڪڏهن کين روڪي ها تـه شاهي قيدي بـه وڃن ها تـه خزانو بـه! سو پـاڻ گهچ وقت اها روبڪاري ڏسندو رهيو. هن جا پنهنجا خاص ماڻهو هن جي حصي جو خزانو خچرن تي ڀرائي روانا ٿيا، ۽ مظفرخان شاهي قيدي ساڻ ڪري نماشام جو اچي مرزا رستم بيگ جي دربار ۾ پهتو.

جئن جئن پاڇولا لڙندا ويـا، تيئن تيئن ڏاترڏني جـا وسوسا وڌندا ويـا. هن کي اها تـه خبر هئي تـه وريام مـرزا قيصر بيگ جي حويليءَ ويو هو، جتي هن جي نينگرن کي ڇڏي، کيس نوريءَ کي ساڻ ڪري اچڻو هو ته جئن سڀ گڏجي ساوڻ جـي پيلي پهچي، نوريءَ کي سندس پيءُ جي حوالي ڪن. ڏاترڏني جڏهن نوريءَ کي ڏٺو هو، تڏهن هن اڳين سمجهيو هو ڇڻ سنڌ گهوڙي چڙهيل هئي: هن ۾ حسن ۽ سونهن بـه سنڌ جهڙي هئي تـه هن ۾ معصوميت ۽ مظلوميت به سنڌ جهڙي هئي. ان مظلوم سنڌ کي ڏسي، هن کي سنڌ جون سموريون پاگهيون، سموريون نوريون ۽ سموريون مارئيون ياد اچي ويون. هن وريام ڏانهن نهاريو: هي وريام اهو وريام نه هو. هي وريام ڇڻ ته ڪنهن جادوءَ جي اثر هيٺ هو: هن کي وريام جي

مُک تي هڪ اهڙي مرڪ نظر آئي، جنهن کي ڪنهن خاص جذبي سان مشابهت ڏيئي نٿي سگهيو. عجيب مرڪ هئي اها، جنهن ۾ ڪا نئين چاهه هئي، نئين جوت هئي، نئين خوشي هئي، ۽ ڪو نئون آنساهه هو، هڪ نئون پاڇو هو، هڪ نئين پريت هئي. هن کي پنهنجو هي يار ان وقت ڏاڍو وڻيو. دل چيس ته هن کي وڏيڪ ڀاڪر پائي، کيس مٺيون ڏئي، کيس ڳراٽي پائي، کيس چوي ته وريام سنڌ مبارڪ هجئي! پر هو اهو سڀڪجهه هن کي چئي نه سگهيو!

هو پهرين ته اڪيلي‌سر مرزا قيصر بيگ جي حويليءَ تي ويو، پر پوءِ جڏهن سنگتين سمجهايس تڏهن هو وري قاسم بيگ وٽ هليو آيو. قاسم بيگ سان جڏهن ڳالهه ڪيائين ته هو به ٽپيءَ ۾ پئجي ويو. هن سنڌي مغلن سان وَڙُ ڪيو هو جو سندس پيءُ شاهي قيدي هٿ ڪري سرخرو ٿيو هو. پڪس کي پڪ ٿي پڪ خلعت ۽ شاهي جاگير ملندي. هو کيس ساڻ ڪري، مرزا رستم بيگ جي دربار ۾ وٺي آيو. اُتي جوابدار کيس سڃاڻندا هئا، تن هڪڙيءَ سنڌيءَ کي ساڻس ڏٺو پر کيس ڪا جهل پل ڪانه ڪيائون. ڏاترڏني اُتي جيڪي ڏٺو، تنهن ذري‌گهٽ هن کي ڪا اڻنگي حرڪت ڪرڻ تي ٿي مجبور ڪيو. پر هن کي وريام جا لفظ ياد آيا ۽ هو بت بڻجي سڀڪجهه ڏسندو رهيو.

قيصر بيگ چئي رهيو هو: ”حضور، شهنشاهه جو بخت بلند هجي. منهنجي پٽڙن کي ترخانن نه پر سنڌين ڪنيو هو. مبارڪ جو حقدار آهي مظفر بيگ جنهن شاهي قيدي ڇڏائي ورتا آهن، پر انهيءَ ۾ به ترخان اميرن جو ڪو هٿ ڪونه هو: انهن کي به سنڌين.....!“

اوچتو مظفر بيگ جو ڳرو آواز آيو: ”اهو غلط آهي: شاهي قيدين کي ترخانن ئي ڀڄايو هو. اسان کي پڪا پختا ثبوت مليا آهن ته لال حويلي ترخانن جي ڳجهي ڪڄين‌گاهه آهي، جتي مغلن جي خلاف سازشون پئي ٿيون. اهو ته حضور جن جو اقبال بلند هجي، اوهان جي خابرن ۽ تاشي خان جي جاسوسن جي مهرباني آهي، ۽ منهنجي فرزند ارجمند مرزا قاسم بيگ جي همت آهي—شل کيس

حضور جن جي قدمن ۾ عزت واري جاءِ مليے جو اسين بروقت اتي پهتاسون ۽ شاهي قيدين کي هٿ ڪري سگهياسون. اسان کي رڳو اهو افسوس آهي ته مرزا شاهرخ اسان جي چنبي مان نڪري ويو. پر آخر ويندو ڪيڏانهن! حضور جن جي حڪمرانيءَ ۾ مغل شهنشاهت جو ڪوبه دشمن گهڻو وقت پاڻ کي لڪائي نه سگهندو، ۽ ضرور سزا پائيندو! سنڌين کي ڏوهه ڏيڻ سراسر ناانصافي آهي!"

مرزا قيصر بيگ جو منهن لهي ويو. هن تاشي بيگ ڏانهن نهاريو، پر آتي پنهنجي لاءِ ڪا همدردي نه ڏسي، هن پائنده بيگ ڏانهن ڏٺو. آتي به پنهنجي لاءِ اٿاهه نفرت ڏسي، هن هڪدم ڳالهه بدلائي.

”حضور، منهنجو مطلب هرگز اهو نه هو ته هن اڻنگيڪم ۾ ڪن بدبخت ترخانن جو هٿ ڪونهي. مون ته رڳو پنهنجي پٽن ۽ ڪنيز— حضور جي قدمن جي خاڪ کان ڪمتر— جي ڳالهه تي ڪئي ته ڪين سنڌين جي باغي ٽولي جي مهندار سانوڻ ڪنيو هو، ۽ منهنجي ماڻهن سخت مقابلي ۽ حرفت سان ڪيس گرفتار ڪري منهنجي پٽن ۽ ڪنيز کي ڇڏايو. ان جو ثبوت ان بدبخت سنڌيءَ جو هي مڙهه آهي....!"

آن وقت ڏاترڏني جي نظر، قيصربيگ جي پيرن وٽ وريام جي مڙهه تي پئي.... ڇا ظالمن وريام کي ماري ڇڏيو آهي؟ هن جي دل شاهدي ڏني ته ائين ٿي نٿي سگهي ته وريام کيڪجهه ٿيوهجي، ۽ هن جي دل اڇا جيڙي ڌڙڪندي رهي ها! پر تڏهن به هن ائين پانيو ته هن جي دل سندس پاسرائيون ٽوڙي ٻاهر نڪرڻ تي هئي. پر قاسم بيگ ڪيس ڪلهي تي هٿ رکي، ڪو اشارو ڏنو ته هن پاڻ کي سنڀالي ورتو.

مرزا قيصر بيگ چئي رهيو هو: ”حضور آغا مظفر بيگ کي سندس عظيم ڪاميابيءَ تي مبارڪون ٿو ڏيان، جيڪڏهن هو منهنجي نينگرن ۽ ڪنيز کي به هٿ ڪري ها ته سندس مانُ اڃان ٿي مٿاهون ٿئي ها، پر خير.... آغا پنهنجي ڇوڪرن جي آزادي جي

خوشيءَ ۾، ۽ اوهان جي احسانن جي عيوض، مون سنڌي باغيءَ
سنڌي ڪنيز اوهان جي قدمن ۾ شهنشاهه هند لاءِ تحفي طور پيش
ٿو ڪريان ته جيئن منهنجي وفاداري ۾ شڪ ڪندڙن ۽ حاسدن جو
ڪارو منهن ٿئي! محمود خان، سنڌي ڪنيز کي وٺي اچ!"

مرزا قيصر بيگ جو خاص خواجه سرا محمود خان نوري دبر
۾ نوريءَ کي دربار ۾ وٺي آيو. نوري جڏهن دربار ۾ آئي ته ائين
ڀانيو ڄڻ ڪنهن آماوس جي رات ۾ بيمثال چوڏهينءَ جو چنڊ
ڪڙي پيو. هري هري ٿي سڀ امير پنهنجي مسندن تان اٿي بيهي رهيا.

"سبحان الله....! "بيشڪ سهوري سازاهه الله پاڪ لاءِ آهي!"
"سهوري تعريف جل شانهٗ لاءِ آهي، جنهن هي حسن خلقيو آهي!"
"الله اڪبر، جنت جي حور هن زمين تي لهي آئي آهي!"

هر امير پنهنجي منهن پئي پڙڪيو. مرزا رستم بيگ جا ٻئي
هٿ تخت جي مٺئي ۾ ڪپي ويا هئا. هن جي وات مان به "سبحان الله،
سبحان تنهنجي قدرت!" جهڙا لفظ ادا ٿيندي رهجي ويا. پوءِ هو
هري هري ٿي، تاشي خان سان اکيون ملائي، هيٺ لهي آيو. نوري
جي چوطرف ڦرندي، طواف ڪندي، هو ڇپن ۾ ئي پڙڪندو رهيو.
هن جي دل ۾ ڪهرام متل هو، جنهن جي ڏک ڏيڻ ڪان هو ڪيپائي
رهيو هو. هن جي دل ۾ رکي رکي اهو خيال اچي رهيو هو ته
قيصر بيگ هي ڇا ڪيو، هن پري دربار ۾ هن ڪنيز کي شهنشاهه
هند جي تحفي طور پيش ڪري ڇڏيو. هي تحفو ته هن کي پاڻ ملڻ
گهرجي ها! هن وري تاشي خان ڏانهن، ڄڻ رحم طلب نظرن سان
نهاريو. جڏهن تاشي اهو ڇني ڏٺي ته هيءَ ڪنيز شهنشاهه هند
جي لائق نه آهي ته پوءِ اميرن کان اهو قبول ڪرائڻ ـــ ۽ خود
قيصر بيگ کان ـــ اها آڇ ڪرائڻ ڏکيو نه هو ته هيءَ ڪنيز مرزا
رستم بيگ کي ئي سونهين!

پر تاشي خان جي اکين ۾ هن فهمائش ڏٺي، شايد ان فهمائش
۾ هن جي بدصورتيءَ جو عڪس به شامل هو. هن کي پنهنجي پاڻ
مان ٻڇان اچڻ لڳي. هن جي ڏاڍي اک ڦڙڪڻ لڳي. اکڻ هن

جي هٿ جي مٺ ۾ پڄي ويو. اڪثر جي پڇڻ سان هن ۾ انسان بدران مغل امير موٽي آيو، جهڪو شهنشاهه هند جي ٻاران ٺٽي جو عامل هو. هن جي اکين ۾ حسن جو عڪس سياست ۾ بدلجي ويو، ۽ هن تقريباً رڙ ڪري چيو:

”بيشڪ، هيءَ ڪنيز شهنشاهه هند جي حرم جي لائق آهي، ۽ قيصر بيگ، توکي هــن تحفي لاءِ يقيناً شهنشاهه هند کان وڏيڪ قيمتي سوکڙيون پاکڙيون ۽ عـزتون ملنديون. تيسين اسين تنهنجي توشي خان جي عملداري بحال ڪرڻ جو حڪم صادر ڪريون ٿا!

”۽ مظفرخان، اسين توکي به مبارڪباد ٿا ڏيون ته تو شاهي قيدي ورايا آهن. اسين چاهيون ٿا ته ان سنگين جرم جي جوابدارن کي هڪدم گرفتار ڪري اسان جي اڳيان پيش ڪيو وڃي، ڪٿي اهي سنڌي هجن، ترخان ۽ ارغون امير هجن يــا مغل سردار هجن. اسان کي قسم آهــي شهنشاهه هند جــي قدمبوسي جــو، اسين مغل شهنشاهت جــي حفاظت لاءِ پنهنجي جان ڏيندي بـه فخر محسوس ڪنداسون....

”۽ مظفر خان، هــي هڪڙي مـولويءَ جي گرفتاريءَ تــي جيڪي شورشون شروع ٿيون آهن، تن کي هڪدم پنجو ڏنو وڃي. مغل عامل اچا ايترا ڪمزور نه ٿيا آهن جو مدرسن جا شاگرد ان کي ٽرٽلي ۾ وجهي ڇڏين. اسين چاهيون ٿــا تــه شهنشاهه هند جي رعيت کي امن ۽ سلامتي پلئه پوي ۽ ان لاءِ جيڪڏهن سمورن سنڌي مولوين کي ڦاهي چاڙهڻو پوي، سمورن مدرسن کي ڀسم ڪرڻو پوي، سنڌ جي شهرن کي منهدم ڪرڻو پوي ته اسان جي طرفان توکي اجازت آهي!

”۽ شاهي قيدي، هن سنڌي باغيءَ ۽ سنڌي ڪنيز سميت هينئر جــو هينئر، خاص پهري هيٺ حضورصاحبقران جي خدمت ۾ لاهور موڪليو وڃي، جتي سندن تقدير جو فيصلو شهنشاهه هند پاڻ ڪندا. تــاشي خان، اهڙو پـروانو جاري ٿئي ۽ عـرضداشت هڪدم روانو ڪر ته جيئن اسين مملڪت جي ٻين ڪمن ڏانهن ڌيان ڏيئي سگهون!“

* * *

ڊاڪٽر ڊنو ۽ سنڌس سنگتي، لاهور جي اڪبري دروازي تي،
ان وقت پهتا، جڏهن سانجهي لڙي چڪي هئي، ۽ سموري شهر تي
اونداهي ۽ ڪوهيڙو ڇانيل هو، جو سنڌن گهوڙا به ڪنهن اڻاتي
خوف کان ڏهڪڻ لڳا هئا. لاهور، جنهن لاءِ هنن پڙهيو هو ته قومن کي
غلام بنائڻ جا سمورا انسٽا هــن ڏي شهر ۾ ڏهندا هئا، جتي بادشاهه
غــلام بڻجندا هئا، ۽ غــلام بادشاهه بڻجندا هئا. چــون ٿا تــه جڏهن
قطب‌الدين ايبڪ لاهور پهتو هو، تڏهن هن وصيت ڪئي هئي ته آءٌ
جڏهن به مران ته مون کي هتي دفـن ڪجو ڇاڪاڻ تــه لاهور جي
شهر جي مفتين ۽ قاضين هن کي اهي نسخا ڏسيا هئا، جن کي آزمائي
هن پنهنجي طاقت کــي مجرابو هــو، ۽ انهيءَ لاهور جي شهر جي
اذيت گاهن هن جي دشمنن کي ڪائنس رحم جي التجا ڪرڻ تي مجبور
ڪيو هو. جڏهن به ڪنهن قوم مرڪز خلاف ڪا بغاوت ٿي ڪئي
ته لاهور جي مفتين کان اها فتويٰ حاصل ڪرڻ ۾، مرڪز ويرم ڪي
نــه ڪندو هو ته اها بغاوت بادشاهه خلاف نــه، پـر دين اسلام جي
خلاف بغاوت آهي؛ ۽ هــن جو باغي واجب‌القتل آهــي. باغين کي
سنئين راهه تي آڻڻ لاءِ لاهور جا اذيت خانا بــه اوترائي مشهور هئا،
جيترا لاهور جا باغ باغيچا. راويءَ جي ڪناري تي هي خوبصورت
شهر پنهنجي پيٽ ۾ ايترا اذيت خانا نپائي چڪو هو، جو هندستان
جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لاهور جو نالو ٻڌڻ سان ئي ماڻهو ڪنبي ويندا
هئا. ڊاڪٽر ڊني ۽ سنڌس سنگتين کي هر ڪنهن اها صلاح ڏني ته اول ته
لاهور وڃڻ جــو خيال لاهي ڇڏين، پـر جيڪڏهن وڃڻو ئــي اٿن تــه
هڪ ڳالهه ڳنڍ ٻڌي ڇڏين تــه آتي ڪنهن بــه شخص تي اعتبار نــه
ڪن، ۽ خــاص طرح سان مٺو ڳالهائڻ وارن، مــروت ڪندڙن، ۽

اخلاق سان پيش ايندڙن تي ٻنهي ڀروسو نه ڪن! انهيءَ ميناج جي پويان زهر، ان مروت جي پويان ڪينو ۽ ان اخلاق جي پويان ڪا سازش هوندي!

مغلن به لاهور ان ڪري اچي وسايو هو، جو هيءُ ئي شهر هو، جتي هر شئي ٻاهران بي‌انت خوبصورت هئي، پر اندران ئي اندران مغل سازشن لاءِ سڀ کان وڌيڪ سازگار ماحول هن شهر ۾ هو. سڀ کان وڏي ڳالهه اها هئي ته جن جنگين ۾ مغل لشڪري ويڙهه کان نڪائيندا هئا، اتي لشڪرين جي اڌ پگهار تي به وڙهڻ لاءِ ساڍهو ملي ٿي سگهيا. لاهور تاريخي شهر هو، ۽ تاريخ ۾ هن شهر جي عجيب حيثيت هئي. شهنشاهه همايون ۽ شيرشاهه سوريءَ جي لشڪرين ۾ اڪثر سپاهي هتان جا هئا، ۽ ڪي ته پاڻ ۾ ٻنهي ويجها عزيز هئا، ۽ دوبدو وڙهڻ وقت هڪ ٻئي کي سڃاڻڻ جي باوجود هڪ ٻئي جي رت جا پياسا هئا. شيرشاهه سوريءَ واري ماري ۾ بنگال ۾ جيڪو ڪوس ۽ قتل عام ٿيو، ان ۾ انهن سپاهين جي تصور سان ئي زالن جا ٻار ڪري پوندا هئا!

قطب‌الدين ايبڪ کان وٺي شهنشاهه هند جهانگير پنهنجي سمورين جنگين لاءِ سپاهي هتان ڀرتي ٿي ڪيا، ۽ انهن سپاهين جي شهرت هڪ طرف ڪابل ۽ قنڌار تائين هئي ته ٻئي طرف دکن ۽ بنگال تائين. اهي سپاهي جڏهن مال غنيمت جون خرزينون ڀري واپس ايندا هئا، تيستين لشڪرين جا نوان نسل تيار ٿي ويندا هئا، ۽ اڻين نسل در نسل سپاهگيري هن علائقي جو دائمي پيشو بڻجي ويو. جيڪو به مناسب قيمت ادا ڪري، ان لاءِ وڙهڻ لاءِ تيار زهندڙ نسل. جڏهن قنڌارين، ترڪن ۽ مغلن سان لهه وچڙ ۾ آيا، تڏهن هنن ۾ سندن تهذيب جي هڪ نئين ڳالهه شامل ٿي، سا هئي سازش. قنڌارين هنن کي ياڪر پائي، پيٽ ۾ خنجر هڻڻ جو ڏانءُ سيکاريو. ترڪن هنن کي بي‌خبريءَ ۾ پٺ ۾ خنجر ٿنبي ڏيڻ جو گُر ڏسيو، ۽ مغلن هنن کي شراب ۽ شربت ۾ زهر ملائڻ جا نسخا آزمائڻ جي سکيا ڏني!

سيپتائن جي ان سنگم لاهور کي پنهنجي الڳ سيپتا بخشي هئي. جيڪڏهن سپاهگيري ۽ سازش طاقت جو سرچشمو هو ته ان جو رد عمل به اوترو ئي طاقتور هو. جيڪڏهن هڪ پاسي سپاهي ۽ سازشي ٽولا هئا ته ٻئي طرف عام ڪمي ڪاسبي، ڪڙمي ۽ ڪتن وارا ڪاريگر هئا. صوفي بزرگ هئا. سنت سادو هئا. مسعود سعد سلمان ۽ داتا گنج بخش جهڙا انسان هئا جن عام ماڻهن کي سچ ۽ سياڻپ جو ڏس ڏنو. لوڪ-ڪوي پنهنجي ڪويتائن ۾ ماڻهن کي پيار ۽ سنگيت جو سنديش ڏيندا رهيا. سپاهگيري ۽ سازش، لالچ ۽ طمع خلاف صوفي بزرگ پنهنجي خانقاهن ۾ سچ مچايو ويٺا هئا. پنجن دريائن جي هيءَ ڌرتي سندن گيتن جي گونجار جي باوجود، سپاهگيري ۽ سازش جي ڪوهيڙن ۾ گهيريل هئي.

اڪبري دروازي جي ويجهو ئي سراءِ اڪبري لاهور جو سڀ کان وڏو مسافرخانو هو. ان مسافرخاني ۾ مختلف ملڪن جي سوداگرن ۽ مسافرن لاءِ جدا جدا ڪوٺ ڙيون هيون. مختلف مسافرن لاءِ پنهنجي پنهنجي پسند جا بالا خانا، چوبرجيون، ساقي خانا ۽ قهوه خانا هئا. پر سڀني ڪوٺن جا پهريدار مغل لشڪري هئا. ڏاترڏني مسافرخاني جي مهتمم لاءِ قاسم بيگ جي چٺي آندي هئي، ۽ ڪجهه وري مغل لشڪرين جي مٺ گرم ڪرڻ سان، هن کي ترخانن جي سراءِ ۾ ترسڻ جو اجازت نامو ملي ويو. ڏاترڏني پاڻ سان پنج سائي آندا هئا، جن کي اها هدايت هئي ته جيستين پاڻ ۾ اڪيلا نه هجن، تيستين هو سنڌي نه ڳالهائيندا. سندن فارسي ۾ به ترخانن واري لاڏ هئي. سندن پوشاڪ به ترخان سوداگرن واري هئي، ۽ وڏي ڳالهه ته هن پنهنجا ترخان نالا به ياد ڪري ڇڏيا هئا. ڏاترڏني کي نالو ڏنو هئائون طغرل بيگ. جڏهن پهريون پيرو ڪنهن سائيءَ کيس طغرل بيگ سڏيو ته هو خود وائڙو ٿي هيڏانهن هوڏانهن لوڻا هڻڻ لڳو. پوءِ جڏهن ياد آيس تڏهن خود ششدر ٿيو ۽ پوءِ کل ۾ اوندو ٿي ويو. هن کي وريام جا لفظ ياد هئا ته ادل، سنڌ لاءِ جيڪڏهن ناٽڪ ڪرڻو پوي ته اهڙو ناٽڪ ڪبو جو اصل ماڻهوءَ ۽ ويسٽاريءَ ۾ به ڪو

فرق نظر نہ اچي.

گهوڙن کي ٽائينڪو ڪري، ڪوٺين ۾ سامان رکائي، منهن هٿ ڌوئي، جڏهن سڀ ساٿي پنهنجي چوٻرجيءَ پهتا، تڏهن پهريون ڀيرو هنن کي احساس ٿيو تہ هو جنهن مهم تي ابهرا ٿي نڪتا هئا، تنهن جي ڪاميابيءَ جو ٿورو جيترو بہ آسرو ۽ اميد ڪانہ هئي. پهرين تہ هنن کي اهو معلوم ڪرڻو هو تہ شاهي قيدين جو قافلو پهتو يا نہ. جيڪڏهن پهتو تہ وريام ۽ نوريءَ کي ڪٿي رکيو اٿن. نوريءَ کي تہ پڪ ئي پڪ زنانخاني نيو هونداڻون. وريام کي الائجي ڪٿي رکيو هجين. جيڪڏهن اها خبر پئجي بہ وڃي تہ پوءِ هن کي ڇڏائڻ لاءِ هو ڇا ڪن؟ ڇا مغل شهنشاهت جي مرڪز اندر ڪهڙا ڦاڙها ماريندا. هرو ڀرو پاڻ کي پوهي ۾ ڏيڻ ۽ موت کي دعوت ڏيڻ سان نہ وريام کي آزادي ملندي نہ ئي ڪو مغل شهنشاهت کي لوڏو ايندو. جيئن جيئن هو پاڻ ۾ صلاحون ڪرڻ لڳا، تيئن تيئن هنن جا حوصلا ڍهندا پٽ پوندا ويا.

”پر، ابهرائي ڪري ڪوهہ ۾ ٽپو تہ ڏنو اٿئون، پر اتان بچي نڪرڻ جو بہ ڪو بلو سوچيو اٿوَ يا نہ؟“ دوسو سمي چئي تہ سڀني جي دل ۾ ڪڪنڊڙ ڳالهہ وڏي واڪ چئي ڏني.

دوسو سمو انهن سمن مان هو، جن قسم کنيو هو تہ جيسين ڌاريان سنڌ تي قابض آهن، تيسين کٽ تي نہ سمهندا، ۽ سومرن وانگر وري ڪڏهن پٽڪ نہ ٻڌندا. هونئن بہ سنڌ جو سمورو ريشم ۽ پٽڪ پهرين ترخانن ۽ هاڻ مغلن جي قبضي ۾ هو: ڪاريگر انڪار ڪندا هئا تہ ساڻن اهڙيون عقوبتون ٿينديون هيون، جو ڪنهن کي بہ انڪار ڪرڻ جي همت ڪانہ ٿيندي هئي. سمن ۽ ابڙن جا ڪيترا خاندان انهن عقوبتن جي ڪري لڏي ڪڇ هليا ويا هئا، ۽ انهن سان گڏ پاڻولي ۽ سيپڻ بہ پنهنجو هنر بچائڻ لاءِ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ وڃي سام وٺڻ تي مجبور ٿيا هئا.

”پاڻو، پاري نياڻي ۽ سنڌ سان سر لڳائڻ کي جيڪڏهن ڪوهہ ۾ ٽپو ڏيڻ ٿو سمجهين تہ پوءِ اهو ٽپو ڏسي وائسي ڏنو اٿئون. ويندي

ويندي به جان ويندي، سا سنگت تان گهوري، سنڌ تان گهوري!"

هي جواب سيٺي کان ننڍڙي جوان جيوڻ سنگهواڙ ڏنو، جنهن جي ڪٽنب موچڪو ڏنڊو ٿي چڙهي ڏنو هو جو ترخانن ۽ مغلن جون جتيون ناهڻ کان هٿن ٻڪ مرڻ وڌيڪ چڱو ٿي سمجهيو. هٿن سان ٻه گهٽيون ٿي ڏاڍايون ڪيائون پر هو نه مڙيا. گهٽا ٿيا ته ماروا ڙ لڏي ويا. جيڪي رهيا سي گهوڙن جا سنج ۽ تلهه ناهي پيا گذران ڪندا هئا.

"ها، سچي، هتي ته موچين جو دروازو به آهي. شايد انتي ڪو ڏس پتو ملي پوي...." ڏاتر ڏني ڳالهه بدلائڻ لاءِ چيو. هن سوچيو ته مايوسيءَ مان ته مرڪو سچو پنڌ ٿي اجايو ٿيندو.

"ادا، موچي دروازي کانسواءِ هتي پاڪي دروازو به آهي، جتي اسان جا ڪي واقف رهن ٿا. چو نه انهن سان ملي ڪو بلو ڪجي." هيءَ صلاح مولهڏني ڪتريءَ ڏني. ڪترين جا ڪيترا پاڙا ترخانن جي زماني ۾ لڏي ملتان ۽ لاهور وڃي ويٺا هئا. مولهڏني جي پيءُ کي مرزا باقي هانيءَ جي پيرن هيٺان لتاڙائي ماريو هو. هن جي اکيان ترخانن جو نالو وٺبو هو ته ٻر ٿي ويندو هو. سو جڏهن سنگت چيس ته ترخان سوداگرن جو ويس پائيو آهي ته اصل ٻرڙ ڪري ٻيهي رهيو. "نه نه، انهن لچن جو لباس پائڻ به لڄائي آهي. مون کان ڪانه ٿيندي!"

پر يارن جي منٿن ميڙن وڃي کيس راضي ڪيو. هن جي خاص ڪرتبن ۾ اهو شامل هو ته هن وٽ اهڙو بارود هوندو هو، جنهن کي باهه ڏيڻ سان ايترو دونهون ٿيندو هو، جو ان جو وجهه وٺي هو دشمن جي گهيري مان نڪري ويندو هو، ۽ ويندي ويندي ٻه چار همراهه ڪيرائي ويندو هو.

"ادا، واهه جي صلاح آهي. ايئن ته اسان جا ٻه ڪجهه همراهه مغلن جي چاڪريءَ ۾ آهن. اهي داتا گنج بخش جي تربت جي پرسان ڪٿي رهن ٿا. اتان وڃي ملتان لڌو، سو پاڻ به هنن کي ڳولهي

ڦهنداسون. آهن ڪٿي مغلن جا نوڪر، پر سنڌ لاءِ وسهون ڪونه ڳهٽائيندا....!" جانو جو ڪٿي چيو. هن جو ڪٽنب گهوڙن رکڻ ۽ پالڻ ۾ سنڌ هند ۾ پنهنجي ثاني سان هو. اصل ڪنهن تي اک نه ٿي ڪانه پڏندي هئن. هنن جي مڙسالن توڙي زالفائن ۾ ڪا اهڙي ڳالهه هئي جو ذات گهوڙو هنن جي بچڪار پڏي پيهي رهندو هو جڻ ته هنن گهوڙي کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪجهه چئي ڏنو هو. اها ڳالهه جانوءَ ۾ به هئي. مجال آهي جو گهوڙو پنهنجي سوار جي چوڻ ۾ اچي، جي جانو کيس بچڪار ڏيئي بيهاري ڇڏي. جيسين جانو اشارو نه ڪندو تيسين گهوڙو اڙي هڻي تي پٺي اڳيان سنب ڪٿي آيا ڪندو ۽ سوار پنهنجو ڪنڌ بچائڻ ۾ پورو هوندو.

"منهنجي صلاح آهي ته پاڻ ٿي ٿي ڇٽا ٿي نڪرئون، ۽ جنهن کي جتان ڪو حال احوال ملي، سو پاڻ ۾ صلاح ڪري، ان موجب قدم کڻون. باقي ايئن رکو همت هارڻ سان نه وريام جي لاءِ ڪجهه ڪري سگهنداسون ۽ نه ڪو پيو ڪارج سڌ ٿيندو، جنهن لاءِ هت آيا آهيون...." هي همراهه ڪڏهن به ذات نه پڏائيندو هو. پاڻ کي سڏائيندو ٿي هو جکرو سنڌي. هونئن ذات جو هي بہ سمون هو پر چوندو هو ته پيءُ، فيروز سنڌ سان جيڪا ڪئي، ان ڪانپوءِ سمو سڏائڻ ڏاڍي اڻنگي ڳالهه آهي. سنڌي سڏائڻ سان اها اڻنگائي ڏويجي وڃي. ننڍو نيٺو هو ته ڪا عشق جي لپاٽ لڳي هيس، تڏهن کان ڏاڙهي رکي جهنگ منهن ڪري نڪري ويو. پر جڏهن به سنڌ ۾ ڪا شورش ٿيندي هئي، ته هن کي سڀڪو وچ ۾ ڏسندو هو. هن جي گيڏي ۾ سٽن مان ڏهيل ننڍا سنگ يا تير هوندا هئا، جنهن جي منهن ۾ سڱيءَ جهڙي سيخ هوندي هئي، ۽ هو ڦوڪ سان سرائي وات ۾ وجهي دشمن جي اکين کي نشانو بنائڻ ۾ اهڙو قابل هو جو کيس ترخان توڙي مغل پري کان ڏسندا هئا ته لنوائي ويندا هئا. هن سان ڪوئنسڻ معنيٰ پنهنجون اکيون وڃائڻ!

ڏاترڏنو جانو جو ڪٿي ۽ مواميڏني ڪيسي ساڻ ڪري هڪڙي ترخان ساقي خاني ۾ مليو آيو. باقي همراهه ڏس پڇائيندا دانا دربار

هليا ويا. ڏاترني سنگتين کي هوشيار ڪيو ته سندي ڳالهائڻ بند، ڪنهن سان جهيڙو به ڪرڻو نه هو. رڳو اما خبرچار اهڙي هئي ته شاهي قيدي ڪٿي لٿا، ۽ ڪٿي رکيا اٿن.

هو هڪڙي خالي مسند ڏسي اڳتي وڌيا ته ساقيخاني جي مهتم اڳيان وڌي کين منع ڪئي: ”آقا، معاف ڪجو، پر هيءَ مسند خاص مرزا معظم بيگ لاءِ مخصوص آهي. هن کي خاص عاليجاهه کان پروانو مليل آهي. اوهين دل ۾ نه ڪجو. هي ٻيون مسندون خالي آهن، جتي مرضي پوي، اتي وهو، ۽ جنهن ساقي ڏانهن آڱر کڻو، سو حاضر آهي!“

جانوءَ ڏاترڏني ڏانهن ڏٺو. ڏاترڏني موليڏني ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ ٽي ئي مهتم کي پاسيرو ڪندي، مسند تي ٿهي جُڙي ويهي رهيا. وهندي جانوءَ وڏي آواز چيو: ”معظم بيگ وري به ڪنيز جو اولاد آهي. اسين نج ترخان آهيون. اسان جو حق هن کان مٿاهون آهي، ۽ اسين پري کان پنڌ پيا آهيون!“ اهو سڀڪجهه هن اهڙي وڏي واڪ ۽ ايتري ترخاني لاند سان چيو، جو ويهارو کن اکيون هنن ڏانهن کڄي ويون.

اُن وقت ڏاترڏني ڪمربند مان هڪڙي سوني اشرفي ڪڍي هڪڙي ساقيءَ جي رباب جي سوراخ ۾ اهڙي انداز سان وڌي جو ان جي چمڪ سڀني کي نظر اچي. سوني اشرفيءَ جي معنيٰ هئي ته هي نه خود شهنشاهه هند جا ڪي مصاحب هئا. نه رڳو ساقي ڪورنش ۾ وڃائجي ويو، پر ڳچ ماڻهو تعظيماً اٿي بيهي رهيا، ۽ ڄاڻيءَ تي هٿ رکي تيسين بيٺا رهيا، جيسين هو ويهي نه رهيا. مهتم به ڪکو ڪو ٿي ويو. هي جيڪڏهن شهنشاهه جا مصاحب هئا ته پوءِ معظم بيگ وڃي ڪڏ جي تري ۾ پوي.

”آقا، غلام کان خطا ٿي وئي. مون لاءِ جيڪا سزا تجويز ڪريو، سا اکين تي. پر ان جو هڪڙو ازالو اهو ٿو ڪريان جو مون وٽ شهزادن لاءِ خاص انگوري اڄ ئي آئي آهي، اما قبول فرمايو....!“

جانوءَ جو ڪٿي اک جي اشاري سان هن کي ايئن اجازت ڏني، ڇڻ هن شهزادن کي به پنهنجو غلام ٿي سمجهيو. ٻه ڪيڙو ساقي بلوري صراحي ۾ انگوري ۽ بلوري جام هڪ وڏي طشت ۾ کڻي آيا جنهن جي تري ۾ ڳاڙهو مخمل وڇايل هو، ۽ جنهن جي اولڙي انگوريءَ کي به قرمزي رنگ ڏيئي ڇڏيو هو. جانوءَ وري ٻه اک جي اشاري سان ساقين کي حڪم ڏنو تہ انگوري جامن ۾ اوتين. جڏهن انگوري اوتي، ساقي ناز انداز سان هٿ سيني تي رکي پوئتي هٽي بيهي رهيا، تڏهن جانوءَ اکين ئي اکين ۾ پنهنجي ساٿين کي ڪو نياپو ڏنو تہ منهنجو ساٿ ڏجو. جام هٿ ۾ کڻي هو ٿي ٿي آٿي بيهي رهيا، ۽ جانوءَ وڏي آواز ۾ چيو: ”هي صحت جو جام تجويز ٿو ڪريان حضور مرزا عبدالعليءَ لاءِ، جيڪو اڄ شهنشاهہ هند جي قيدخاني ۾ آهي. آءٌ حضور عالي مرتبت شهنشاهہ هند جي خاص مصاحبن مان آهيان، پر آءٌ پهرين ترخان امير آهيان ۽ پوءِ مصاحب. مون کي قسم آهي پنهنجي بزرگن جي ڏاڙهين مبارڪن جو تہ جيسين مرزا عبدالعليءَ کي عزت نہ بخشي وئي، تيسين آءٌ شاهي دربار ۾ حاضري نہ ڏيندس، پوءِ کڻي منهنجي جان هلي وڃي!“

ايئن چئي هن جام چپن سان لڳائي ڇڏيو. ڏاتر ڏني لاءِ اهو وڏو امتحان هو. هن ڪڏهن انگوري ڪانہ پيتي هئي. هن جو هٿ ڀڃي لڏيو. پر هٿ سياست کيڏڻي هئي، ۽ جانوءَ جي ڳالهہ موتادڻ سان سمورو ناٽڪ ڊهي پوي ها. جانوءَ جي آواز ۾ واهہ جو ڪڙڪو ڦڙڪو هو: قداور مڙس، جابلو رنگت، ڀُڀي ڏاڙهي، ۽ گرجدار آواز.

ڪا گهڙي سموري ساقيخاني تي ماٺ ڇانئجي وئي، ۽ پوءِ پهرين هورِيان، پوءِ تڪڙا ساقيخاني ۾ موجود سمورا ترخان اٿي بيٺا، ۽ جام چپن سان لڳائي وڏي واڪ چيائون ”حضور مرزا عبدالعليءَ جي صحت ۽ ڪامرانيءَ لاءِ!“

۽ پوءِ هڪڙو هڪڙو ٿي ترخان امير هن جي مسند ڏي آيو، ۽ ساڻس ڀاڪر پائي مليو، ۽ کين پنهنجي مسند تي اچڻ جي دعوت ڏيندو ويو. جانوءَ جو اصل مقصد بہ اهو هو، ۽ پوءِ هو تي ئي ڇٽا ٽن

مختلف مسندن تي ترخان اميرن سان سرگوشيون ڪرڻ ويهي رهيا!

جڏهن هو آئيا، تڏهن هنن کي نه رڳو سموريون خبرون ملي ويون، پر ڪن ترخانن مان ان لاءِ به، راضي ٿي ويا ته، جيڪڏهن ضرورت پئي ته، شاهي دربار ۾ سنڌ ۾ مغلن جي ڏاڍاين جي ڳالهه شهنشاهه جي خاص خاٻرن جي ڪَن تي آڻيندا، ۽ پنهنجي ماڻهن جي ذريعي سنڌ جي سمورن ترخان اميرن کي نياپا سنيها ڪندا ته، وقت اچي ويو آهي ته سنڌين جي حمايت سان مغلن خلاف ڪا منظم شورش ڪري مغلن کي سنڌ مان ٽپڙ کڻڻ تي مجبور ڪن. ڏاتر ڏني بيماريءَ مان اٿڻ جو بهانو ڪري انگوريءَ جي اَڃ کي لنوائي ڇڏيو. البت جانو ۽ موليڏني ترخان اميرن کي اهڙي موٽ ڏني، جو خود ترخان واهه واهه ڪندا رهيا. هنن لاءِ سڀ کان ڏکيو مسئلو هو ساقين جي ناز نخرن ۽ سندن اکين جي پيغامن کي لنوائڻ جو. ترخان تهذيب ۾ ساقيءَ جي اکين جي پيغامن کي موٽائڻ يا لنوائڻ بد ذوقيءَ سان گڏ وڏي جوکم جي ڳالهه هئي: هڪ ته ساقي رُسي وڃن ته انهن کي پرچائڻ بيحد ضروري هو، ۽ ٻيو ته ساقيءَ جو مالڪ ان کي پنهنجي بيعزتي سمجهندو هو ته سندس ساقيءَ جي حسن ۽ ناز و انداز کي ڪو ٻيو شخص ايئن رد ڪري ڇڏي! پر ان جو علاج به جانوءَ ڳولي لڌو. هڪڙي ساقيءَ جي ڳل ۾ چهنڊڙي وجهندي چيو: ”جانم، هن وقت اسين ڏاڍن ڳنڀير مملڪتي مسئلن تي پيا صلاح مشورو ڪريون: ان ڪري رازداريءَ جي تقاضا آهي ته اوهين انگوريءَ جا جام رکي هليا وڃو. هتان فرصت ملي ته پوءِ سڄي رات پئي آهي.“ اهي لفظ هن ايڏي لڄائيءَ سان چيا جو ترخان اميرن ڪَن ۾ ٽهڪ نڪري ويو، ۽ هنن به پنهنجي خاص ساقين کي اکين ئي اکين ۾ ڪو اهڙو اشارو ڪيو جو هنن ڏانهن ساقين جي تيراندازي ٻنهي بند ٿي وئي. هڪڙو اڌ پهرو ساقيخاني جي مهم ڳالهين ۾ شريڪ ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي تڏهن به جانوءَ اهڙو رخ اختيار ڪيو جو هن جي موجودگي رازداريءَ لاءِ هاڃيڪار ٿي سگهي ٿي. ترخان اميرن ان جو بلو اهو ڪيو جو ڪيس ڪو اهڙو ڪم ڏئي ڇڏيائون

جو ڪجهه وقت لاءِ مهتم به هنن جي ويجهو نه آيو.

هنن کي اها خبر پئي ته شاهي قيدي پهچي ويا آهن ملڪه هند نورجهان بيگم مرزا عبدالعليءَ جي جان بخشي ڪرائي ۽ کيس پنهنجي امان ۾ رکڻ جو ذمو کنيو آهي. ان جي عيوض هن کي ترخان سوداگرن جي ذريعي دنيا جو سڀ کان قيمتي نولکو هار پيش ڪرڻ جي آڇ ڪئي وئي آهي. البت خسروخان چرڪس جو خبر ڪونه ٿو ڏسجي. هن جي خلاف شهنشاهه جي خابرن سندس ڪَن پري چڙهيا آهن ۽ شايد هن کي جيڪڏهن موت جي سزا نه ملي تڏهن به سندس نورڪسڻ جو حڪم صادر ٿي چڪو آهي.

سنڌي باغين جي فيصلي لاءِ مرزا رستم بيگ جي مراسلي جي روشنيءَ ۾ سڀاڻي شاهي دربار ۾ فيصلو ٿيندو. البت سنڌي ڪنيز وارو معاملو ڪجهه منجهيل ٿيو آهي. ملڪه هند نورجهان بيگم نٿي چاهي ته ڪنيز شهنشاهه هند اڳيان پيش ڪئي وڃي. ڪنيز جي حسن کي ڏسي شهنشاهه الائي ڪهڙو فيصلو ڪري وڃي. حرمسراءِ ۾ ته اهي چوٻول هئا ته سنڌي ڪنيز لاءِ شهنشاهه جي ڪنن تي اها ڳالهه وڌي ويئي آهي ته انارڪلي جڻ وري جهري ٿي موٽي آئي آهي، ۽ سندس حسن جنت جي حورن کان به سرس آهي. شهنشاهه ٻه ڀيرا سنڌي ڪنيز کي ڏسڻ جي خواهش جو اظهار ڪري چڪو آهي، پر نورجهان بيگم کيس ڪجهه ترسڻ تي مجبور ڪري وڌو آهي. ڪن شاهي ڪنيزن جو ته اهو به چوڻ آهي ته جيڪڏهن ضروري سمجهيو ويو ته نورجهان بيگم سنڌي ڪنيز کي ڳجهه ڳوهه ۾ ختم ڪرائي ڇڏيندي!

اڌ رات کان پوءِ ٽي ئي ڄڻا بظاهر ٿڙندا، ٿاٻڙجندا، مدهوشيءَ ۾ پنهنجي چوٻرجي پهتا. آس پاس جو جائزو وٺي هو پنهنجي سائين جو انتظار ڪرڻ ويهي رهيا. جانو ڪنهن اونهي خيال ۾، مونن ۾ منهن وجهي ويهي رهيو. ڏاتر ڏني سمجهيو ته مايوسيءَ کان بچڻ خاطر ٿي سهي، جانوءَ ايئن ڪنڌ ڪڍي گوڏن ۾ وڌو آهي. سو کيس

ڪُلهن ۾ ٻانهن وجهندي چيائين: ”مٺا، دل نہ لاهہ. الله مڙئي سٺائي ڪندو. ڪونہ ڪو ڏلو ڪري وجهنداسون. ڏينهن ٿينهن آهي. حالي تہ سمهي ننڊ ڪر، صبح جو اول خير، ڪا مڙئي مت اچي ويندي!“

”ڏاترڏنا، تون ٻاڻ سنهن ڪٿي ٻڌاءِ تہ تو کي ننڊ ايندي اڄ رات؟ اسان جو يار ڪوٽ ۾ قابو آهي، ۽ اسين ڪيس ايترو ويجهو هوندي بہ سمهي ننڊون ڪريون تہ پوءِ حيف آهي اهڙي ياريءَ تي!“ جانوءَ شوڪارو ڀريندي چيو.

” ادل، هن انگوريءَ تہ چڱ ٽانداٽن جو ڪم ڪيو آهي. هونئن تہ شايد ننڊ اچي بہ وڃي ها، پر انگوريءَ منهنجو اندر آجاري ڇڏيو آهي، ۽ اکيون بند ٿو ڪريان تہ وريام کي شاهي دربار ۾ هٿڪڙين ۽ پيرڪڙين ۾، زنجيرن ۾ جڪڙيل ٿو ڏسان. سو يار ڪجهہ ڪرڻو آهي تہ هينئر ئي ڪجهہ ڪريون. ڏينهن برابر ٿيڻ آهي، پر ڏينهن سازشن کي لڪائي بہ ڇڏيندو آهي. ايئن نہ ٿئي جو اسان کي دير ٿي وڃي!“

موليڏني اجا اها ڳالهہ پوري ڪئي تہ دوسوءَ وارا ٻراچي نڪتا. هنن جيڪو حال احوال ڏنو، تنهن جو تت بہ تقريباً ساڳيو هو. البت هو هڪڙي ڪاميابي حاصل ڪري موٽيا هئا. هو اها خبر وٺي آيا هئا تہ وريام کي ڪٿي رکيو هئائون. اهو ڪوٽ دريا جي ڪناري تي هڪڙي مغل عقوبت خاني جي ڀر ۾ هو، ان جو هڪڙو رستو اهڙو هو، جنهن تي پهرو گهٽ هو، ڇاڪاڻ تہ ان پاسي مغل اميرن جون حويليون هيون، ۽ هر حويليءَ تي هونئن ئي مغل لشڪرين جو چڱو خاصو پهرو هوندو هو، ۽ ڪنهن بہ اوپري ماڻهوءَ کي اوڏانهن وڃڻ جي همت ڪانہ ٿيندي هئي.

جانوءَ جو اها ڳالهہ ٻڌي تہ اُٿي ٻيهي رهيو. ”پوءِ تہ ان جو هڪڙو ئي رستو آهي تہ هينئر جو هينئر اوڏانهن هلون. رات وِڪڙي ۾ ڪنهن کي شڪ بہ ڪونہ پوندو، ۽........“

”ٻانو، هي لاهور آهي. ٿئو ڪونهي جو رات جو اکيون ٻوري بہ اسين پنهنجو ماڳ لهي سگهندا آهيون. هت هڪڙو تہ اسين

اڻ واقف، پيو ته اونده ۾ ٻاهر نڪرڻ جي گهٽ کي ڳولي ڪونه سگهندا سون ..." دوسو ڪجهه چوندي چوندي ماٺ ٿي ويو.

ڊاڪٽر ڊني جي دل ته ائين ٿي چاهيو ته آدمي پنهنجي يار جا بند خلاص ڪرڻ لاءِ ڀڄي وڃي. پر هن کي به دوسوءَ جي ڳالهه ۾ وزن نظر آيو.

"جانڻ، دوسو سچ ٿو چوي. ايهڙائيءَ مان ڪو فائدو ڪونه ٿيندو!" هن جانوءَ ڏانهن نهارڻ شان چيو.

"جانوءَ جي ڳالهه وڌيڪ وزنائتي آهي، ڊاڪٽرنا! ڏينهن جو شينهن جي غار ۾ داخل ٿيڻ مون کي ته ڪونه ٿو آڙي. باقي جيڪا سنگت جي مرضي!" موليڊني به شايد انتظار ڪرڻ نٿي گهريو.

"پر، منهنجي به ڳالهه ته سچي ٻڌو. وريام کي صبح جو شاهي درٻار ۾ پيش ڪرڻو اٿن ته ضرور فجر ڪان به اڳي کيس اتان وٺي ويندا، ۽ اسين هٿ مهٽيندا رهجي ويندا سون. ٻي ڳالهه ته اڄ رات ڌنڌ ۽ ڪوهيرو اڳي ئي آهي. موليڊني وارو دونهون اڄ ڪنهن کي به شڪ پوڻ ڪونه ڏيندو. هو سمجهندا ته اهو به ڌنڌ آهي، ۽ تيستين اسين همراهه کي ڪڍي نڪري ايندا سون....!"

اها ڳالهه سڀني کي وڻي. پر جيڪڏهن وريام کي ڪڍي نڪري به اچن ته پوءِ هن کي صحيح سلامت لاهور مان ٻاهر ڪيئن ڪڍندا، ان ۾ ايترا ته سوال هئا جو ڪنهن به آن تي سوچڻ نه ٿي گهريو. وريام هميشه هر مسئلي جو حل ڪڍي ويندو آهي، سو جڏهن اهڙو ڪو مونجهارو ٿيو ته پوءِ ته وريام به ساڻن هوندو. نه ته نه ويندي ويندي نه جان ويندي، سو آن ڏان هنن آهو هوڻ ئي لاهي ڇڏيو هو.

"پوءِ اچو ته هلون.... پر ادل، هشياري ۽ حرفت سان هلڻو آهي. جيڪڏهن ڪا به ڀل چُڪ ٿي، ته پوءِ وريام ..." ❋

سنڌوءَ تي جڏهن سج اُڀرندو آهي، تڏهن سج وڌيڪ سهڻو ۽ روشن ٿي ويندو آهي. سنڌوءَ تي جڏهن سج لهندو آهي تڏهن به سج وڌيڪ سهڻو ۽ قداور ٿي پوندو آهي. سنڌوءَ جو اُفق به سنڌي ماڻهن جي دل جيان معصوم پر ڪشادو لڳندو آهي. سنڌوءَ جي شفق به ڄڻ ته سنڌي ماڻهن جي اندر جي جذبن جيان سدا حيات ۽ سدا رنگين لڳندي آهي. جڏهن سنڌو دريا جو اهو حال آهي ته سنڌو ساگر جي اُفق توڙي شفق ڪيترو نه سدا حيات ۽ پاڪيزه هوندي..... اهو خيال ايندي ئي تماچيءَ وَنجهه سان هٿ ڪڍي ڇڏيا. سندس ٻونڊي ڄڻ ته سندس ارادو پروڙي هوريان ٽلڪندي، اچي پتڻ سان لڳي!

پتڻ تي پهچي، وات تي ٻُڪ جهلي، تماچيءَ اهڙو آواز ڪيو، جهڙو ٻوٽيندي سان نڪرندو آهي، پر ان سينڌ ۾ ڏکڻ ڪونج جي پنهنجي ولر کي پڪارڻ واري ڪوڪار به هئي. هن جي سينڌ اڃا پوري ئي ڪانه ٿي ته ڪڇي سان اهڙيون ساڳيون ڪوڪارون چئني طرفن کان هڪ آواز ٿي هن کي موٽ ڏئي ويون.

تماچيءَ جي چپن تي مرڪ اچي وئي: سڀ همراه ڀري سجاڳ آهن، ۽ پاڻهجي ٿو ته مغلن وري هيڏانهن رخ نه ڪيو آهي، ۽ پوءِ هن کي چاچو ڳهرام ياد اچي ويو، ۽ هن کي ساڻوڻ ۽ سندس سنگتي ياد اچي ويا....

هن جو ڪٽنب صدين کان مانجهندن واري پتڻ جو پاڻي هو. هن جي وڏن سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان وچن ڪيو هو ته هو جيئندا به سنڌوءَ لاءِ ته مرندا به سنڌوءَ لاءِ. سڪندر جي وقت کان هو دريا جي پنهي ڪنڌين جا راکي هئا. هن جي ڪنهن ڏاڏ-پڙڏاڏ-

ڏاڍي جڏهن سڪندر جي لشڪرين جا غوراب لهوارا ايندا ڏٺا هئا، تڏهن پنهنجي بنهه ننڍڙين سڪڙين ۽ ڊونڊين ۾، مانگر جي تيل جا شاهي موڙا ٻاري، لڏڙي، وانگر انهن سڪڙين هيٺان، تڙ ڳنڍو، ڪين ترڪيندو غورابن جي وچ ۾ پهچائي آيو. رات جي پوئين پهر، دريا جي وچ سير ۾ باهين کي اڀين پاڻ ڏانهن سڙندو ڏسي، يونانين کي پڪ ٿي ويئي ته هي پڪ ڪو جنن ڀوتن جو ديس آهي، جنهن جا ماڻهو ته ماڻهو، پر جن ڀوت به پنهنجي ديس جي ڌرتيءَ ۽ دريا کي ڌارين کان بچائڻ ڪاڻ زانيون جاڳي پهرو ڏيندا ٿا رهن. خبر تڏهن پئي جڏهن باهه جا اهي سڙندڙ مچ سندن غورابن سان اچي لڳا، ۽ سندن ڏسندي ڏسندي آهي باهه جو بڪ ٿيڻ لڳا. هيءَ باهه به عجيب هئي جو جيئن ٿي ان کي پاڻي مليو، تيئن اها وڌيڪ ٿي ڀڙڪي اٿي. حالت اها ٿي جو يونانين کي پنهنجي غورابن مان دريا ۾ ٽپي پنهنجي جان بچائڻي پئي. جڏهن غورابن جا سڄهه سڙڻ لڳا، تڏهن هنن کي اروڙ جي سيرائين جا اهي لفظ ياد آيا ته جيسين هڪڙو به سنڌي جيئرو آهي، تيسين سنڌوءَ جا ٻئي ڪنارا يونانين لاءِ دوزخ جا آڙاهه بڻيل رهندا. اروڙ جي ماڻهن جو اهو پاراتو اڄ هو اکين ڏسي رهيا هئا.

۽ پوءِ جڏهن به ڌارين سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۽ سنڌو جي پيٽ کي سنڌ کي غلام بنائڻ لاءِ استعمال ڪيو تڏهن سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنڌين تي رهندڙ پاڻين، مهاڻن ۽ ميربحرن هنن جي غورابن، جهازن ۽ ٻيڙين کي ساڙي ڀسم ڪري سنڌو ساگر جي حوالي ٿي ڪيو. جڏهن به سنڌ آزاديءَ ۽ چوڌڪاري جو ساهه ٿي کنيو، تڏهن سنڌوءَ جي هنج ۾ سڄهه سنوان ۽ لاچو نوان ٽلڪندا رهيا، ۽ ٻيڙيون ۽ ٻيڙياتا سنڌوءَ کي اروڙ کان ديبل تائين وڃ واپار جي شاهراهه بڻائي، سنڌ کي سون جون سوغاتون ڏيندا رهيا. پر جڏهن به سنڌ غلام ٿي. ته سنڌوءَ جو پيٽ پاڻيءَ سان ڀُر هوندي به سُڃو ۽ سڪڻو ٿي پوندو هو. ڌارين کي ڀسار آڪارڻ کان پاڻي بس ڪري ويهي رهندا هئا. ٻيڙياتا ٻيڙا ساڙي ڇڏيندا هئا ته متان دشمن جا ماڻهو يا مال ڍوئڻو پوي!

تنهن رات سندس چاچوگهرام پتڻ جا ٻه ڀُور آڪاري جڏهن

گهر آيو، تڏهن اصل هٿن مان پيو وڃي. سندس منهن مشعل وانگر ٻَري پئيو. سندس ڇاتيءَ سندوءَ جيان پئي ڇوليون کاڌيون. هن چاچي گهرام کي اهڙي پور ۾ ڏٺو هو. هو ته اهڙو ماڻهو هو جنهن جا سمورا جذبا ۽ احساس سندس منهن جي گهنجن ۾ پنڊ پهڻ ٿي ويا هئا.

”چاچا، خير ته آهي. اڄ ڏاڍو موج ۾ ٿو ڏسجين. پٽهن تان پيو اچين يا ڪنهن ڪلاڙ کي هٿ تان!؟“ هن کلي کيس کيڪاريو.

”آبل، اصل ڳالهه ئي نه پڇ. ائين سمجهه ته ڪو نئون مَڏُ پي آيو آهيان....“ چاچي گهرام سهڪندي چيو.

”پَرَ ٻه ڳالهه جي ڦوري کي فواهه ته سهي ته اهو وري ڪهڙو نئون مَڏُ آهي جو اصل وٺ ئي ڪونه پيو ڏين....؟“ هاڻ هن کي به اچي هورا ڪورا لڳي. ”متان، ٻيڙيءَ ۾ ڪا وينگس ته ڪونه وهاري آيو آهين؟“ هن چرچي مان چيو.

”نه ڙي بابل.... آءٌ هن عمر ۾ ڪهڙي وينگس وهاريندس.... پر ڳالهه ئي اهڙي آهي جو....“

”چاچا، هاڻ ڳجهارتون نه ڏي؛ ڪجهه انت ڏي نه ته پاڻ ڪونه ٿهنداسون....“ تماچيءَ ڪوڙيءَ ڪاوڙ ۾ چيو.

گهرام مانجهندن واري پٽهن جو پاڻي هجڻ سان گڏ تَرَ جو ڏاڍو مڙس هو. هن کان هرڪو ڪَٻَنُ هٿندو هو. تماچي جڏهن کان ساڃهه ڀريو ٿيو هو تڏهن کان هو پنهنجي چاچي گهرام جي ڏنگائيءَ جون ڳالهيون ٻڌندو آيو هو. هن کي عجب اهو ٿيندو هو ته جڏهن گهرام گهر ايندو هو، ۽ هو ٻوڙي سندس ٻڍيءَ تي چڙهي ويندو هو تڏهن هو اهڙو ڪونئرو ۽ مٺو هوندو هو جو گهڙيءَ لاءِ هن کي به اهي ڳالهيون وسري وينديون هيون جيڪي هن جا جيڏا ۽ سنگتي راند روند ڪندي هن کي سندس چاچي گهرام بابت ٻڌائيندا هئا. ٻچي ٻچي چوندا هئا ته ”متان کيس اهو ٻڌائين ته اسان توکي اهي ڳالهيون ٻڌايون آهن.“ پوءِ جڏهن هو گهر ايندو هو تڏهن هن کي سموريون ڳالهيون دل تان لهي وينديون هيون ۽ ٻوڙي وڃي کيس

ٻَڪ وجهندو هو. هن کيس سدائين ايترو پيار ۽ پاٻوهه ڏنو هو، جو
هن کي سمجهه ۾ ڪين ايندو هو ته هن جا ساٿي هن لاءِ ايترو ٻيڇوڙي
۾ ڇو ورتل هئا، جو کيس پريان ايندو ڏسندا هئا ته ٽڙي پکڙي
ويندا هئا.

پوءِ جيئن جيئن هن کي ساڃهه ايندي ويئي، تيئن تيئن ڇاڇي
گهرام جو اسرار هن تي کلندو ويو. هڪڙي هڪڙي ڪري هن کي
هو پنهنجون ڳالهيون ٻڌائيندو رهيو. جڏهن کيس شاهه تارُو بنائڻ لاءِ
دريا جي سير ۾ وٺي ٽيهون ڪارائيندو هو، تڏهن هن کيس ٻڌايو ته
ڪنهن زماني ۾ جڏهن دريا ۾ ترڻ جي گوءِ ٿيندي هئي، تڏهن هو—
۽ تماچيءَ جو پيءُ شيرل، سيني کان گوءِ کٽي ويندا هئا. جڏهن
کيس ونجهه هڻڻ، ۽ ٻيڙي هلائڻ سيکاريائين، تڏهن کيس ٻڌايائين ته
”ادو ۽ آءٌ ٻيڙين جي گوءِ ۾ هميشه سيني همراهن کان گوءِ کٽي
ويندا هئاسون!"

۽ پوءِ جڏهن کيس ٻيا هنر سيکارڻ سان گڏ، ٻنهي هٿن ۾ ٻه
کهاڙيون جهلڻ ۽ هڻڻ سيکاريائين، تڏهن شوڪارو ڀري چيائين:
”کهاڙيءَ ۾ ادو مون کان ٻه، ٻه رتيون ڪسر هو. هڪڙو هٿ
پويان ٻڌي، هڪڙي ئي هٿ ۾ کهاڙيءَ سان هو مون کي ٻنهي
هٿن ۾ کهاڙيون هوندي به ماري ويندو هو....!" ۽ پوءِ ان ڏينهن
کيس هن جيڪي ٻڌايو، تنهن تماچيءَ جو سڪ ڦٽائي وڌو، ۽ هو
هڪ نئون تماچي بڻجي ويو.

”تماچي، تون سنڌ جي انهيءَ سدا ملوڪ سورهيه شيرل جو
نينگر آهين، جنهن، جيسين جيئرو هو، تيسين ڪنهن ڌارئين کي
سنڌوءَ جو پيٽ آڪرڻ نه ڏنو، ۽ نه وري ڪنهن دشمن جي ٻيڙيءَ
کي هتان لنگهڻ ڏنائين....

”تون اڃا ڇاڙو هئين.... ارغونن سنڌ کي تاراج ڪري
ڇڏيو هو. مرزا باقيءَ جو زمانو هجي.... ادي جن مانجهندن کان
مٿي ڪنهن ارغون ٻيڙي کي مٿي نٿي ڏنو. آءٌ تن ڏينهن جبل ويل
هوس. مرزا باقيءَ فرنگين کان ٻه غوراب آڌاري، شاهي سوڪڙيون

ملتان موڪلڻ لاءِ، ٺٽي کان مٿي چاڙهيون. ٻنهي غورابن ۾ سوين
ارغون ۽ ترخان لشڪري هئا. تنهن کان سواءِ ننڍيون وڏيون ٻيڙيون
ٻه ويهارو کن هيون، ته ان ڏينهين سنڌ ۾ مرزا باقيءَ خلاف سنڌين
شورش ڪئي، ۽ اڌي جن کي نياپو مليو ته اهي ٻيڙيون ۽ غوراب
مٿي مُٽي ويا ته ملتان مان ارغونن لاءِ ڪمڪ اچي لهندي، ۽ سنڌ
جا ٻنڌ، جيڪي ٺٽو ني هئا، سي وري گهٽ ٻڌجي ويندا...."

تماچيءَ ان وقت پنهنجي هن ڪونڌري ۽ مٿي چاچي جي
اکين ۾ جيڪا روح ڏٺي، تنهن هن کي ڀهريون پيرو پنهنجي جيڏن
۽ سنگتين جي ڳالهين جي سچ جي جهلڪ ڏيکاري ڇڏي. انهن
اکين ۾ ڪو اهڙو سچ مثل هو، جو ڄڻ ته هن جي ساري وجود کي
ساڙي رهيو هو، ۽ هو مڇيءَ جي چلرن وانگر ٻاهه جي تئو کان
آيامي پيو هو.

"....اڌي جن وارا ڪُل ٿي ٻارنهن همراهه هئا. وٽن ٽي
ٻيڙيون هيون، سي ٻه پراڻيون، ڳنڍل پيٺل، ۽ ٽڙڪيل. پر واهه ڙي
ادا واهه، واهه ڙي تنهنجي سورهيائي.... مرزا باقيءَ جي غورابن سان
۽ ٻيڙين سان هنن اها ڪار ڪئي، جيڪا اسان جي وڏڙن سڪندر
جي ٻيڙي سان ڪئي. مانگرن جي تيل مان شاهي موڙا ۽ آماڙيون
ناهي، هو پنهنجون ٻيڙيون ڏاري مرزا باقيءَ جي ٻيڙي جي وچ ۾
لهي پيا.... جڏهن ارغونن جي ٻيڙين ۽ غورابن جا سڙهه سڙيا، تڏهن
اڌي جن انهن ۾ چڙهي پيا. اڌي جي ٻنهي هٿن ۾ ڪهاڙيون هجن،
۽ ارغونن جا ڪنڌ! ذات ارغون ڪونه بچيو.... اڌي جن جي
همراهن مان چار ڄڻا مارجي ويا، ۽ ٽي ڄڻا ڏڪجي پيا. ٻيو مڙني
ٺيو خير.... پوءِ ته جيڪي جشن ٿيا.... ٺٽي مان، سيوهڻ کان، نيرون
ڪوٽ مان، ويندي اروڙ ۽ روهڙيءَ مان ماڻهو اهي سڙيل غوراب
ڏسڻ آيا ۽ جشن ۾ شريڪ ٿيا....!"

پوءِ هن ڏٺو ته چاچو ڳهرام ڳالهه ڪندي ڪندي ڇرڪ
ڪوماڻجي ويو. هن جي منهن مان رت سٽ ٿي نڪري ويو.... ۽
تڏهن شوڪارو ڀري چيائين، "پوءِ جڏهن ارغونن جا سوٽ ماسات مغل

سنڌن واهرو ٿـي آيا، ۽ سنڌ جي ويڙهه هارائيسون، تڏهن ارغونن ۽ مغلن گڏجي اڌي جن تي راناهو ڏنو. انهيءَ ساڳئي پنڌ کان سڌ پنڌ تـي، ڪارڙي ٽڪر واري مقام وٽ اسان جا واهڻ هئا. گهڻو تڻو سڀ ڪڪانوان ڇئونرا هئا. مغان مان هڪڙا چونئرن کي باهه ڏيئي، ڇوڏاري گهيرو ڪري بيهي رهيا؛ جيڪو ڏانهن ٿي ڀڄو آيو، تنهن کي تيرن سان ٿي ڪيرايائون. زالون ۽ ٻارڙا باهه کان بچي پٺڻ ڏي ڀڳا ته ارغونن جا جٿا سنڌن پويان پيا.... درياهه ۾ ٽپڻ کان سواءِ ٻي وات ئي ڪانه بچي هئي، سي وچي سنڌوءَ جي هنج پيڙا ٿيا.... سڄي رات ويڙهه هلندي رهي .... چوڻ ٿـا تـه اڌي وارن کي جيڪڏهن ويهارو کن واهرو پهچن ها ته مغان ۽ ارغونن کي وري ٿئي جو منهن ڏسڻ نصيب نه ٿئي ها.... پـر پوءِ قادر جي قدرت اڳيان بندي جو ڪهڙو اختيار.... هڪڙو هڪڙو ٿي ڪرندا ويا...."

پوءِ هن پهريون ڀيرو پنهنجي اڙٻنگ چاچي کي سڏڪو ڀريندي روئندي ڏٺو...."ڀلا ڙي گهرام، تنهنجو ڪونڌر ياءَ ۽ ڪُوپا سنگتي ايئن قتلام ٿي ويا، ۽ تون جبل تـي الوليون ڪندي وتين! حيف آهي اهڙي جيئڻ تي!"

پر سندس چاچو گهرام، اهو گهرام نه رهيو جنهن جي سموري جبل ۾ هاڪ هئي تـه عشق ڪري تـه ڀلي گهرام ڪري. هن آڏو جبل به جالي نـه سگهيو. سو ساڳو منو ماڻهو ڪڙو زهر ٿـي پيو. پنهنجي ٽولي ناهي، جتي ڪو ارغون ترخان يا مغل ڏنائين، يا سنڌين مان ڪنهن مغل يا ارغون جي دلالي ڪندڙ کي ڏنائين، تنهن جو سڄو لڳ نه ڇڏيائين. ڪو راناهو ڏيئي وري جبل هليو ويندو هو. جڏهن شورشون مائيون ٿي ويون، تڏهن بـه هو ڪين مڙيو. ارغون اهڙا عاجز ٿيا، جو لڪيءَ ۽ سـن جي ميدن کي وچ ۾ وڌائون. انهن کي به جواب ڏنائين: "مرشد، جيسين ارغون ۽ مغل سنڌ جي ڌرتيءَ تي موجود آهن، تيسين منهنجي ساڻن ويڙهاند جاري رهندي، پـوءِ ڪئي اڪيلو سر رهجي وڃان!"

"پر، بابا اها ويڙهاند پنهنجن جي ئي خلاف ٿي وڙهي. ارغونن

سڄڻ جهلي ڇڏيا آهن. ڪجهي ۾ ٻيهي ٻاسن تي ماڻهن کي اڏيون لڳا آهن. مڃي جهلڻ تي پابندي وجهي ڇڏي اٿن. آس پاس جي ماڻهن جو وڻج واپار بند ڪري ڇڏيو اٿن. ٻلاوٺن کي مال خريدڻ تي موچڙي مار لڳي پئي آهي. آخر اهي ٻه ته سڀ سنڌين جو نقصان آهي!"

گهرام جي دل چيو ته چئي ڏي ته "سائين، اوهان کي سنڌين جو ايڏو سور ڪونهي، جيترو پنهنجي جاگيرن ڦرجڻ جو اونو آهي!" پر ٻُڌي ويو. البت هوڏ مان مرشد جي منهن ۾ شوڪي نهاريندو رهيو.

"توهان سمجهيو ٿو ته اسين ڪو مغلن ۽ ارغونن جي سفارش ڪرڻ آيا آهيون ته ڀليو آهين. پر هر ڳالهه جو وقت هوندو آهي، گهرام! هن وقت سنڌي ڏڙي پڪڙي ويا آهن. منجهن ڪو گڏجي وڙي مغلن يا ارغونن سان مهاڏو اٽڪائڻ جو انسئو به ڪونهي. جيڪڏهن ايئن بدامني ۽ ڏقير رهيو ته ارغون اسان کي پاڻ ۾ ويڙهائيندا رهندا، نندا نندا محاذ کوليندا، اسان کي ڇڙوڇڙ رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. ڪجهه وقت سانهه سٺيءَ سان گذرڻ ڏي ته سمورا سنڌي وري پنهنجي پيرن تي بيهڻ جهڙا ٿين، پوءِ وري به.....!" هڪڙي سيد سگهوري کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"سائين، اهي سياست جون ڳالهيون منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهن. مون کي رڳو اها خبر آهي ته ارغون سنڌ تي چڙهي آيا آهن. سنڌ جو رت چوسي ٿلها ٿيندا ۽ متارا ٿيندا وڃن. انهن کي سنڌ جي سرير تان روڙي ڪڍڻو آهي ته هڪڙو هڪڙو سنڌي پنهنجي ليکي جيسين ساڻن نه وڙندو، تيسين ڇوٽڪارو ڪونه ملندو!" هن آنندي چيو. هن لاءِ هيءُ ميڙ بي معنيٰ هئي. هيءَ منت بي اثر هئي. هن کي سنڌ جي ميڙ ۽ منٿ دل ۾ ڏڪ وجهي ڇڏيا هئا. هن کي پنهنجو ڪوندر پاڻ ۽ ڪنڌيا ساٿي سڪندي ڇڏيءَ تي چڙهيل ٿي پئيا، جيڪي ارغونن ۽ مغلن جي تيرن ۽ سنگينن جو ٻڪ ٿيا هئا.

"ڀلا يار اسان جي ميڙ ڏٺو مڃين ته هن اهم جو به ته سوچ

جيڪو پاڻهين جي اڪيلي نشاني وڃي بچيو آهي. تون پنهنجي ويڙهاند ۾ پورو آهين، ۽ هي معصوم ايئن بي آسري لڏڻ جي زندگي پيو گهاري. هي ۽ سموزو نسل، جيڪو يتيم ٿي ويو آهي، انهي ۽ کي به ته ويڙهاند جي لائق بنائڻ جو ڪو سوچيو ائئي....!"

هو جيئن آئيو هو، تيئن ئي آمالڪ ويهي رهيو. هن تماچي ۽ ڏانهن ايئن نهاريو، ڄڻ ڪيس پهريون ڀيرو ڏٺو هئائين. تماچي ۽ جي ان معصوم مک ۾ هن کي پنهنجو پاڇ، پنهي هٿن ۾ ڪهاڙيون کڻي وڙهندو جهيڙيندو نظر آيو. ۽ پوءِ هن کڻي تماچي ۽ کي هنج ۾ کنيو. ڪيس پنهنجي پاڪر ۾ پريندي چيائين:

"انهي ۽ مٺي، ماري وڏو، سائين! مون آڻ مڃي. مون رڳو پاڻ لاءِ پئي سوچيو. مون رڳو پنهنجي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جي باهه کي ٺڏو ڪرڻ جا پئي جتن ڪيا. پر سنڌ ته هن تماچي ۽ جي آهي. هي نسل سنڌ جو آئيندو آهي. اسين ته ويڙهاند ۾ ارغونن کان مار کائي، پنهنجا گهاءُ ويٺا سيڪيون. پر جي هي نه وڙهيا ته پوءِ....!" هو ڄڻ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندو رهيو.

مرشدن کي وچن ڏيئي هو پٽڻ تي موٽي آيو. جبل وڃڻ به ڇڏي ڏنائين. گهڻئي نياپا سنيها آيس. پر هو وري جبل نه ويو. هو تماچي ۽ ۽ سندس جيڏن جو آستاد بڻجي ويو. هو کنهن سان به ڪين ڳالهائيندو هو. ماڻهو سندس ويجهو اچڻ کان به ڪيبائيندا هئا. هو به کنهن کي به ويجهو ڪونه پوندو هو. رڳو ها، مون ڪري پنهنجي ڪم سان ڪم، پٽڻ کان گهر، گهر کان آکاڙو، آکاڙي کان وري گهر. ايئن سال گذري ويا. ۽ تماچي ۽ سندس جيڏن سنگتين هن تئين گهرام جي ساٿ سان اهو ڪجهه پرايو، جيڪو هوند هو کنهن مدرسي مان به ڪونه پرائين ها. هن کين نه رڳو وڙهڻ سيکاريو، پر کين اها مت موٽائي ڏني، جيڪا سنڌين کي پيڙهي ۽ کان پيڙهي ۽ تائين رت جي ڳاڙهن جزن ۾ شامل ٿي ملندي آهي....

"چاچا، پڪ ئي پڪ، تون کنهن تئين پريت جو پند ڏسي آيو آهين....!" تماچي وري چرچو ڪندي چيو.

”ڌ. ڙي بابل، هيءَ نہ پراڻي پريت جو پنڌ آهي، جتي هاڻ تو کي بہ مون سان گڏ هلڻو آهي....“ گهرام جي اکين جا مچ ڪجهہ ماٺا ٿيندا نظر آيا. تماچيءَ جي دل بہ ڪنهن آڇاتي جذبي کان وڌيڪ تکي ڌڙڪڻ لڳي.

”پڻ، سانوڻ وارن جو نياپو پهتو آهي تہ فيصلي جو وقت اچي ويو آهي! اڄ رات آنڙن واري ڍوري ۾ سمورن راڄن جا ماڻهو اچڻا آهن. اسان کي بہ ڪوٺ ڏني اٿن.... تماچي، پڌين ٿو، سنڌ وري اٿل کائڻ واري آهي....!“

تماچيءَ سانوڻ وارن جون رڳو ڳالهيون ٻڌيون هيون. اهڙن سورهين جون رڳو ڳالهيون تہ ڳائيون آهن. هو ماڻهو نہ پر ڌند- ڪٿائون بڻجي ويندا آهن، اهڙيون ڌند ڪٿائون جنهن کان سواءِ ڪابہ ڪچهري رهاڻ ۾ نہ بدلبي آهي.

تماچي ۽ سندس سنگتي ساٿي جڏهن گهرام سان گڏجي آنڙن واري ڍوري ۾ پهتا، تڏهن سانجهي اچي ٿي هئي. هر راڄ مان ڏهاڪو همراهہ آيا هئا. سڀ پاڻ ۾ ايئن ٿي مليا ڄڻ تہ هو صدين کان هڪ ٻئي کي سڃاڻيندا هئا. ايئن ٿي حُب ۽ قرب سان مليا ڄڻ تہ ويجها مائٽ هئا. هنن جي مائٽي سنڌ جي ناني جي ڪري ايتري مانائتي هئي جو هتي ذات پات ۽ رت جي رشتن کي ڪا اهميت ڪانہ هئي. هي تہ سڀ جو سڏ هو، سڀ جو سودو، ڪَنڌن جو ڪاروبار هو: هتي ڪير نہ ذات پڇي، ڪير ٿو قبيلي جي ڳالهہ ڪري. هي سما هي سومرا، هي انڙ هي ابڙا، هي شورا هي سهتا، هي مهاڻا هي ميربحر، هي جوڻيجا هي پليجا، هي ميڻ هي ڪوري، هي سوڍا هي ميندرا، هي راڻا هي راجپوت، هي نانگا هي مهيسر، هي لاکا هي لهاڻا، هي جت هي جاڙيجا، هي سرائي هي ڪلهوڙا، هي کتري هي مهتا، هي ڪاريا هي مينگهواڙ، هي چنا هي چنڊ، هي سورج ونشي هي چندرونشي، هي سيد هي سادات، هي قاضي هي عرب، هي انصاري هي قريشي، هي شيخ هي شيدي، هي مسلمان، هي هندو، هي ٻڌ هي جين— هي سڀ هڪڙي ڪرم قبيلي جا ميٽ هئا. سنڌ

جي مٽيءَ ۽ سنڌوءَ جي پاڻي جي اڪيلي واحد رشتي ۾ سڀ رنگ، نسل، ٻيا ڀاو ۽ وارا، فقط سنڌي هجڻ جي ناتي ۽ ناليءَ ۾ نهال هئا. جيڏو سنڌ جو ناتو هو، جيڏو سنڌوءَ جو مان هو، اوڏو ئي سنڌي هجڻ جو ناتو رشتو مهان هو.

پوءِ تماچي ءَ ڪ نظر سنڌ جي هنن پانڌيئڙن تي وڌي. مشعلن جي روشنيءَ ۾ سنڌن روءِ سنڌ جي مٽيءَ جهڙي ٽِپادار هئي. انهن ۾ پيرسن به هئا ته گهرو جوان به هئا: سنوان نڪ، سيبتا مُک، چاپٽيون ڏاڙهيون، ويڪريون ڇاتيون، اڏل جسم، آيامنڌ جذبا ڪٺي هي سڀ هت سنڌ جي سينهي ڪي مانُ ڏيڻ آيا هئا.

گهرام هن ڪي ساتوڻ سان ملڻ وٺي آيو. ساتوڻ گهرام ڪي ڏٺو ته ڪيس ٻکين پئجي ويو. ڪا دير ڪيس ڀاڪر ۾ ڀري بيٺو رهيو، جڏهن ڪيس پاڻ کان جدا ڪرڻ نٿي گهريو.

”گهرام، ايئن ياريون نڀائيون آهن. ايئن وساريو آهي....؟“ ساتوڻ ڏوراپو ڏيندي چيو.

”ساتوڻ، آءٌ تنهنجو ميارِي آهيان. آءٌ به پنهنجي پٽ ۾ تو ڪي ساڻ ڏيندو اچان.... هان، هن سان مل. هي ادي شيرل جو نينگر تماچي آهي!“ گهرام تماچي ڪي اڳيان ڪندي چيو.

ساتوڻ ڪا گهڙي تماچيءَ ڪي ڏسندو رهيو. پوءِ سندس اکين کو اهجاڻ سڃاڻي ڪٺي ڪيس ڀاڪر ۾ وڌائين.

”آءٌ به چوان ته هي جوان ڪنهن جي پيو ياد ڏياريم! مٿان تنهنجي ته شڪل به هوبهو شيرل جهڙي آهي....!“ ساتوڻ پاڻ وهه سان چيو.

”اٿس رڳو شڪل ادي شيرل واري، باقي پيو مڙئي خير سمجهه!“ گهرام منهن ۾ئي پاسي ڪندي چيو.

”نڙي گهرام، اهو ٿي نٿو سگهي. شيرل جو نينگر تنهنجو سهجو پاڻهي ٿيو، سو ايئن پاڻ ڪي به ته لاڻون نه ڪر!“ ساتوڻ کلندي چيو.

ساتوڻ ڪجهه وقت تماچي ۽ سندس سنگتين کان خبرون چارون

وهندو رهيو. درياءَ جي ٻنهي ڪنڌين تي هن جي همراهن جيڪي
مورچا ٺاهيا هئا، درياءَ جي پيٽ ۾ جيڪي ڪُن سنڀاليا هئا، تن
جون ڪڙالهيون پڌي ساونڻ کي ڪا حيرت ڪانہ ٿي. آخر ۾ تہ
تماچي شيرل جو پٽ هو، جنهن سنڌوءَ کي ارغونن ۽ مغلن جي
ٻيڙن جو قبرستان بڻائي ڇڏيو هو.

”تماچي، هاڻ اسان کي زمين سان گڏ پاڻيءَ تي بہ معرڪا
ڪرڻا آهن. مغل بکرکان ڪجهہ لشڪر ۽ ڪجهہ هٿيار سنڌوءَ جي
ذريعي سيوهڻ ۽ ٺٽي پهچائڻ جو سوچيو ويٺا آهن. هن درياءَ جا هو
اٻترا هيراڪ ڪونہ آهن. ان ڪري هن جي انهيءَ ڳُهٽ کي
بند ڪرڻ جو ڪم اوهان تي آهي: وڏيون شاهراهون اسان جي
ڪيترن سالن اڳي ئي بند ڪري ڇڏيون آهن. شورن هن جا سمورا
لنگهہ بند ڪري ڇڏيا آهن. سو يونانين وانگر درياءَ جي ڪنڌيءَ
ڪنڌيءَ هو ڪيچي مان لنگهندا. انهي بہ سان کي اوهان جي مدد
جي ضرورت ٿيندي. تنهن ڪان سواءِ توهين مٿي آهيو. اسين هيٺ
آهيون. اوسي پاسي مان جيڪي جوان اسان سان ساٿ ڏيڻ گهرن،
تن کي ٽڪڙو اسان وٽ پهچائڻ لاءِ بہ اوهان جا ٻيڙياتا ۽ پاتڻي ڪم
بلو ڪن تہ وهہ واهہ!“

تماچي ٻانهو تہ هن جي دل ويڪري ٿي ڦاٽڻ تي هئي. هي
ساونڻ، جنهن سنڌ تان سرگهورڻ جو وچن ڏنو هو، سو هن کي اهڙو
اعتبار جهڙو سمجهي ٿو جو هن کي درياءَ جي رکوالي جو ڪم ٿو
سونپي. ڇا اسين سندس اعتبار کي پورو ڪري سگهنداسون؟ هن
چاچي ڳهرام ڏانهن نهاريو، جنهن جون نظرون بہ پنهنجي ڀائيٽي ۾
کپل هيون. هن چاهيو ٿي تہ تماچيءَ کي هن مهل ڇاتيءَ سان لائي
چوي: ”تماچي، ٻيو تون شل ادي جن جا اڱورا انسنا سچا ڪري
ڏيکارين!“ پر هن پاڻ جهلي، ساونڻ سان ڳڏجي مهڙ ڏانهن موٽي آيو.

اوچتو ڄڻ ڪنهن اکوات جاڻ ملڻ تي، سمورا ماڻهو هيٺ
ويهي رهيا: ڪي ڪانيون پڌي ويٺا تہ ڪي اپڻن ئي آپ کوڙي
ويٺا هئا، ڄڻ بس هاڻ ئي آنہي گهوڙي تي چڙهڻ وارا آهن. ڪي

جوان البت چئني طرفن کان ڀيري سجاڳ ٿي وانگر بيٺا هئا. هنن جون نظرون ميرڻ جي بدران انهن راهن ڏانهن هيون جتان راتاها لڳي ٿي سگهيا.

۽ پوءِ سائونڻ جو آواز سنجها جي ويڳاڻپ ڪٽي بلند ٿيو.

”سنڌ جا مهندارو، اوهان تي سنڌ جو سلام هجي، جو اوهان منهنجي سڏ ۾ سڏ ڏنـو آهي. آءٌ گهڻي ڊيگهه ڪونه ڪندس. الله ڄاڻي ته اڳي ئي گهڻي دير ٿي ويئي آهي. جيڪا حالت اڄ آهي، سا جيڪڏهن تڏهن ڪريون ها جڏهن مغل اڃا پنهنجا پير کوڙڻ ۾ مصروف هئا، ته شايد هيءَ ڏينهن به ڪونه ڏسون ها، ۽ هنن کي لاهور ۽ دهليءَ روانو ڪرڻ ۾ اسان کي ايتري گهل ڪرڻي ڪانه پوي ها!

”پر خير، سو ڳالهه ٿي ڪيم. مغلن جيڪي جتيون سنڌين سان پئي ڪيون، انهيءَ به اسان کي ڪونه ڌونڌاڙيو. شايد ان جو سبب اهو هو ته هو وڏي سياست آزمائي رهيا هئا. ڪن راڄن کي هنن ريجهي ريجهي پنهنجو ڪري ڇڏيو. جنهن راڄ کي هنن پنهنجي لاءِ خطرو ٿي سمجهيو، ان کي ٻين سنڌي راڄن سان ويڙهائي، ڪيس اڪيلو، هيڪل ڪري هنن سنڌن جي ٻچو رلائي ڇڏيو. هڪڙي راڄ جو اهو حال ڏسي، ٻيا پنهنجي سلامتيءَ کي سنڌ کان مٿاهون سمجهي پيا ته مٿان ڪري ويهي رهيا يا وري دربار جهانگيري ۾ خلعتون وٺي ٽانئيڪا ٿي ويهي رهيا ته جئن مغلن جي شر کان بچيل رهن. هنن جي ٻي سياست سنڌين کي ويڙهائڻ جي هئي جنهن ۾ جيڪڏهن ڪنهن راڄ خلاف ڪو قدم کڻڻو هون ته مغلن بدران هو ڪنهن سنڌي راڄ جي ڪاموري يا ڪوتوال کي انهن سان نبيرڻ لاءِ موڪلي ڏيندا رهيا. اوهان کي ياد آهي ته ساموئي وارن سومرن خلاف راتاها شورن کان ڏيارايائون. وري نئين بارن وارن جو ڪين کي زير ڪرڻ لاءِ ٻليجن کي ڀڙڪايائون. ٻليجن شورش ڪئي ته مٿن سمن کي ٻڇي ڇڏيائون. ائين اسان جا راڄ هڪ ٻئي جي پٺڪي لاهڻ ۾ ٻورا هئا.

”۽ پوءِ ارغونن ۽ ترخانن ڪـي پنهنجو سوٽ ماسات سڏي،

ڪين وڏيون وڏيون جاگيرون ۽ پنج هزاريون ڏهه هزاريون ملازمتون
ڏيئي ڪين سنڌين سان پراڻا ويـر پاڙڻ تـي چڙهي ڏنائون. مرزا قيصر
بيگ جهڙا ترخان سنڌي راڄن تي ڏاڍا ٻـه هٿڏا رهيا ۽ مغل دربار
۾ توشي‌خاني جون عملداريون به ماڻيندا رهيا. جيڪي ارغون ترخان
۽ سنڌن پرتي ڪيل پٺاڻ ۽ قنڌاري راڄ سنڌ ۾ رهي سنڌي ٿيڻ جي
هام هڻڻ لڳا هئا، سي به اوچتو مغلن جي هشيءَ تي اسان سان مهاڏو
اٽڪائي ويهي رهيا. اسان جا پنهنجا سوداگر ۽ ڪوٺيدار مغلن سان
ڦڻائڻ بدران اسان کي اسلامي سلطنت جي وفاداريءَ جي تلقين ڪندا
رهيا ڇاڪاڻ ته هنن جا ٺيڪا، پلاڻيا ۽ ڪوٺيون خطري ۾ هيون.
محلداريون، محصولداريون ۽ ٺيڪيداريون به سنڌي ڪامورن کي سنڌ
کان وڌيڪ پياريون آهن. هو غلامن کان وڌيڪ شاهه جا غلام آهن!"

سانوڻ ڪا گهڙي ماٺ ٿـي ويو، ڄـڻ سوچيندو هجي تـه
اڳتي ڳالهه کي ڪٿي يا اتي ئي ختم ڪري.

"پر ان وچ ۾ سنڌ پيسجندي رهي. عام سنڌي پيڙجندو رهيو.
نه هنن جا ننگ سلامت هئا، نه ونج واپار، نه زمينون نه مال، نه پورهيو
نه ڪسب. مغل ته خير حاڪم هئا پر ترخان ۽ ارغون به نئين سر
سنڌين جي پويان پئجي ويا. ڄـڻ تـه هنن کي نئين سر پراڻا حساب
چڪتو ڪرڻ جو موقعو مليو هو. خاص طرح سان جڏهن کان پائنده
بيگ ڪوٽوال مقرر ٿيو، تڏهن کان ته اهو ڏينهن خالي نه هو جڏهن
ڪنهن نه ڪنهن سنڌي محلي، ڪنهن نـه ڪنهن سنڌي راڄ تي
آفت نه آئي هجي. سموري سنڌ سان اهو حال هو. جڏهن به ڪنهن
سنڌي راڄ پنهنجي حد جي عامل جي دانهن مٿي تي پهچائي ته داد
ٿيڻ جي بدران هنن سان بيداد ٿي ٿيو. اهڙيون عقوبتون ٿي ڪيائون
جو ماڻهو مٺي به ماٺ، مٺي به ماٺ ڪري ويهي رهيا!"

سانوڻ گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويو، سموري ميڙ ۾ ماڻهو ڄڻ
بت بڻجي، ساهه روڪي، سانوڻ جون ڳالهيون ٻڌندا رهيا هئا، سي
به هن جي ماٺ تي ڄڻ ته خواب مان جاڳي پيا. هنن جو روڪيل
ساهه ٿوڪارو بڻجي نڪتو. ڪنهن پنهنجي ڪاڇ ڇوڙي نئين سر

ئاهي جوڙي ڪٽشي ٻڌي ته، ڪنهن پنهنجي پٽڪي جو ور سڌو ڪيو. جيڪي ويٺا هئا، تن به، پنهنجي پيرن تان بار هلڪو ڪرڻ لاءِ، گوڏا سڌا ڪرڻ شروع ڪيا.

پوءِ وري سانوڻ جو آواز گونجيو. "پر شاباس آهي سنڌ جي مدرسن جي شاگردن کي، جن هن پيري اسان کي ڏوهاڙي، چڻ ته خواب مان جاڳائي وڌو آهي. جڏهن حافظ بلال ۽ هٿ وڌائون ته چڻ ته سنڌ جا سمورا مدرسا اُڀامي آئيا. ڪاٺوڪا نينگر چڻ چتا ٿي پيا. هي ننڍا نيٽا جن جنگين جون رڳو ڳالهيون ٿي ڏند ڪٿائون ٻڌيون هيون، پتنگن وانگر پڙڪي آئيا، ۽ حافظ بلال جي مچ تي مرڻ لاءِ سانباهي آيا. مغلن سان اهو ڪجهه ڪيائون جيڪو اوهان اسان جهڙا جهيڙاڪ ماڻهو به هوند ڪين ڪن. اوهان ته ٻڌو سڻو هوندو پر مون اکين سان ڏٺو آهي. مغلن جي هڪڙي به حويلي سڄي ڪانه ڇڏيائون. جتي جتي مغلن جون رسدگاهون، اناج جا پاندا، گاهه جون دنون ۽ مال خانا هئا، وهٽن جون ڪڙهيون هيون، تن کي راتو رات پسم ڪري ڇڏيائون. پائنده بيگ کي ڪيما ڪمي مغلن جي ڳڙهه منجهان ڪڍي ويا، ۽ ٻئي ڏينهن مرزا رستم بيگ جي حويليءَ جي سامهون ٿياس تي سندس لاش ڏڪيل هو!"

هن وري هڪ ڊگهو ساهه کڻي چيو: "ڏينهڪ مغلن ۾ ڌاڪوڙا پئجي ويا. ساقي خانا بند ٿي ويا. غلامن جا نيلام گهر ويران ٿي ويا. مغل سوداگرن پنهنجون مڏيون ۽ ڪوٺيون بند ڪري ڇڏيون. ڪيترن مغان ته لاهور ۽ دهليءَ وڃڻ لاءِ قافلا سنبارڻ شروع ڪيا. ترخانن جڏهن اهو رنگ ڏٺو، تڏهن انهن به مغلن مان ڪسرون ڪيڻ شروع ڪيون. هن سمجهيو ته مغل اجهو ٿا سنڌ ڇڏين، وارو ڪريون ته سنڌ تي سيوهڻ کي مرڪز بڻائي وري ترخانن جي غلاميءَ جو ڪٽ وجهڻ ڏکيو ڪونه ٿيندو!"

اهو چوندي سانوڻ جي لفظن ۾ جيڪو زهر اوتجي آيو، سو ماڻهن کي چڻ ته پنهنجي نڙيءَ ۾ محسوس ٿيڻ لڳو.

"۽ پوءِ مغل لشڪري سنڌي محلن، سنڌي راڄن ۽ سنڌي

واهڻن ۾ ڪاهي پيا. شروع شروع ۾ هنن ڪي ماڻهن کي هيسائڻ ۽ مارڪٽ ڪرڻ ۾ ڪجهه ڪاميابي به ٿي. ايتري قدر جو ڪن ماڻهن اهو به چوڻ شروع ڪيو ته هنن وات ڳاڙهن ڇورن جي ڪري مغل لشڪري ڇتا ٿيا آهن. ڪن ته پنهنجي نينگرن کي سمجهائڻ جي به ڪوشش ڪئي، پر ڇوڪر نه مڙيا. هنن وري به ڏوليون ڏاهي مغلن تي راتاها ڏيڻ جي وات ورتي. مغلن ۾ هائيدوس مچي ويئي. پر پوءِ هٿيار بند لشڪرين اڳيان هي اسان جا مهندار نينگر هيٺا ٿيڻ لڳا، جن وٽ جيڪڏهن ڪو هٿيار هو ته اهو هو خردم يا ٻاهه جا موئڙا!

”جڏهن هنن جو ريٽو رت سنڌ جي ڌرتيءَ کي ريج ڏيڻ لڳو تڏهن اسان پارا آئي ٽي چڙهي ٻـ جاڳي پيا. اولاد ڪنهن کي پيارو ڪونهي! هي ته سنڌ ۽ سنڌوءَ جو اولاد هو، ۽ پوءِ هري ڏاڍي هـر هنڌ جوانن ۽ وڏڙن ٻـ پنهنجون ڪهاڙيون، لـوڙهيون، ڀالا ۽ ٻرڇيون سنڀاليون، ۽ پنهنجن ٻچن سان گڏ ٻيهي رهيا آهن. هاڻ اها ويڙهه رڳو مدرسن جي شاگردن جي نه رهي آهي. هاڻ هيءَ سنڌ جي ويڙهه ٻٽجي ويئي آهي.

”سو انهيءَ ويڙهه ۾ شامل ٿيڻ لاءِ آءٌ اوهان وٽ ميڙ ڪئي آيو آهيان. هيءَ ويڙهه اڳين سورين شورشن کان نرالي آهي. ترخان به اسان جا ايترائي ويري آهن، جهڙا مغل. پر هن ڀيري ترخان مات ڪري شغل پيا ڏسن. مغلن کي ڪيڻ لاءِ هو به آتا آهن، پـر هو مغلن کان پوءِ وري پنهنجي عملداريءَ جا خواب پيا ڏسن. سو هـن ڀيري هٿيار ۽ همت سان گڏ اسان کي سياست جي جنگ به وڙهڻي آهي.

”سو اڄ آءٌ وري سنڌ جو سڏ ڏيڻ آيو آهيان. سـرَ جي سٽڻ هڻڻ آيـو آهيان. آءٌ سنڌ پـاران اوهان آڏو جهول جهلڻ آيو آهيان. هونئن به غلاميءَ جو جيئڻ به ڪهڙو جيئڻ آهي. جي سر ڏيڻ سان اسان جي سدا ملوڪ سنڌ آزاديءَ جو ساهه کڻي ته هوند اهڙو موت هن حياتيءَ کان هزار دفعا وڌيڪ ملهائتو آهي.

”هن ڀيري هيءَ جنگ ايئن وڙهو، ڄڻ هيءَ اسان جي آخري جنگ آهي. اڄو ته سڄي سنڌ ۾ ڦڪڙي وڃون. مغلن تي نه رڳو زمين

ننگ ڪريون، پر هي سدا مٺو دريا به جيئن هن جي پناهگاهه نه
بڻجي سگهي. اچو تہ هن جا گهٽ گهيڙ بند ڪريون. هن کي
فقط هڪڙو رستو ڏيون— سو اهو تہ سنڌ هاڻ هن لاءِ قبرستان
بڻجي ويندي. ٺٽي کان اروڙ تائين، بلڙيءَ کان ٻکر ڏائين هن لاءِ
فقط لاهور ۽ دهليءَ ڏانهن واپسيءَ جو رستو آهي. جيسين آخري
مغل سرحد پار نہ ڪري، تيسين سُک نہ سمجهو. هي ٿر، هي بر،
هي جبل، هي ڪرڙ، هي ڪانڌيرا هاڻ آزاديءَ لاءِ اسان اڳيان
جهول جهليو بيٺا آهن. اچو تہ هن جو سڏ سڻون، اچو تہ هن کي
موٽ ڏيون....“

هن جي آواز ۾ الائي ڪٿان جو درد پرجي آيو. ماڻهن جي
دل ڪنبري ڪنبري ٿيندي ويئي. ايئن پئي ڀانيو تہ ماڻهو اجهو ٿا
هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي، اٿت ڏين تہ اڙي ادا، هاڻ غلاميءَ جا بند
ڪلي وارا آهن. هاڻ آزاد سنڌ ۾ ساهه کڻڻ جا ڏينهن اجهو ڪي آيا.
پر.... پر ڪجھ وقت ماڻهن تي مات ڇانيل رهي. ۽ پوءِ ڄڻ نہ ميڙ ۾
هڪ اَچاتي لهر آيري، ۽ هري هري ٿي، ماڻهو ساڻوڻ سان ڀاڪر
پائي ملڻ لاءِ اڳتي ايندا ويا. ساڻوڻ هنن سان ايئن ٿي مليو، ڄڻ هو
ورهين کان هڪ ٻئي جا واقف هئا ۽ ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ
مليا هئا. سيني جي اکين ۾ هڪڙوئي احساس هو. هڪڙوئي آنساهه
هو. هڪڙوئي خيال هو تہ سنڌ لاءِ هن کي ئي ڪجهہ ڪرڻو آهي.
هن کي ئي سنڌ جي جنگ اڪيلي سر وڙهڻي آهي. هن کي ئي اڪيلي سر
سنڌ جو سڏ اونائڻو آهي. ايئن نہ ٿئي جو پوئتي رهجي وڃي. ايئن نہ
ٿئي تہ هو سنڌ جو مياري ٿي پوي. ايئن نہ ٿئي جو هن کي هن جي
ماءُ، هن جي ڀيڻ، هن جي زال اهو مهڻو ڏيئي وڃهي تہ تو سنڌ جو
سڏ نہ اونائيو. سنڌ جي ڌرتي، سنڌ جو آسمان، هي سنڌو، هي مهراڻ،
هي ڍنڍون، هي ڍورا، هي ٻيٽ متان شڪايت ڪري وڃن تہ تو
اسان لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو!

تماچي چپ چاپ هي جذبو ڏسندو رهيو. پنهنجي دل ۾
محسوس ڪندو رهيو. هي هن لاءِ بلڪل نئون احساس هو. نئون

تجربو هو. هن پنهنجي چاچي ڏانهن نهاريو. هن ساڻس ڏانهن نهاريو. هن هر ماڻهوءَ ڏانهن نهاريو، ۽ هر چهري ۾، هر مُک ۾ هن کي پنهنجو ابو شيرل نظر آيو، جنهن جي ٻنهي هٿن ۾ ڪهاڙيون هيون، جنهن جي اکين ۾ اهو سنيهو هو، جيڪو فقط هڪ آزاد وطن جو آزاد ماڻهو ئي پنهنجي سڄي ۽ محسوس ڪري ٿي سگهيو. هن دل ئي دل ۾ چيو: ”بابا، آءٌ اچهو آيس. مون تنهنجو سنڌ سڄي ورتو آهي. مون سنڌ جو سنڌ ٻڌي ورتو آهي. آءٌ تو کي وچن ٿو ڏيان ته جيسين ساهه ۾ ساهه آهي، تيسين سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي آزاد رکندس— جئن مون کان اڳي، تو کان به اڳي سنڌي ماڻهن ان کي يونانين، عربن، ترڪن ۽ ارغونن کان آزاد رکيو هو!“ ❋

سنڌ جو وڻ وڻ ڦلارجي پيو هو. جيڏانهن ڏسي نظر وڃي،
اوڏانهن سنڌ جي سونهن ڪَرَ ڪڍي، اکين ۾ گهڙندي ڏسي وڃي:
کيٽ سڙها، ڏَر ٻَر سڙها، ڍنڍون ڍورا سڙها، سنڌو سڙهو، جبل
جا پهڻ به سڙها ٿي پيا هئا. سنڌ جا ماڻهو به ڪنهن نئين سرهاڻ ۾
واسجندا ڏسي ويا. سنڌن منهن تي مُرڪ موٽي آئي هئي: هيج ۽
هٻڪار جو اهو رنگ سانوڻ اڳ ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو. هو جتان
ٿي لنگهيو، جوانن جا جٿا اچي ٿي هن سان مليا: ڪنهن کي ٻاڪر
پائي ڪنهن کي پاتي. ڳوٺن ۽ واهڻن وٽان ٿي لنگهيو ته جوانن کان
سواءِ پوڙها پيرسن به کين اڳڀرو ڪري ٿي آيا. ڪيڏي نه آس هئي
هنن جي اکين ۾: لڙڪن گاڏڙ آس، مُرڪ گاڏڙ آس، جنهن هنن جي
منهن کي نئون نور ٿي بخشيو: هن نئڙي کين ملڻ جي ٿي ڪئي ته
هنن کي ٻڪن ۾ ڪڍي ٿي ورتائون: "ابا، اسين اڳي ٿي گنهگار، وڌيڪ
گنهگار ته نه ڪر. تون ته سنڌ ڪلهن تي کڻيو وتين، تون ته نه
جُهڪ! سلام ته سنڌ تي آهي، ۽ انهيءَ مهابي توتي سلام آهي،
تون ڪيئن ٿو نئڙي اسان سان ملين!"

۽ سانوڻ جي هنئين ۾، اهي ڳالهيون هڏي، هڏڪ پئجي
ويندو هو. جيڪڏهن هنن نوراني ماڻهن جي آس پوري نه ڪري
سگهياسون ته هنن جو نور کسجي ويندو، ۽ سنڌن منهن تي وري
ٻراٽا گهاوَ نوان گهنج ٻجي، کين وڌيڪ پوڙهو ڪري ڇڏيندا!
ويچارن جي واهڙ وٽان لنگهيو ته ڄڻ هن کي ڏانوڻ پئجي ويا.
جوانن جو هڪڙو جٿو اچي هن سان مليو، پر انهن جي پوين هن
ڏٺو ته ڪجهه زائفائون ٽالهيءَ ۾ ڏيا ٻاريو ويٺيون هيون. انهن مان
هڪڙي هڪڙي ٿي اڳيان آئي، ۽ ٿي پيرا هن تان ٽالهي گهوري،

ڏاڍيءَ مان سيندر جي چپٽي ڪڍي هن کي تلڪ ڏيندي ويئي. ۽ پوءِ هن جي پيرن مان مٽيءَ جي چپٽي کڻي، پنهنجي سينڌ ۾ وجهندي پودان هٿي بيهي رهي. جڏهن آخري زائفان، سنڌ جي مٽيءَ جي چپٽي، پنهنجي سينڌ ۾ وڌي، تڏهن ساوڻ کي پنهنجي دل ڇاتيءَ کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ تڙڦندي محسوس ٿي. پوءِ هڪڙي زائفان چيو: ”ٻاڻو، جڏهن رام راوڻ سان وڙهڻ نڪتو هو، تڏهن سٺن سهاڳڻين، سندس آرتي ڪئي، کيس موڪلائي ڏني هئي: اها وارتا پستڪن ۾ لکي پئي آهي، پر اڄ اسان رام اڳئين ڏٺو آهي. اسان جي سنڌ ٻـ سيتا جيان راوڻ جي پنجوڙن ۾ آهي. اسين ٻه ست سهاڳڻيون اڄ تو کي راوڻ سان وڙهڻ جو سوڳند ٿيون ڏيون. اسان کي اسان جـي سيتا ورائي ڏي. اسان کي سنڌ ورائي ڏي. شل سنڌوءَ جو جل ۽ سنڌ جي مٽي تنهنجي راکي ٿئي!“

ساوڻ بت بڻجي سنڌ جي هنن نياڻين ڏانهن نهاريندو رهيو: سندس اکين جي لڙڪن ۾ هنن جون صورتون ستارا بڻجي چمڪنديون رهيون. سڀ ماٿهو چپ منڊجي ويا هئا. پوءِ هڪ پيرسن ڪنگهڪار ڪري چيو: ”ابا، اسين سنڌي ڏاڍا ويساهه وسوڙا آهيون. اسين هندو ته اوهان مسلمانن کان ٻـ. وڌيڪ ويساهه وڃائي ويٺا هئاسون. پر تو اسان کي ويساهه موٽائي ڏنو آهي. هنن ستن سهاڳڻين جو تو ۾ ويساهه، سمجهه ته. سموري سنڌ جي سهاڳڻين جو ويساهه آهي. سو جيئن رام سيتا موٽائي امر ٿي ويو، تيئن تون ٻه سنڌ موٽائي آمر ٿي ويندين.... وڃ، سموري سنڌ جون دعائون ۽ پرارٿنائون توسان ساٿي آهن.....!“ پيرسن جي نڙيءَ ۾ چپ اڪر اٽڪي ٿي پيا. سندس اکين مان لڙڪ سنڌو جيان پئي وهيا.

ساوڻ آمالڪ پيرسن جا پير ڇـهي، سندس پاڪر ۾ سڏڪندي چيو: ”ڪاڪا! ڏاڍيءَ لڪ، مون تي ايڏو بار نه وجهو، جو آءٌ کڻي نه سگهان. سنڌ جيڪڏهن آجي ٿي ته هنن سهاڳڻ پيرن جي صدقي آجي ٿيندي.....!“ لفظ هن جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا، هو ڪا گهڙي ڪاڪي جي پاڪر ۾، بنان آواز، سڏڪندو، ڏسڪندو رهيو، ۽ پوءِ

ٽڪڙو ٽڪڙو اچي پنهنجي همراهن سان مليو، ۽ ڪين ڪوچ ڪرڻ جو اشارو ڏنائين.

سنڌ جي نيائين جي سينڌ ۾ سنڌ جي مٽيءَ جي اهڃاڻ هن کي لوڏي وڌو هو. شل ان سينڌ ۽ ان مٽيءَ جو مانُ رکي سگهون! هيلوڪي اٿل هن جي پنهنجي اميدن کان به وڌيڪ ثابت ٿي هئي. ماڙهو هئا جيڪي مينهن وساڙن وانگر وسندا ٿي ويا. هن جو پيلو ته سمورو جوانن سان پرجي ويو هو، پر ڪچي توڙي پڪي ٿي، بکر کان ٺٽي تائين سنڌين جا مورچا ۽ محاذ ٺهي پيا هئا. اتر کان ڏکڻ، اوڀر کان اولهه تائين جتي ڪٿي اهو چوبول هو ته هيل سڄي سنڌ ۾ جيڪا ويڙهاند ٿيندي، سا آخري ٿيندي. جئن جئن وقت گذرندو ويو تئن تئن سنڌين جا حوصلا وڌندا ويا. مغل جتي ڪٿي دٻل ۽ چرڪيل هئا. هنن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته هن اٿل کي ڪيئن منهن ڏين. سڌو سنئون ڪٿي به مهاڏو ڪونه هو. ڪا وڏي جنگ به ڪانه هئي. رکو راتاها هئا، ڪڏهن ڇانوڻين تي، ڪڏهن ڪنهن مورچي تي، ڪٿي ڪنهن قافلي تي، ڪٿي ڪنهن رسدگاهه تي! مغلن لاچار ٿي ترخانن ڏانهن نياپا ڪيا، پر ترخان مات هئا: هنن ڪنهن جو به پاسو ڪونه ٿي ورتو. ايتري قدر جو رستم بيگ جي دربار ۾ ترخان امير حاضريءَ ۾ ناغو ڪرڻ لڳا. ۽ پوءِ رستم بيگ مظفر خان جي ذريعي ساوڻ کي نياپو موڪليو ته جيڪڏهن سنڌين کي مغلن کان ڪي شڪايتون هيون تہ رستم بيگ انهن جي تدارڪ ڪرڻ لاءِ وعدا وعيد ڪرڻ ۽ ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لاءِ تيار هو بشرطيڪ هي شورشون ۽ راتاها بند ٿين! ۽ ان ڪم لاءِ وچ ۾ ٿياڪڙ ٿيڻ لاءِ ٺٽي جي جامع مسجد جو مغل پيش امام، ۽ سنڌين جي ٻن وڏين مسجدن جا سنڌي پيش امام ۽ عالم رضامند هئا.

ساوڻ کي جڏهن اهو نياپو پهتو هو، تڏهن هن جون منيون ڀڪوڙجي ويون هيون. هي اهي ساڳيا مولوي هئا، جن رستم بيگ جي پڙيءَ دربار ۾ چيو هو ته ”حافظ بلال اسلامي حڪومت خلاف بغاوت ڦهلائي رهيو هو. هن جو علمي مرتبو برابر وڏو هو، پر بغاوت

کي فقط شهنشاهه هند ئي معاف ڪري سگهي ٿو!“ انهن ئي ٽنهي مولوين فتوي ۾ ٽي صحيحون ڪيون هيون ته حافظ بلال واجب القتل آهي. ان ڪري هن کي سزا ڏيڻ لاءِ شهنشاهه کي عريضو موڪلجي، يا حافظ کي لاهور روانو ڪري، شهنشاهه اڳ پيش ڪيو وڃي، جئن حضور جن پاڻ هن کي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪن!

هن کي حافظ بلال وارو ماجرو جئن ئي ياد آيو، تئن ئي هن جي تن بدن ۾ باهه ڀڙڪڻ لڳي. هن سنڌ جي نڪ، حافظ بلال کي، نيڻن ۽ سنگهرن ۾ جڪڙي، هڪ عام ڏوهاريءَ جيان لاهور موڪلي ڇڏيو، ۽ هو ڪجهه به نه ڪري سگهيو. جڏهن مدرسي جي شاگردن پائنده بيگ جي حويليءَ کي ساڙيو ۽ پائنده بيگ کي موت جي سزا ڏني، تڏهن به هن جي دل تي ڇنڊو ڪونه پيو. هن جي دل ته اهو ٿي چاهيو ته هڪڙي هڪڙي مغل کي پنهنجي هٿن سان نپوڙي ماري، پر پوءِ شاگردن جي لڳايل چڻنگ جڏهن سموري سنڌ ۾ پنيٽ ٻاريو، تڏهن هن کي پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجي سائين سان جهيڙڻو پيو. هن جي مرضي هئي ته هو مغلن جي انهيءَ قافلي تي راتاهو ڏئي پوءِ ڪٿي هنن کي سنڌ جي سرحد ڇهو نه اڪرڻي پوي، پر سنڌ اندر واري ڪيس مهميز ڏني ته هي وقت وڃايو سون ته وري ڪڏهن به هٿ نه ايندو. حافظ بلال ساهميءَ جي هڪ پڙ ۾ هو ته آن جي ٻئي پڙ ۾ سنڌ جي آزاديءَ جي ويڙهاند هئي! هن جي همراهن مان به ڪيچ ڄڻا هن جي راءِ سان شامل هئا پر گهڻائي آنهن جي هئي، جن اهو ٿي چيو ته هن مهل تي خود حافظ بلال مڃي ها ته اهو به چوندو ته هڪڙي حافظ بلال جي حياتيءَ کان سنڌ جي آزاديءَ جو آسرو وڌيڪ اهم آهي! مغلن کي ٿورو به وقت مليو ته ڇئني طرفن کان هن جا واهرو ماڪڙ جيان سنڌ تي اچي ڪڙڪندا. ايران کان، قندار کان، ملتان کان ۽ هيٺان ڪيچ کان ڪٽڪ لٿا ته پوءِ رڳو هٿ مهٽيندا رهجي وينداسون. پر ساٿين جي چوري دل اصل نٿي مڃيو. هن جي روح ۾ حافظ بلال جو نوراني چهرو وَرَ وَرَ ڪري پنيٽ ٻاريندو رهيو، ۽ پوءِ هن همراهن کي چئي ڏنو: ”ڀائو، ڳالهيون

اوهان جون سڀ سچيون ۽ سيتيون آهن. پر هن نڌوري دل کي ڇا
ڪريان. مون کي تيسين سُک نه ايندو جيسين حافظ کي نه ورايو
اٿم. سو مون کي بخش ڪجو...."

پوءِ ڪان خانبروءَ جي گهوڙي جي ٽاپڙ ٽاپڙ پڌي، ساٿوڻ
مات ٿي ويو، نه ته هو پنهنجي جنون ۾ الائي ڇا ڇوڻ وارو هو، ڇا
ڪرڻ وارو هو. خانبروءَ جڏهن چٺي سندس هٿن ۾ ڏني، تڏهن سيني
ڏنو تہ پهريون ڀيرو ساٿوڻ جي هٿن ۾ اڻ لکي ڏڪڻي اچي وئي
هئي. هن هڪ ڊگهو اونهو ساهه کڻي، چٺيءَ تي نظر وڌي!

حافظ بلال لکيو هو: "ساٿوڻ، آيهرو نه ٿجانءِ! سنڌ اڳيان
اَڃا ڪاوَتُ ڪين آهيان، متان مون ڪارڻ، سنڌ جو سڌ موٽائي
ڇڏين! ڀانيان ٿو تہ هفتي مهل وري ڪڏهن بہ ڪانہ ايندي:
جيڪڏهن منهنجي موت سان سنڌ آزاد ٿئي تہ سمجهندس تہ هيءَ
حياتي تہ سجائي ٿي، پر ڪاقمت نہ موچاري ٿيندي. مغل مون کي
لاهور نہ موڪلين ها تہ اَڃا ڀاڻ دربار ۾ حاضر ٿي مغلن جيڪي سنڌ
سان ڪيون آهي، سا شهنشاهه اڳيان بيان ڪريان ها. سنڌ جا ماڻهو
ننڊ مان ڇرڪ ڀري جاڳي پيا آهن: هنن جي ان جاڳ کي سجايو
فقط تون ئي ڪري سگهين ٿو. اَڃا تو کي منٿ ٿو ڪريان تہ هن
وقت مهل سڃاڻ، سنڌ جي هڪڙي ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين جيڪا
باهه ٻري آهي، ان مان سنڌ جي ڇوٽڪاري جو صبح ڄاڻ تہ ٿيو.
الله، الله جو رسول ڪندو تہ جڏهن موٽندس تڏهن آزاد سنڌ کي
پنهنجي اکين ڏسندس. جي نہ، تہ ڏٺيءَ در اهائي التجا آهي تہ غلام
سنڌ ڏسڻ کان اڳ مون کي مــوت ڏيئي، پنهنجي هن گناهگار بندي
جي مغفرت ڪندو. چڱو: الله کي پرتو، سنڌ کي پرتو!"

خط پڙهي، ساٿوڻ کي هڪ ئي وقت ڪئين خيال اچي ويا:
هن جي دل هلڪي ٿي ويئي: هن جي اکين مان لڙڪ ايئن ٿي وهيا
ڄڻ هو ورهين کان ڪونہ رنو هو، تڏهن اکين اڄ روئي ڪثر پوري
ڪرڻ ٿي گهري. هن کي پنهنجي سنگتين سان اکيون ملائڻ ۾
شرمساري محسوس ٿيڻ لڳي. هن جي دل چيو تہ هو سنڌ جي مٽيءَ

مان مٿڻ پري، ان کي چڙهي، پنهنجا سمورا وچن ورجائي ته، وري کوبہ جذبو سنڌ کان متاهون کونہ ڪندو. هن جي دل اهو بہ ٿي چاهيو تہ هرهڪ همراهہ کان، پلاند وجهي معافي گهري; تہ ادا، مون کي بخش ڪر، مون کان گهڙيءَ لاءِ سنڌ وسري ويئي هئي! هن جي اندر ۾ جيڪو مانڊاڻ متل هو، سو جڏهن جاڳيتو ٿيو، تڏهن هو بي‌اختيار اٿيو، ۽ پنهنجي همراهن کي هڪ هڪ ڪري، ﭙا ٽولن ۾ سمجهائيون ڏيندو ويو. پنهنجي خاص چوباريءَ ڪي رکيو ايترو چيائين: ”اٿو تہ هلون. سنڌ ۾ لهي پئون. سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۾ لهي پئون، متان مهل ٽري وڃي!“

۽ پوءِ هو سنڌ ۾ لهي پيا: واچوڙي وانگر هڪڙي واهڻ کان ٻئي واهڻ تائين، هڪڙي پِٽ کان ٻي پِٽ تائين، هڪڙي لڪ کان ٻئي لڪ تائين، هڪڙي پرڳڻي کان ٻئي پرڳڻي تائين! هنن جي اکين مان ننڊ ائين غائب ٿي ويئي، ڄڻ هنن جون اکيون ننڊ جون هيراڪ ئي ڪونہ هيون. ماڻهن هنن جون مهمانيون ٿي جهليون، پر هنن وٽ ﭙہ گرهہ کائڻ جي بہ وار ڪانہ هئي. ڏينهن رات جا سنڌا متجي ويا هئا. هڪڙا وهٽ ٿڪجي ٿي پيا تہ انهن کي آتي ٿي ڇڏيائون. نوان وهٽ، نوان ارادا، نيون منزلون! نئين ٻهچ، نئين ڳالهہ! نوان هٿيار نوان اوزار، نوان جذبا، نوان حوصلا ٺهجي ٿي ويا! راڄن جا راڄ راتو رات پنهنجا پراڻا وير وساري، ﭙاڪرين ﭙئجي ويا. ڪنهن راڄ دل من ٿي هنيو تہ ﭙيا راڄ هنن وٽ ميڙ ڪئي ٿي آيا! نياڻيءَ ميڙ، قرآن ميڙ! ﭙيلي ڏاها ٿيو، هيءَ مهل سوچڻ جي ڪانهي: هيءَ مهل ڏک هڻڻ جي مهل آهي; هيءَ مهل ملهائيندا تہ مهل ﭙہ امر ٿي ويندي، اوهين ﭙہ امر ٿي ويندا! او ادل، او ﭙاڻو وسارين متان، متان ميارِي ٿي پئون!

سڄي سنڌ جا پورهيت، ڪمي ڪاسبي نئين ﭙريت جي پورهئي ۾ لڳي ويا. لوهار کهاڙيون، ڪاتيون، ﭙڇيون، ﭙالا، ترارِيون ۽ تير ٺاهڻ ۾ هڪ ٻئي سان شرطون ﭙچائڻ لڳا. واڍن گاڏيون ائين ٿي ٺاهيون ڄڻ انهن گاڏين جي چاڪن تي سنڌن پنهنجي گوءِ

جو دارومدار هو. مورچي ۽ مينگهواڙ وهٽن جي سنجن سان گڏ چمڙي جا چابڪ ۽ خردم ٺاهيندي ٺاهيندي، بچيل چم جي ليڙن مان غليلون ٺاهڻ ويهي رهيا. جيلان ۽ لڪن ٺان شاهہ چور ۽ ڏاڙيل اهي پيا ۽ ننڍين نيٽن کي ويڙهہ جا انگ سيکارڻ ويهي رهيا. هرڪنهن کي هورا ڪورا هئي تہ ڪيئن هٽ ونڊائي. جهور پيرسن بہ جوانن کي اڳين شورشن ۾ ڪاميابين ۽ ناڪامين جا ڪارڻ سمجهائيندا، ڪين نيون اٽڪلون ٻڌائڻ لڳا. ننڍين نينگرن وري هڪڙي مورچي کان ٻئي مورچي تائين، هڪڙي محاذ کان ٻئي محاذ تائين خبرون پهچائڻ جو ڪم پاڻ تي ئي کنيو. رسدگاهہ ڪٿي آهي، گاهہ جون دنون ڪٿي آهن، وهٽن لاءِ ڪڙهيون ڪٿي هيون، ان لاءِ وڻن جا چوڏا لاهي، مٿن نشان ڪڍي ٿي ڇڏيائون. مغلن جي عام شاهراهن جي وچ وچ ۾ کاهيون کوٽي، انهن کي ڪانن ۽ ٻُهہ سان ايئن لڪي ٿي ڇڏيائون جو مجال آهي جو سنڌن وهٽن کي بہ ڪو شڪ پوي. راتين لاءِ زائفائون موئرا ۽ مشعلون ٺاهڻ ويهي رهيون. سڄو ڏينهن پنهنجي مڙسالن کي مهل ياد ڏياربندي، رات جو جنڊ پيهڻ ۽ اڳوڻن وقتن جي سورهين جون ڳالهيون ڪٽڻ جا انسنا ٺاهيندي، سنڌ جون سيتائون، ماگهيون، موملون ۽ ماروئيون سنڌ تان صدقو ٿيڻ لاءِ ساٺ سوڻ ڪرڻ لڳيون هيون. سڄ سياڻي جا ڪري، سا روح سنڌين جي هئي. هرڪنهن جي اندر ۾ جڻ ڪو نئون سوجهرو سمائجي ويو هو!

سنڌ جي هيءَ حالت مغلن کان ڳجهي ڪانہ هئي، پر اُڪا ڪانہ ٿي ڏنائون. پر سنڌن ٽپالي ٺٽي کان لاهور تائين هر ڳالهہ شهنشاهہ جي ڪن تائين پهچائڻ لاءِ روز ٿي روانا ٿيا. ترخانن بہ پهرين تہ دل مٿان پٿر هنيو. هنن سنڌين جون ڪيتريون ئي شورشون ڏٺيون ۽ ٻڌيون هيون. پر هيلوڪي آئل شورش نہ هئي: هيءَ آئل دريا جي آئل کان بہ وڌيڪ وسيع، وڌيڪ تکي ۽ وڌيڪ ڦهلجندڙ هئي. مغل انهيءَ آئل آڏو بيهي سگهندا يا نہ، پر اها ڪين پڪ هئي تہ سنڌ وري ساڳي سنڌ نہ رهندي. سنڌي جياپي جي جنگ لاءِ تيار

هئا: جنهن جي هن جنگ ۾ جيڪڏهن هو سُرخرو نه به ٿيا، تڏهن به سنڌ کي وري غلام بڻائڻ تي هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرو سوچڻو پوندو. اهو سوچي هنن سانوڻ ڏانهن نياپا سنيها موڪلڻ شروع ڪيا. سانوڻ ڪَنَ لاتار ڪندو رهيو. هن جو جواب اهو هو ته ڏسنداسين، سوچينداسين!

پوءِ مرزا شاهرخ پنهنجو خاص ايلچي موڪليو. ڪڇهريءَ ۾ سمورن همراهن کي سانوڻ مرزا شاهرخ جو نياپو پڙهي ٻڌايو: ”اسين پنهنجي حمايت جو هٿ اوهان ڏانهن وڌائڻ وقت اهو ٻـ چاڻون ٿا ته سنڌين کي اسان کان شڪايتون آهن. اسان مان گهڻن برابر سنڌين سان ڏاڍايون ڪيون آهن. پر اهو تڏهن جڏهن اسان کي سنڌ جي گهڻي سڃاڻپ ڪانه هئي. هاڻ اسين اوهان کي سڃاڻون ٿا: اوهين اسان کي سڃاڻو ٿا. ماضيءَ کي دفن ڪرڻ ۾ ٻنهي ڌرين جو فائدو آهي. اسين هاڻ قنڌار واپس موٽي ڪين ويندا سون اسان جو مرڻ جيئڻ سنڌ سان آهي. اسان جو نئون نسل هن مٽيءَ مان سرجيو آهي. اسان به سنڌوءَ جو پاڻي پيتو آهي. اسان جي بزرگن جا مڙهه مقام هتي آهن. وڏي ڳالهه ته اسين به مري هن مٽيءَ ۾ پورباسون. مغل ڌاريان آهن، غاصب آهن. اسين اوهان جا پنهنجا آهيون. اسين اوهان سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي، غاصبن سان وڙهڻ لاءِ پنهنجي دوستيءَ جو هٿ ڊگهيرڻ جي آڇ ٿا ڪريون. سيوهڻ پرڳڻي جي ترخان حڪومت به مغلن خلاف جنگ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ تيار آهي، بشرطيڪ هنن کي اهو يقين ٿي وڃي ته سنڌي مغلن خلاف جنگ ۾ پوئتي نه هٽندا. اسان کي اوهان جي جواب جو انتظار رهندو.“

ڪا گهڙي ڪڇهريءَ ۾ ماٺ ٿي ويئي. پوءِ هڪ همراهه ٻڌڪيو: ”هي اوچتو ترخانن کي سنڌين لاءِ همدردي ڪيئن جاڳي پئي آهي؟ ٻيو ته، مون کي ته هنن اعتبار ڪونه ٿو اچي، باقي جيڪا صلاح سنگت جي!“

”آهي ته منهنجو به اهو خيال، پر هن وقت جيڪڏهن ٻـن محاذن تي وڙهياسون تـه ٻوري ڪونه پونداسون. سيوهڻ کان سواءِ

هنن جون جاگيرداريون بکر تائين آهن. ڪين رکو جواب ڏيڻ سان پاڻ نقصان ۾ ته ڪين پوندا سين؟" جنهن همراهه هي سوال وچ ۾ اچلائي ڏنو، تنهنجي سڄي عمر ترخانن سان جهيڙيندي گذري هئي.

اڻو اڻ همراهن جو خيال هو تہ ترخانن تي اعتبار ڪرڻ ۾ جو ڪوئي جوکو آهي. همراهن جو پيو اڌ ان خيال جو هو تہ ممڪن آهي تہ ترخانن ۾ واقعي اهو جذبو پيدا ٿيو هجي تہ هنن جون ٽي چار پيڙهيون چايون نپيون سنڌ ۾ آهن، ۽ هاڻ سنڌ سان ٿي سندن آئيندو سلهاڙيل آهي. جيڪڏهن سنڌ ۽ سنڌين سان وير وڌائون تہ ڏکا مهل اهڙي تہ اچي سگهي ٿي جو هنن کي سنڌ جا وڻ ٿي ڇڏڻا پون.

ساٺوڻ چپ چاپ سنگت جون ڳالهيون ٻڌي ٻڌيون. هن جي جاسوسن ۽ خابرن هن تائين اهي سموريون ڳالهيون پهچايون هيون تہ مرزا شاهرخ پاڻ مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ حڪومت جا جواب ڏيئي رهيو هو. مغل دربار ۾ پنهنجي گماشتن جڏهن ڪيس ڪو اميدن پريو جواب نہ موڪليو، تڏهن ڪان هن اهو سوچيو هو تہ سنڌين کي اڳيان ڪري، مغلن جي طاقت جو اندازو ڪري، ان مطابق قدم کڻي. جيڪڏهن مغل زور تي ويا تہ وري بہ پنهنجي گماشتن ۽ خاص طرح پنهنجي محسن ملڪہ نورجهان جي ذريعي شهنشاهه کي راضي ڪري وجهندو. پر جيڪڏهن مغل سنڌين جي اڳيان بيهي نہ سگهيا تہ آخري موقعي تي پنهنجي فوج جي ذريعي، سنڌين جي خاص مرڪزن تي حملو ڪري، ٺٽي ۾ پنهنجي عملداريءَ جو اعلان ڪري ڇڏيندو.

ٻئي طرف هن وقت ترخانن کي ڪٿو جواب ڏيڻ جو مطلب اهو هو تہ هو مغلن تي راتاها ڏيڻ لاءِ، ترخان سرحدون ٽپي ڪونہ سگهندا، ۽ ممڪن هو تہ هنن کي ترخانن سان بہ معرڪا ڪرڻا پون. هن کي اهو احساس هو تہ هن وقت سندن طاقت ايتري ڪانہ هئي جو ٻن ويرين سان مهاڏو اٽڪائي سگهن. هن پنهنجي انهن خيالن جو اظهار ڪيو نہ ڳالهہ سڀ کي وڻي، ۽ رت اها بيٺي تہ ترخانن کي

رکو جواب ڏيڻ بدران، ڪين ريهي ريبي آسري ۾ رکجي. ڪجهه
رد ڪرڻ کان پوءِ هنن ترخانن کي نياپو موڪليو: ”اسين اوهان
سان متفق آهيون. پر اوهان جو وچ ۾ ٿيڻ ڪونه ٿيندو،
ڇو جو مغلن سان سنڌ اوهان سان ڪانه ڦٽائي آهي. ان ڪري
اسان کي ساڻن وڙهڻ ڏيو. البت مغلن کي پنهنجي جاگيرداري جي
سرحدن ٽپڻ جي اجازت نه ڏيو. مغلن جي چُرپُر تي نظر رکو، ۽
اسان کي اطلاع ڏيندا رهو. جڏهن اهڙو وقت آيو، جو پاڻ ۾ گڏجي
هنن کي سنڌ مان ڪڍڻ لاءِ آخري معرڪو ٿيو ته پوءِ اوهان کي
تڪليف ڏينداسون!“

ايلچي جڏهن اهو نياپو پهچائي آيو، تڏهن ٺٽي ۾ اها حالت
هئي جو مغل سمورن ترخان اميرن کي پنهنجي پاسي ڪرڻ ۽ سندن
حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ ويهن ٿي نهن جو زور آزمائي رهيا هئا.
ڪين ريهي ريبي، وڏيڪ جاگيرن جا وعدا وعيد ڪري، ڪن کي
دڙڪو تاب ڪري هيسائي ته ڪن کي وڏيون وڏيون ملازمتون
آڇي، ڪن کي سندن ساقيخانا ۽ نيلام گهر واپس ڪري، ته ڪن کي
ڪنيزن ۽ ساقين جي ذريعي قائل ڪرڻ جا جتن ڪري رهيا هئا.
هي نياپو ملڻ سان مرزا شاهرخ جا ماڻهو چوطرف روانا ٿي ويا. هوڏانهن
جو سندن جاگيردارين جي حدن مان سنڌي هٿياربند رکو رات جي
اونداهين ۾ لنگهي ٿي سگهيا، تن کي هاڻ جنهن بہ مهل سندن مرضي
هجي، ترسڻ يا لنگهڻ جي اجازت ملي ويئي. ڪيترن هنڌن تي مغلن
جيڪڏهن جوابي ڪارروائي ڪرڻ لاءِ جٿا ٿي موڪليا ته جيتوڻيڪ
ترخانن کين منع ڪانه ٿي ڪئي، پر سنڌين کي اڳواٽ خبر پهچي
ٿي ويئي. پر ترخانن اهو سڀڪجهه اهڙي نموني ٿي ڪيو، جو مغلن
کي مٿن اهو شڪ بہ نہ ڪونہ پيو تہ ڪو هو اهو سڀڪجهه سنڌين
سان ڪنهن ڏاهپ هيٺ ڪري رهيا هئا. هنن رکو اهو ٿي سمجهيو
تہ ترخان ڇاڪاڻ تہ سنڌين جي وچ ۾ ٿا رهن، ان ڪري هنن سنڌين
کي مڃرائڻ ٿي گهريو!

شاهرخ ان صورتحال تي ڏاڍو خوش هو، ۽ پنهنجي اميرن

ڪي سنڌس هدايت اها هئي ته سنڌين اسان کي ٿوريءَ تي ٻهشت رکي ڏنو آهي. اسان جي سياست ايتري ڪامياب ٿي آهي جو سنڌي سمجهن ٿا ته اسين سائن ڪڏ آهيون. ٻئي طرف مغل به اسان کي پنهنجو دشمن ڪونه ٿا سمجهن. اسان کي وڙهي، سنڌين لاءِ پنهنجي ماڻهن کي مارائڻ جي ڀلا ڪا حاجت ڪانهي! ويٺا رنگ ڏسو، ۽ پنهنجا هٿيار تيار ڪندا رهو. جڏهن مغل ۽ سنڌي هڪ ٻئي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ وڙهي ڍانڪا ٿيندا، ۽ ٻئي گهايل ڪڪڙن وانگر پنهنجون ڪڙهون مڏيون جڏيون ڪري، ساڻا ٿي پوندا، تڏهن اسان جا شيردل لشڪري مٿن لومڙ واري اها لوهه ڪندا جو تاريخ جا مشاهير مرزا شاهرخ جي عقلمندي ۽ حرفت کي سونن اکرن ۾ لکندا! ❋







ڪاري رات، لوهي ڪڙن ۽ سنگهرن جا آواز، انسانن جي روح ساڻ نڪرندڙ دانهون ۽ چيٽون، پهريدارن ۽ لشڪرين جا ٺهڪ ـــ اهي هئا آواز، جيڪي وريام جي خوابن ۾ گڏجي مسجي ويا هئا. مغلن سنڌ ۾ جيڪي ڪجهہ ڪيو هو، اهو هن پنهنجي اکين ڏٺو هو، هن پنهنجي روح تي اهي ظلم واريا هئا: هر سنڌي، جڏهن گهوڙن جي سنبن ۾ چچرجي مرندو هو، هر سنڌي، جڏهن ٻن هاٿين جي وچ ۾ ٻڌجي چيريو ويندو هو، جڏهن ڪنهن سنڌيءَ جي اکين ۾ تتل سيخون گهمايون وينديون هيون، جڏهن سنڌي نياڻين جي سٿڻن ۾ ٻليون وجهرائيون وينديون هيون، جڏهن سنڌي زائفائن جي عضون کي هڪ هڪ ڪري ڪپيو ويندو هو، تڏهن وريام ۽ هن جهڙا ٻيا سنڌي اهو سڀڪجهہ پنهنجي پاڻ تي ٿيندو محسوس ڪندا هئا. سنڌي مٽن، جنهن رڳو پيار ۽ محبت سکي هئي، سو مٽن نفرت سکڻ لڳو هو. سنڌي روح جو پاڻي مرڻ لڳو هو، ۽ جڏهن روح جو پاڻي مرندو آهي، تڏهن نفرت جا رڻ پٽ انسان جي اندر ۾ ايئن ڦهلجڻ لڳندا آهن، جيئن دريا جي موٽي وڃڻ کانپوءِ واري وسڻ لڳندي آهي. انهن رڻ پٽن ۾ رڳو دشمنيءَ جا ٿوهر ڄمندا آهن، جيڪي ڪنهن وڻ ويڙهيءَ وانگر هر انساني گڻ، هر سچي انساني جذبي کي سڪائي ڌوڙ ڪري ڇڏيندا آهن. هنن مان ٻاجهہ، پيار، نئڙت، نماڻائي ۽ شراڪت جا جذبا مري ويندا آهن. صدين کان پوءِ بہ روح جا اهي بيابان، نفرتن جا اهي رڻ پٽ وري ساوا نہ ٿي سگهندا آهن.

جڏهن هن پاڻ کي لوهي سنگهرن، پيرڪڙن ۽ ڪاٺ جي ٻگهي منهريءَ ۾ ٻڌل، ڪنهن اونداهي تهخاني ۾ ڏٺو هو، تڏهن هن

ڪي هري هري ٿي، سڀ ڳالهيون ياد اچڻ لڳيون، ۽ هن کي پاڻ
کان نفرت ٿيڻ لڳي. هن هڪڙي ترخان امير تي اعتبار ڪري،
سانوڻ جي اعتماد کي ڇيهو رسايو هو، ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته
نوريءَ کي آزاد ڪرائڻ کان پوءِ وري ترخانن يا مغلن جي حرمسرائن
۾ يا بنديخانن جي بيداد نگريءَ ۾ آماڻي ڇڏيو هو. نوريءَ جو خيال
ايندي ئي هن کي پاڻ مان بڇان اچڻ لڳي. ڇا هو ايترو انڌو ٿي ويو
هو جو قيصر بيگ جي اکين ۾ مڪاري ۽ دغا بازي به پڙهي نه سگهيو.
هن جي اکين ۾ نوريءَ لاءِ هوس کي به محسوس نه ڪري سگهيو.
ڇا سوچيندي هوندي نوري به؟ هڪڙو سنڌي هن جو واهرو ٿي آيو،
پر آخر ۾ وري به ويري ثابت ٿيو. هڪڙي ترخان امير جي بنديخاني
مان ڪڍي ٻئي ترخان امير جي حرمسراءِ ۾ پهچائي آيو! شرمساريءَ
جي لڙڪن کان هن جون اکيون پوسرڻ لڳيون. نوري، جنهن ايترو
ظلم سٺو هو، سا وري نت نئين ظلم جو شڪار ٿي رهي هوندي.
اوڏيءَ مهل، پاسي واري بنديخاني مان ڪا انساني دانهن آئي، هن
جي روح کي ڏڪائي ويئي. هيءَ دانهن پڪ ئي پڪ نوريءَ جي
هوندي. شايد هنن نوريءَ کي به ڇيچلائڻ لاءِ هن ٺهخاني ۾ رکيو
آهي. هن کي قيصر بيگ جا لفظ ياد اچڻ لڳا، جيڪي هن انگوريءَ
جي آخري جام پيندي، تتل شيهي وانگر پنهنجي ڪنن ۾ اوتجندا
پڏا هئا، ۽ ويهن ئي ننهن جو زور لڳائڻ جي باوجود ننڊ هن کي
بيهوشيءَ جي ڪُن ۾ ٺهوڙي ويئي هئي.... نوري، شهنشاهه جهانگير
جي حرم ۾ داخل ٿيندي، ۽ قيصر بيگ کي توشيخاني جي عملداري
وري حاصل ٿي ويندي! هن کي وَرَ وَرَ ڪري نوريءَ جو معصوم
مُک ياد اچڻ لڳو. هن کي نوريءَ جي ڪچيءَ تي رتايل گهاءُ به ياد
آيو. اهو ياد ايندي ئي هن جي دل جي رفتار، بنان ارادي، ايتري
تکي ٿي ويئي جو هن سمجهيو ته اجها ٿي سندس ڇاتيءَ جا بند
ٽوڙي ٻاهر نڪري. سنڌ جو سورو حسن آن مُکَ، آن گهاوَ ۾
اوتجي آيو هو، ڄڻ انسان جو ڪو حسين جذبو ضربجي پيو، ڄڻ
فرشتن جهڙو ڪو معصوم احساس ڏڪجي پيو هو. هن کان ٿڌو

شوڪارو نڪري ويو. اُن وقت هن کي پنهنجي بدن جا سمورا گهاوَ ۽ ايذاءَ وسري ويا. نيڻن هن جي ٻانهن ۽ پيرن جي مُرڻن ۾ ڦٽَ ڪري وڌا هئا. ڪاٺ جي مُهريءَ هن جي ڇاتيءَ جا چوڏا لاهي ڇڏيا هئا. اَڄ ڪان هن جا چپ پنهنجي ئي ڏندن کي پڪوڙي آيا پيا هئا ۽ مٿن چلر ڄمي ويا هئا. هن جو سَنڌ سَنڌ سور ڪان ڪرڪي لڳو هو، پر نوريءَ جي ياد ايندي ئي ڇڻ تہ هن جي زخمن تي ڪنهن ڦَهو رکي ڇڏيو.

هن کي اهو منظر ياد آيو، جڏهن هنن جو قافلو ٺٽي مان ڪوچ ڪرڻ تي هو. هن کي نيڻن ۽ سنگهرن سان جهنجهي ڇڏيو هئائون. ڪاٺ جي ٿلهي مُهري کي هن جي ٻغلن ۾ ڏيئي، هن کي ايترو سوگهو ڪيو هئائون جو هن ٿورو بہ ڪنڌ مٿي ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي تہ سندس ڪُلهن جون ٻئي ڦڻيون ۽ پاسراٽيون ڏڪڻ ٿي لڳيون. هڪڙي سنگهر جو هڪڙو ڇيڙو سندس ڳچيءَ سان ٽيندو، هٿني ۾ ٻڌل هو تہ ٻيو ڇيڙو ٻنهي رڪابن ۾ ويڙهيل هو. جيڪڏهن گهوڙي رکو هٽڪاريو ٿي، تڏهن بہ هن کي پنهنجو ڪنڌ مروڙبو ٿي پانيو. قافلو ڪنهن جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾ سيڙبو بيٺو هو. مغل لشڪري هڪ ٻئي سان چرچا گهپا ڪندي، ڪنهن سنڌي ڪنيز جي اچڻ جي ڳالهہ ڪري رهيا هئا ۽ پوءِ مغل لشڪري اوچتو ماٺ ٿي ويا. هن جيئن تيئن ڪري ڪنڌ ڪي ٿورو موڙي، ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. قافلي جو مهندار چئن لشڪرين سان گڏ ٻي آيو، ۽ هن جي پويان ٻن مغل ٻانهين سان گڏ نوري هئي. هن جي اکين ۾ ڇڻ وري هڪ پيرو ڪنوڻ جو تجلو لهي آيو. هن جي دل ائين محسوس ڪيو تہ ڇڻ پوڻهءِ ٻڻ بسم‌الله ٿي ڪئي.

نوري هن جي پرسان لنگهي، ۽ گهوڙيءَ لاءِ ٻت ٻڌجي بيهي رهي. پوءِ هن جي ڪنن هڪ سڏڪو ٻڌو: ”گهوڙا مٺيس! مٿن کي شل قهر پوي.....!“

هوءَ آمالڪ، لوهہ پاڻي هـن تائين پهچي ويئي. گهوڙي جي نسلَ ۾ ٻئي هٿ وجهي، هن وريام جي اکين ۾ نهاريو هو. وريام

ايئن ڀانيو ڄڻ صدين جو پراڻو درد انهن اکين ۾ لهي آيو هو: اهو درد ڪنهن اهڙي گهاوَ جو اولڙو هو، جيڪو فقط هڪڙو مظلوم، بيوس ۽ بيواهو انسان ئي محسوس ڪري سگهيو ٿي. هن جي اکين ۾ لڙڪ ايئن ٿـي جرڪيا، جيئن ڪنهن آرسيءَ تـي پاڻيءَ - ڦوٽا جرڪندا آهــن. انهن اکين ۾ نهاريندي، وريام کـي پهريون ڀيرو محسوس ٿيو ته ان ڪرب ۾ هڪ ذاتي درد بـه هو، جيڪو ذاتي طرح هن لاءِ هو. اهو محسوس ڪندي ئي هن جون پنهنجون پيڙائون، پنهنجا ايذاءَ، پنهنجا درد هن کي بنهه وسري ويا. دل ئـي دل ۾ هن دعا گهري: "ياالله، انهن اکين کي ڪو ڏک نـه ڏجانءِ. هن جي حصي جا سمورا ڏک سور منهنجي ٻلي ڪري ڇڏ!"

"سڀئي ناس ٿين، هي اوهان سان ايڏو قهر ڇو ڪيو آهي؟ ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهــي اسان سندن....!" نوريءَ جي سڏڪن ۾ اهڙي بيوسي هئي، جو وريام جي دل چيو ته هو پنهنجا نيڻ ڏوڙي، ڪيس ڳراٽي پائي، دلداري ڏي.

"اسين سنڌي جو آهيون...." وريام کـي بـه ڄڻ ساڳي بيوسيءَ جو جواز ڳولهڻو پيو.

"سنڌي هجڻ ڪهڙي مذهب ۾ گناهه آهي؟ نه نه.... هي مون ندوري نانگيءَ جي ڪارڻ ٿيو آهي.... منهنجو نصيب ته ازل کان ڦٽل آهي: منهنجي مٽي امڙ بـه مون ڪارڻ ويرين جي ٻڙڇين جو ٻڪُ ٿـي وئي.... ۽ هاڻ، منهنجي ڪري اوهان....!" نوريءَ اوچنگار ڏيندي، پنهنجو منهن گهوڙي جي ٻُشڪن ۾ لڪائي ڇڏيو. هن جو سمورو بدن سڏڪن جي ڪري پئي لرزيو. وريام جــي دل ۾ وڍَ پوڻ لڳا. هن جي سموري بدن ۾ اهڙو سور سٽون ڏيڻ لڳو جنهن ۾ هن جي روح جو ايذاءُ شامل ٿي ويو.

پوءِ هن چيو: "منهنجي هڪڙي ڳالهه مڃينديئن؟"

نوريءَ پنهنجو منهن مٿي ڪيو، وريام جي اکين ۾ ايئن نهاريو، جيئن ڪوچيئوان ٻار، پنهنجي ڪنهن سگهاري مائٽ جو چهرو ٻڌڻ لاءِ آتو هوندو آهي. هن جي اکين ۾ اڃا بـه لڙڪ هئا. هن جي ڳلن تان

ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا، وريام ۾ هاڻ انهن اکين ۾ لڙڪ ڏسڻ جي سهپ نه هئي.

”آءٌ نه اوهان جي ڳولي آهيان....!“ نوريءَ جي اکين ۾ اهي لفظ چوندي مهل هڪ اهڙو احساس ظاهر ٿيو، جنهن جو هو ڇيد ڪري نه سگهيو.

”ڀلائي ڪري، ڀاڻ کي اينئن بيوس سمجهي، رڳو ڳوڙها ڳاڙڻ بدران، هاڻ ڪو حوصلو ٻه ڌار! منهنجي هن حالت کي وساري ڇڏ! اڳيان جيڪي اچڻو آهي، ان کي منهن ڏيڻ لاءِ همت ۽ بهادري جي ضرورت آهي. ظلم جڏهن سهپ جي سرحد اورانگهيندو آهي، تڏهن سمجهه ته ظالم جا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن. مظلن ٻــه سنڌين جي سهپ جي سرحد اورانگهي آهي، ۽ سنڌين هاڻ، پير جهلي هنن سان مقابلو ڪرڻ جو حوصلو حاصل ڪري ورتو آهــي. اسان وٽ هاڻ رڳو پنهنجو ساهه آهي يا مي نيڻر ۽ سنگهرون! جيڪڏهن رڳو رليءَ ۾ منهن وجهي ويٺا روئندا سون ته پوءِ هي نيڻر ۽ سنگهرون پاڻ وٽڪ ويڙهجندين ويندين. پر جي سٽ ڏيئي، انهن کان آجو ٿيڻ جي همت ڪئيسون تــه اهي ساڳيون سنگهرون ظالم جي ڪنڌ ۾ هونديون. آءٌ يا مون جهڙا سوين سنڌي ان راهه ۾ صدقو ٿياسون ته سنڌ تان گهورياسون! سو منهنجي لاءِ پاڻ نه ڏکوءِ؛ پاڻ ٿــي ٿيندڙ ظلم سان جهيڙڻ لاءِ سوچ! جي تــي سگهئي ته مغلن تي اهو ثابت ڪجاءِ ته سنڌ جون ڇايون ٻه مان مرياد! لاءِ سر سهسائي سگهن ٿيون....!“

نوري هن شهزور جوان جون ڳالهيون ٻڌندي، هن جي اکين ۾ پرندڙ ميچ ۾ ڪجهه ڳولڻ جي ڪوشش ڪندي رهي. هن اينئن سمجهيو ڇڄ ته اهي اکر وريام جي واتان نه، پر هن جي پنهنجي اندر مان پئي آيا، ڇڄ جيڪي هن سوچيو پئي، تنهن کي اظهار جو روپ ملي ويو هو. هن جي دل اهو ٻه چيو ته انهن لفظن کي چوڻ وارن گهايل گهايل ڇپن تي هو پنهنجا هٿڙا گهمائي، کين يقين ڏياري ته اهي هن جي دل ۾ لهي ويا آهن. هن ٻنان کنهن ارادي، پنهنجا

هٿ وڌائي، وريام جي سنگهرن ۾ جڪڙيل هٿ کي جهلي ورتو، ۽ پنهنجو منهن هن ڏانهن ڪندي، ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان مهل پنهنجي ڪنهن لوهه ڏيئي، ڪيس ڇڪي ورتو، ۽ کيس ايئن ڇڪيندي، ٻگيءَ ڏانهن وٺي ويون.

زندان جي پرڙهن ۾ وري ڪنهن جي درد ڀري دانهن آئي، وريام کي حال ۾ موٽائي آندو. هاڻ هن جا ڪَنَ انهن دانهن ۽ ڪوڪن ٻڌڻ تي هري ويا هئا، پر ڪا ڪا دانهن اهڙي ايندي هئي جو هن جو روح به ڪنبي ويندو هو. هو پنهنجي حواسن جي مدد سان فقط اهو اندازو لڳائي سگهيو هو تہ هن تهخاني ۾ ڪيترائي بنديخانا هئا. ڪن ۾ هن وانگر نيئرن ۽ سنگهرن ۾ جڪڙيل اسير هئا، جن کي ڪڏهن بہ ڪوليو ڪونہ ويندو هو. ڪن ۾ وري اهڙا قيدي هئا، جن کي سندن بندن کان آزاد ڪري ٻاهر وٺي ايندا هئا، ۽ جڏهن واپس ايندا هئا تہ اڪثر لاش ۽ مڙهہ هوندا هئا. ڪن تهخانن ۾ وري عقوبت خانا ۽ اذيتگاهون هيون، جتي هر قسم جا ايذاءَ ڏيڻ جا انتظام هئا. انهن مان رکي رکي اهڙيون تہ دل ڏاريندڙ رڙيون ۽ دانهون هن جي ڪنن تي پهچنديون هيون، جو هن کي ايئن محسوس ٿيندو هو ڄڻ تہ انسانن کي گهاڻي ۾ پيڙهيو ٿي ويو، ۽ سندن عضون کي هڪ هڪ ڪري ڪپيو پئي ويو! مغلن جي عقوبت گاهن جون هن ڪنئين ڳالهيون ٻڌيون هيون، پر هت پهچي، هن اهو ڀانيو تہ اهي ٻڌل ڳالهيون تہ ساڀيان جي مقابلي ۾ بنهہ تڇ هيون. سچ انهن کان وڌيڪ هيبتناڪ هو!

هن کي اها خبر ڪانہ هئي تہ آخر هن کي هت ڇو ۽ ڇا لاءِ رکيو ويو هو. هن کي رڳو اها خبر هئي تہ هن تي قيصر بيگ جي نينگرن ۽ نوريءَ کي ڪٽڻ جو الزام هو. پر پوءِ هن کي لاهور موڪلڻ جو ڪهڙو مقصد ٿي ٿي سگهيو. هن جي ان ڏوهہ جي سزا تہ مغل عامل، رستم بيگ بہ هن کي ڏيئي ٿي سگهيو. ڪنهن سنڌيءَ کي ڦاهي چاڙهڻ، هاٿيءَ جي پيرن ۾ لتاڙائڻ يا کيس گهاڻي ۾ پيڙائڻ رستم بيگ لاءِ عام رواجي روزاني معمول جي ڳالهہ هئي. پوءِ هن

ٻيري هنن ڪيس شهنشاهه هند اڳيان پيش ڪرڻ جو ڇو سوچيو آهي؟ ان ۾ مغل ڪهڙي سياست ڪيڏي رهيا هئا؟ هن اهو ته سمجهيو هو ته هنن ڪيس ساڻوڻ سمجهيو هو، جنهن کي هو سنڌ ۾ بغاوتن جي منڍ مهاڙ سمجهندا هئا. پر جيڪڏهن هنن چوائيءَ هو ساڻوڻ کي گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ته پوءِ ساڻوڻ کي جيئرو شهنشاهه اڳيان پيش ڪرڻ ۾ ڪهڙي سياست هئي؟ ڇا مغل ترخانن جي سياست ۽ سازشن کان ايترو ڊڄي ويا هئا جو هنن سنڌين کي ساڻوڻ جي ذريعي ترخانن خلاف آثارڻ جو ٻئي سوچيو؟ ته ڇا رستم بيگ جي عملداريءَ جا ڏينهن اڇي پورا ٿيا هئا، ۽ ترخان امير لاهور جي دربار ۾ هن خلاف ڪو خلم ٻارڻ ۾ گوءِ ڪٺي ويا هئا؟

۽ سنڌ جو ڇا ٿيندو؟ سنڌ ۾ هيل جا آئل آئي هئي، سا ٻيهميشه جيان پاڻيءَ جو ڦوٽو ثابت ٿيندي؟ سنڌين جي سورين اٿلن کان هي اٿل وڌيڪ منظم، وڌيڪ وسيع ۽ وڌيڪ پائدار ٿي پائين، جو اها هيٺين سطح کان آئي هئي. شاگردن، ڪمين ڪاسبين ۽ پورهيتن مغلن کي للڪاريو هو، ۽ اهي ئي سڀ کان اڳ ۾ هئا. منظم ويڙهاند وڙهڻ وارا جتا ۽ ٽوليون — ساڻوڻ، جيوڻ جوکئي، نوري سمي، علڻ پليجي، خيرو شوري، شيرل مهائي — وارا همراهه به هن آئل تي حيران هئا، ۽ ساڻوڻ جي صلاح سان سڄي سنڌ ۾ ڪا هڪ - هڪائي ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪري رهيا هئا. هيلوڪي اٿل نلهي شورش ڪانه هئي آزاديءَ جي جنگ هئي. سنڌ جي آزاديءَ جي جنگ جا سانباها هئا، ۽ هُو، هت مغلن جي بنديخاني ۾ پنهنجي عقل جي انڌائيءَ جي ڪري سنگهرن ۾ سلهاڙيل هو! شرمساريءَ جي احساس کان هن جي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا: ”منهنجي جيجل جو ماڻ مٽاهون ڪرڻ جو وقت آيو، ۽ آءٌ پنهنجي عقلمنديءَ جي عيوض هت ايئن اجايو سور چرندو مري ويندس!“ هن ڏاڍيان ڇتي ڏنو.

هن کي وري نوري ياد آئي: ۽ هو پنهنجي جذبن جو ڇيد ڪرڻ لڳو. هن جڏهن ٿي سوچيو، تڏهن سندس ڪاوڙ وڌندي ٿي ويئي، پنهنجي ڪمزوريءَ تي، پنهنجي بي عقليءَ تي، پنهنجي جذباتيت تي!

جيڪڏهن هن کي نوري نظر نه اچي ها ته ڇا جيڪا سياست هن جي هن حالت جي ذميدار هئي، سا هن کي ڀنيلائي سگهي ها! سنڌ جون الائي ڪيتريون نوريون ترخانن ۽ مغلن جي هوس ۽ ظلم جو شڪار ٿي ويون، ۽ سندن نالو نشان به باقي نه رهيو. پوءِ هن ڇو اهوجو ڪم ڪيو؟ ان ۾ هن جا پنهنجا ذاتي احساس ۽ شخصي جذبا ته ذميدار ڪونه هئا؟ هن جي دل هزار ان کان انڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي رهي، پر سندس ذهن جي هڪڙي ڪُنڊ ۾ ميار منهن ڪڍي هن کي چيڙائيندي رهي. ڇا نوري سنڌ کان متاهين هئي، جو منهنجي ذهن مون کي ڀنيلائي ڇڏيو.... ۽ پوءِ هن کي وري نوريءَ جي اها صورت ياد اچي ويئي، جيڪا هن مرزا شاهرخ جي حويليءَ ۾ ڏٺي هئي! ڪائنات جو سمورو حسن، ۽ ان حسن جي پس منظر ۾ هن جي ڳچيءَ جو رتايل ڳاڙهو ڳاڙهو زخم هن جي اکين اڳيان نچڻ لڳو. ۽ عين ان وقت سنڌ جو تصور هن جي روح مان نروار ٿيو. ڪائنات جو سمورو حسن به سنڌ اڳيان تڇ هو، ڪجهه ڪين هو. سنڌ ڇا نوريءَ کان گهٽ گهايل هئي؟ ڇا سنڌ نوريءَ کان گهٽ مظلوم هئي؟ ڇا سنڌ نوريءَ کان گهٽ باندي هئي؟ پوءِ هن جي جذبن هن کي ڇو ڀنيلايو؟ لڙڪ هن جي اکين کي پوسرائيندا رهيا، ۽ هو سڏڪا ڀري روئڻ لڳو! هن جي روح جو ايذاءُ هن جي لڱن جي ايذاءَ تي ڇانئجي ويو، ۽ هن وڏي سڏ چيو: ”نه نه، ايئن ڪونهي. سنڌ تان هزارين نوريون قربان؛ سنڌ تان سوين وزيام صدقي! الله سائين، مون کي هيئن نه مارجانءِ جو آءُ سنڌ جا وڻ به ڏسي نه سگهان! مون کي سنڌ جي مٽي ۾ مرهجانءِ، ته جئن پنهنجي جيجل جي جهول ۾ سڪرات سولي ٿئي!“ ❋

ڏاريون آسمان ۾ ڏارين جيان اوپرو لڳندو آهي: بلڪل ايئن جيئن ماڻهو ته سڀ ماڻهن جهڙا برابر آهن پر سنڌي ماڻهو هر ٻئي ماڻهوءَ کان نرالو آهي. هن جي جوڙجڪ ۾ الائجي الله سائينءَ ڪهڙي جوڙ رکي آهي جو سنڌي پري کان پڌرو! اها رکو مهاندن جي ڳالهه ڪانهي. اها رکو هن جي ٻوليءَ جي ڳالهه به ڪانهي. پر سنڌيءَ جي من جي اوجر چڻ هن جي منهن ۾ ٻهڪڻ لڳندي آهي: جيئن ڪنهن ابهم ۾ معصوميت جرڪڻ لڳندي آهي. نوريءَ کي وربام جو منهن ياد اچي ويو: ايذائن جي اولڙي ۾، هن ايئن سمجهيو هو تـه ان مُـک ۾ اهو سڀڪجهه هو، جيڪو هن هميشه پنهنجي تصور ۾ اڳڪٽيو هو: معصوميت، سونهن، دليري ۽ صافدلي! هن وري آسمان ڏانهن نهاريو: ڏاکڻي ڪنڊ ۾ تارن جـو هڪ جهڳٽو ڪڏهن جهڪو ٿي ٿي ويو ته ڪڏهن وڌيڪ روشن ٿـي جرڪڻ ٿي لڳو. ڪا گهڙي هوءَ وشال آڪاس ۾ ڪجهه ڳوليندي رهي، ۽ پوءِ هن چيو: ”هو ڏس: او هو، هن تاري هيٺ منهنجو وطن آهـي، منهنجا مارو آهن!“

”سائڻ، اهو تون ڪيئن ٿـي چئين تـه انهيءَ تاري هيٺ تنهنجو وطن هوندو؟“ قيصر بيگ جـي ڪنيز هن کي عجب جـي نظرن سان ڏٺو. قيصر بيگ جون ٻه ٻانهيون هن سان گڏجي آيون هيون. پهرين ته هوءَ به هنن جهڙي ڪنيز هئي، ۽ ٻن ڪنيزن هن سان بنهه پنهنجائپ وارو سلوڪ ڪيو هو، ۽ هڪ ٻئي جـي ڏکن سورن ۾ ڀائيوار ٿيون هيون. پر جڏهن کان هنن کي ٻڌايو ويو هو ته نوريءَ کي شهنشاهه جي حرم ۾ سوڪڙيءَ طور موڪليو پيو وڃي، ۽ ٻه ڇيون هن سان گڏجي وينديون، ۽ هن جي ڪنيزن طور ڪم

ڪنديون، تڏهن ڪان هُنن نوريءَ سان ٻنهه مختلف سلوڪ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ڪيس "سائڻ" جو لقب ڏيئي ٿي سڏيائون. ڪن سنڌي نه ڄاڻندڙ ڪنيزن ته هن کي "جانم" به سڏڻ شروع ڪيو هو. هوئنن جو پنهنجي دردن جا داستان کولي بيان ڪرڻ ويهي رهيون هيون، هاڻ هن سان ڳالهائڻ جون به رواداري ڪونه هيون. هن کي پاڻ سمجهه ۾ نٿي آيو ته اهو ويچو ڪيئن ۽ ڇو پيدا ٿي پيو هو، ۽ هن اکين ۾ ڳوڙها آڻي ڪانئن پڇيو هو:

"اديون، مون کي گهٽ ۾ گهٽ ٻڌايو ته سهي ته مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي، جو اوهان مون سان اهو ورتاءُ شروع ڪري ڏنو آهي؟"

پهرين ته ڪنهن به جواب ڪونه ڏنو، پوءِ هڪڙيءَ چيو:

"اسان ڪنيزن ڪان ڪا خطا ٿي هجي ته اسان کي معاف ڪجو! سائڻ!"

"وري به اها "سائڻ!" اوهان ته مون کي پٽيو آڇيو هو. پيئر ايئن ڪنديون آهن؟" نوريءَ ڪان سڏڪو نڪري ويو.

ٻنهي ڪنيزن کي الائي ڇا ٿي ويو. هڪ ئي وقت ٻنهي چٽين ڪٽي ڪيس ياڪر ۾ پريو، ۽ پاڻ به سڏڪندي چيائون: "مٺي، تون ساڳي موروڪ جي مورڪ آهين! هاڻ تون شهنشاهه هند جي حرم لاءِ سوغات آهين، ۽ تون اسان جي سائڻ بڻجي وئي آهين. توکي ياد آهي ته اسان توکي چيو هو ته جيڪڏهن توکي شهنشاهه لاءِ سوکڙيءَ طور موڪليائون ته پوءِ تون رستم بيگ جهڙي بگهڙ جي چنبي ڪان بچي وينديئن. توکي خبر ڪانهي ته الله سائين توتي ڪيڏو نه وڏو احسان ڪيو آهي!"

"مون نصيب ڦٽيءَ جي لاءِ ته ڪو فرق ڪونهي. رستم بيگ جي ٻانهي ٿي گذاريان يا قيصر بيگ جي ٻاوري جنهن کي اوهين شهنشاهه ٿيون چئو. آءٌ پنهنجي مارن ڪان ڀري، مارئيءَ وانگر ڪوٽ ۾ قابو هونديس. ڪوٽ ڪهڙو به هجي، آءٌ ته اهاڻي ٻانڌي ٿي رهنديس!" نوريءَ سڏڪندي چيو.

"نه چري نه، تون اهوتڏهن ٿي سمجهين جڏهن تو رستم بيگ

جي حرم کي ۽ سندس ڪنيزن کي ڪونه ڏٺو آهي. اسان ڏٺو آهي، سو اسين سمجهي سگهون ٿيون ته خدا توتي ڪيڏو مهربان آهي!"
هڪڙي ڪنيز هن کي پاڻ کان جدا ڪندي چيو،

۽ پوءِ هن سٽ ڏيئي پنهنجو ڪفتان پنهنجي ڪلهن وٽان ڪيرائي ڇڏيو، ۽ هن ڏانهن پٺ ڏيئي بيهي رهي. نوريءَ جيڪي ڏٺو، تنهن هن کان پنهنجو حال ۽ ماضي گهڙيءَ لاءِ وساري ڇڏيو. ڪنيز جي گوڏن کان چيلهه تائين، ۽ خاص ڪري سندس چڏن ۽ ڏڏن تي ايترا ته ڪارا نيل هئا جو ڪنهن هن کي تتل سيخن سان وٺي ڏنا هئا. انهن سان کي نيل اهڙا هئا جيڪي ڪٽان ڪٽان رتايل هئا. اهي اهڙا هند هئا جتي ڇهڙي ڦاٽي پوڻ تي ڪڙيون ٻڌجي ويون هيون ۽ وقت گذرڻ سان سڪي آنڙي ويون هيون. نوريءَ کي پنهنجي اکين تي اعتبار ئي ڪونه ٿي آيو: ڇا هڪڙو انسان ٻئي انسان تي، ۽ سو به ضعيف زال ذات تي اهڙو ظلم ڪري ٿي سگهيو. هن آهلڪ ڪٽي ڪنيز کي ڀاڪر ۾ پريو، ۽ سندس وارن ۾ منهن لڪائي اوڇنگارون ڏيڻ لڳي.

"۽ جڏهن حضور مرزا صاحب پنهنجي چابڪ سان اسان کي نوازيندا هئا، تڏهن هُنَن جي اها خواهش هوندي هئي ته.... ته اسين سور ۽ پيڙا کان رڙيون ڪرڻ بدران لذت ۽ فرحت جا شوڪارا ڀريون!" هن اهي لفظ اهڙي طرح چيا، جنهن ۾ ڪو به احساس ڪونه هو. نوريءَ کي ائين لڳو اهو محسوس ٿيو ته هن جو زخمي جسم ڪن اندرين زلزلن جي ڪري سڄو ڏڪي رهيو هو. هوءَ ڪجهه وقت هن کي ڀاڪر ۾ ڀرائيون پائيندي رهي. هن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته هن جي جسم جي انهن زلزلن کي ڪيئن ماٺو ڪري، ۽ هن جي بي آواز مظلوميت جي روح کي ڪيئن چُپ ڪرائي.

"بس ڪر منهنجي ڀيڻ، بس ڪر! مون کي بخش ڪر جو مون توکي اهو ڪجهه ياد ڏياريو آهي، جنهن منهنجي روح کي رنجايو آهي ته توسان ته الائي ڪهڙي قيامت هوندي!"

"نوري، منهنجي ڀيڻ، هاڻ سور سهسائي سهسائي اسان جا

جذبا بہ مئڏا ٿي ويا آهن: پنهنجي وطن کان ڏور، پنهنجن ميٺن عزيزن قريبن کان پريءَ اسين فقط اندر ئي اندر ٿهڪون ۽ ڪڙهون ٿيون. تون تہ پنهنجي وطن ۾ پنهنجن کان ايترو ويجهو هوندي بہ ايڏي ڏور آهين، ۽ تنهنجا گهاوَ بہ اجا تازا تازا ۽ نوان نڪورا آهن، سو تنهنجي لاءِ اسان جو بہ هڏ ئو ڪُرڪي....!" ڪنيز سندس اکين ۾ نهاريندي پاپوهہ سان چيو. ان پاپوهہ ۾ وري پنهنجائپ سوئي آئي هئي.

ٻي ڪنيز بہ هن جي ڪاڏي مٿي ڪري، سندس منهن ۾ نهاريندي چيو: "خدا شل ڪنهن بہ عورت کي حسن نہ ڏي: جنهن دنيا ۾ اسين ساهہ پيون کڻون، آئي سونهن عذابن جو سبب بڻجي ٿي وڃي. رستم بيگ جي ڪوڙڪي مان نڪري، تنهنجا پرَ ڪتري، تو کي شهنشاهہ جي حرم جي پڃري ۾ قيد ڪرڻ لاءِ ٿا موڪلين. ٻي ڪا چتر ۽ چالاڪ زال هجي ها تہ هوند خوشيءَ ۾ ڪانہ ماپي ها ۽ راڄ راڻي ٿيڻ جا سپنا ڏسڻ لڳي ها. پر تون.... تون تہ آئي بہ روئي روئي پنهنجو جسيءَ جهوري وجهنديئن. تون پنهنجي نصيب آڏو مجبور آهين: اسين پنهنجي نصيب آڏو مجبور آهيون. پر اسان وٽ اهڙيون بہ آهن جن پنهنجو نصيب پاڻ خلقيو آهي. اسان جي سنگلاخ وادين ۾ اڄ بہ اهڙيون عورتون آهن جيڪي پنهنجي زبان جي بدران خنجر جي نوڪ سان ڳالهائينديون آهن، جيڪي اڙٻنگ گهوڙن تي اگهاڙي پٺيءَ تي لانگ ورائي ظالمن سان دوبدو مقابلا ڪنديون آهن، ۽ جڏهن جياپي جي جنگ هارائڻ لڳنديون آهن، تڏهن ظالمن جي هٿ چڙهڻ بدران خنجر جي نوڪ پنهنجي ڇاتيءَ ۾ ٿنبي ڏينديون آهن.... هاڻ فيصلو تو کي ڪرڻو آهي تہ تون پنهنجو نصيب پاڻ خلقيندينءَ يا پاڻ کي، اسان وانگر، ڏلهو مردارن وانگر جيئرو رهي، پاڻ کي نصيب جي حوالي ڪري ڇڏيندينءَ!"

نوري يادگيرين جي انهيءَ ڌنڌ مان موٽي آئي، ۽ شڪايتي انداز ۾ چيائين: "تو وري مون کي سانئڻ سڏيو؟"

ٻانهي گهڙيءَ لاءِ ساڪت ٿي وئي. پوءِ هيڏي هوڏي ڏسي

چيائين: ”مون توکي اڳ ۾ سمجهايو آهي. هيءَ مغل محل آهي، جتي يتيمن کي به ڪن نٿيندا آهن. هت پاڻ تي به اعتبار ڪرڻ جو ڪانئو آهي. ان ڪري تنهنجي ـــ ۽ اسان جي بــــ سلامتي انهيءَ ۾ آهي ته اسين ٻاهرئين ٻني طور اهوئي ڏيکاءُ ڏيون ته تون اسان جي سائڻ آهين، ۽ اسين تنهنجون ڪنيزون!“

۽ پوءِ هن کي ٻانهن کان وٺي آٿي پلنگ تي وهاريائين. ”هان ٻڌاءِ ته تو اهو ڪيئن سمجهيو تـــ انهيءَ تاري هيٺ تنهنجو وطن هوندو....؟“ هن نوري کي ڇيڙيندي چيو.

”بس، ايئن ئي چيم. هيڏي ساري ڪاري ڊارئين آسمان ۾ انهيءَ تاري ۾ ئـي جـوت هئي. ايئن ڀانيم تـــ ان تاري جي جوت منهنجي ڌرتـيءَ، منهنجي ديس سنڌ جـي جوت جو اولڙو هجي تـــ شڪ ناهي. نه ته هيترا سارا تارا ايئن ايترا اونداها ڪيئن هجن ها!“

ٻانهي حيرت مان هن کي ڏسندي رهي. هن جو سنڌين سان گهٽ واسطو پيو هو، پر جڏهن به هو ڪنهن سنڌيءَ سان ملي هئي، تڏهن هن اهو محسوس ڪيو هو ته اڇن اوجرن ماڻهن سان ملي هئي، ۽ لاشڪ اها اوجر ۽ شفاف روشني ماڻهن ۾ سندن ڌرتيءَ کان ڪين ملي هئي. نوريءَ جي اڇڻ کان پوءِ ته هن کي هيڪاري يقين ٿي ويو هو ته سنڌ جي ڌرتيءَ کـي خدا ڪا اهڙي خصوصيت عطا ڪئي هئي جو ان جا ماڻهو مـَنَ جا ايڏا اڇا آجرا هئا، ۽ شڪلين ۾ به هن اڇا ٿائين ڪو ماڻهو ڪوجهو ڪونه ڏٺــو هو. جيڪڏهن ڪنهن جو رنگ ڪارسرو هو تڏهن به سندس منهن ۾ ڪا اهڙي مٺيا هئي جو هن جو آجرو مـَنُ پيو جرڪندو هو!

”ڀلا، اهو تـــ ٻڌاءِ تـــ تنهنجو هـو سنڌي ڳڀرو.... ڇا نالو ٻڌايو هيئي، ها، وريام، اهو ڀلا ڪهڙي تاري هيٺ هوندو؟“ هـن وري به کيس ڇيڙيندي چيو.

ڪهڙيءَ لاءِ نوريءَ جي اکين ۾ هڪ اهڙو رنگ آيو، جنهن ۾ حيا، حجاب سان گڏ هڪ عجيب خوشيءَ جـو ڪو لياڪو هو. پر ٻيءَ گهڙي هن جي اکين ۾ اٿاهه ڏک لهي آيو. هوءَ چڻ سڄي

ڪومائجي ويئي، ۽ ٿـڌو ٺوڪارو ڀـريندي چيائين: ”الائي ڪٿي هوندو؟ الائجي هن سان ڇا ڪيو هوندائون؟ تو تہ ڏٺو هو تہ هن کي ڪيئن ڪٺي سنگهرن ۾ سوگهو ڪيو هئائون.....! الله سائين، رکجو هڪڙو ڀيرو هن کي ڏسان، پوءِ ڀساهہ پورا ٿين تہ هن تان گهوريس!“

ٻانهيءَ وري ڪٺي ياڪر وڌس، ۽ نوري هن جي ڇاتيءَ ۾ منهن وجهي ڪيترو وقت ڏسڪندي رهي.

اوچتو ٻاهر ٺڪڙن ٺڪڙن قدمن جو آواز ٻڌي ٻئي ڇرڪجي اٿي ويهي رهيون. ٻـہ ديو قامت خواجہ سرا دروازو کولي، هڪڙو هڪڙي پاسي، ٻيو ٻئي پاسي ٿي بيهي رهيو. سندن هٿ ڪمربندن ۾ آبنوسي خنجرن جي مٺين تي هئا، ۽ پوءِ واچوڙي وانگر، ملڪہء هند نورجهان بيگم جي خاص ٻانهي، اندر هلي آئي.

”ملڪہء عالم، ملڪہء هند جن سنڌي ڪنيز کي عزت بخشڻ لاءِ تشريف فرمائي رهيون آهن!“

نوريءَ جي ڪنيز تہ هڪدم فرش تـي سجدي ۾ وڃائجي ويئي. نوريءَ کي سمجهہ ۾ نـہ آيو تہ هوءَ ڇا ڪري. حبشين کي ڏسي هن جو ساهہ اگهي ٿي سڪي ويو هو. هـو ڪنهن بت وانگر اٿي ٿي بيٺي رهي. هن زالئفان کي جيڪا پوشاڪ پيل هئي، تنهن جي جرڪي هـن جي اکين کـي ڇـڻ کيرو ڪري ڇڏيو. هن کي نهايت زرق برق پر نهايت شفاف ريشمي ململ جـو ڊگهو پهراڻ پيل هو جنهن مان هن جو هـر انگ صاف نظر پئي آيو: فقط ڇيلهہ ۾ ٻڌل هيرن جواهرن سان جڙيل ڪمربند وارو جسم نظر ڪونہ ٿـي آيو. هوءَ ايترو ٺڪڙو اندر آئي هئي، جو ڇڻ واچوڙا پاڻ سان ڪٺي آئي هئي، ۽ انهيءَ واچوڙي ۾ هـن جـا آرهہ ايئن دمڪي رهيا هئا ڇڻ ڪبوتر اڏامڻ لاءِ پـرٽـوئي رهيا هئا. هوءَ انهيءَ آرهہ، ۽ آرهہ ڪان هيٺ ڏسندي پنهنجـي دل ۾ ٻنوانيون پونديـون محسوس ڪنـدي رهي. هن کي يقين ٿـي ويو تـہ جيڪڏهن هن ڪنهن شئي کـي نـہ جهليو تہ هو آتي ئي ڦڪو ڪري ڪـري پوندي. هـن قيصر بيگ جي خانم کي بہ زرق برق پوشاڪن ۾ ڏٺو هو، پر هيءَ نظارو هن جي

تصور ڪان ٻه ڳهڻو اڳتي هو.

اوچتو ڇهن ڪنيزن جي وچ ۾، هڪڙي قداور مائي، مٿي تي ڇٽ ڦهريو، هوريان هوريان اندر داخل ٿي. ڪنيزن نورجهان بيگم لاءِ هن کي جيڪي ڪجهه ٻڌايو هو، سو هن سامهان اکيان ٻنهه تي برابر هو. ڇٽ جي بلوري هيرن جواهرن هن جي منهن کي اهڙو تيج ۽ تجلو ڏنو، جو ڄڻ ته هن جو منهن مشعل وانگر ٻري پيو. هن جي ڳچي ۾ هيرن جي هارن سان جهنجهي پئي هئي. ريشم جي لباس جي ڇتيءَ تي اهڙن موتين جو ڀرت ڀريل هو جيڪو اکين ۾ گهڙندو ٿي ويو. پر جنهن ڳالهه نوريءَ کي ڇرڪائي وڌو، سي هن جون اکيون هيون. هن ايتريون خوبصورت ۽ سهڻيون اکيون ڪڏهن به نه ڏٺيون هيون. پر انهن ۾ رڳو خوبصورتي ۽ سونهن ڪانه هئي: انهن ۾ هڪ اهڙي چمڪ هئي جا ڪنهن شڪاري ٻليءَ جي اکين ۾ هوندي آهي. ان چمڪ ۾ شڪار جي ٻيوسيءَ تي سوڀ جو رنگ هو. ان ۾ زخمي چيتي واري رتورت جلالي ڪيفيت هئي. هن کي اهي اکيون ڏاڍيون وڻيون، پر ساڳئي وقت انهن اکين کان هن کي بي انتها خوف محسوس ٿيڻ لڳو، ۽ هوءَ هلڪي واءَ ۾ لرزندڙ پن وانگر ٿڙڪڻ لڳي.

ملڪه جي هڪڙي ٻانهيءَ هن کي ڪو اشارو ڪيو، پر هوءَ ان اشاري کي ٻنهه نه سمجهي سگهي. سندس پنهنجي ڪنيز، جيڪا سجدي مان اٿي، هن کي چيو: "مون وانگر جهڪي، ملڪهء هند جي قدمن ۾ وڃائجي وڃ!"

ملڪه نورجهان ڪنيز ڏانهن ڏسندي چيو: "تو هن کي سندس زبان ۾ ڇا چيو؟"

ڪنيز ڪنڌ هيٺ ڪندي فارسيءَ ۾ چيو: "قربان وڃان، مون کيس چيو ته سجده ريز ٿي ملڪهء عالم جي قدمبوسي ڪري!"
هن هٻڪندي چيو.

"مون....!" نورجهان ڪنڌ جي جنبش سان هن کي هٿ جو اشارو ڪري، اڳتي وڌي آئي.

نوريءَ جي ڪاڌيءَ ڪـي پنهنجي آڱر سان مٿي ڪئي، ڪا گهڙي هن جي ڊنل هرڻيءَ جهڙين اکين ۾ نهاريندي رهي. پوءِ نُورو هٽي، هن جي سموري سراپا کي ڏٺو.

”هيءَ واقعي غضب جي حسين نينگري آهي!“ ملڪه ٻڌڪيو.

”اوهان جي ته قدمن جـي خاڪ برابر به ڪانهي!“ ڪنيز ڪنڌ مٿي ڪئي ڪان سواءِ چيو.

”هن کان پڇ تـه هوءَ خوش آهـي شاهي حرم ۾ داخل ٿيڻ تـي!“

ڪنيز نوريءَ کي ساڳـي ڳالهه سنڌيءَ ۾ چئي تـه نوري اچي سڏڪن ۾ پئي. ”باهه لڳي شاهي حرم کي، ٿل زمين مون کي جاءِ ڏي ته آءٌ ان ۾ غرق ٿي وڃان....!“

ڪنيز ترجمو ڪندي چيو: ”چوي ٿي ته ملڪه عالم جي قدمن ۾ جاءِ ملي ته ان کان وڌيڪ ٻـي ڪهڙي خوشبختي ٿـي ٿـي سگهي!“

نورجهان هلڪو ٽهڪ ڏنو. ”تو کي ڪوڙ ڳالهائڻ نٿو اچي. اسين هن جي سڏڪن مان ئي سندس دل جو حال ڄاڻي ويون آهيون. هيءُ حسن ترڪ يا مغل حسن ڪونهي جيڪو آسمان ڏانهن اڏامڻ گهرندو آهي. هيءُ حسن اهڙو حسن آهـي جيڪو پنهنجي مٽيءَ ۾ سانُ گهرندو آهي.... تون اسان سان اچ!“

جهڙيءَ طرح واچوڙي وانگر هو آيون، تئن ئي وري واچوڙي وانگر هو هليون ويون. دروازي کان ٻاهر نڪري، نورجهان پنهنجي هڪڙي آڱر مان هڪڙي منڊي لاهـي ڪنيز کـي ڏيندي چيو: ”هي پاڻ وٽ رک. ماهه بيگم، باقي تـون هن کي سمجهائي ڇڏج. پر سيگهه ڪجو، قبلهٔ عالم تي پروسو ڪونهي ته ڪيڏيءَ مهل کين هيءُ جنت جو ميوو ياد پئجي وڃي....!“

ڪنيز وري سجدي ۾ ڪري پئي. نورجهان جي وڃڻ کانپوءِ ماهه بيگم، ملڪه جي خاص ڪنيز، هن کي گهڻو وقت ڪي ڳالهيون سمجهائيندي رهي. ❋

لاهور جي رات اونده کان بہ وڌيڪ ڀنيلائيندڙ هئي: هيٺ ڌنڌ هو، ان کان ٿورو مٿي، مٿيءَ جو هڪ اڌوگابرو شامي ڪڪر ٿي نظر آيو، ۽ ان کان بہ مٿي تارن تائين رات جي اصل اونده ڦهليل هئي، جنهن مان تارا نظر تہ آيا ٿي، پر ايئن ٿي ڀانيو تہ سندن روشني ڪنهن ڪوڙڪي ۾ گرفتار هئي، ۽ رڪي رڪي ٿي منهن ڪڍيائين. جيستائين نظر ٿي ويئي، تيستائين اونده. جا مختلف چانورا ٿي نظر آيا، چڻ اونده ڪي بہ پنهنجو ڪو جسم هو جو آسمان ۾ مٿي ۽ منهن پر ابتو ڌنگيل هو. شايد رات ۽ اونده جي ڪردار جو اهو اولڙو لاهوري ماڻهن جي پنهنجي ڪردار ۾ بہ هو: ٻاهر هڪڙو اندر ٻيو؛ پنهنجن سان هڪڙو ڌارين سان ٻيو؛ پنهنجي ٿي اندر واري سان هڪڙو، پر ٻاهريون ٻيو ٻيو!

”يار، ههڙي رات تہ نہ ڏٺيسون، نہ ٻڌيسون!“ ڏاترڏني پنهنجي منهن ڀڻڪندي چيو.

”ڏاترڏنا، ظلم جون راتيون اهڙيون بدصورتون نہ هونديون تہ ٻيو ڪهڙيون هونديون!“ جانوءَ سندس سُر وٺايو.

”ادل، شُڪر ڪر جو هي ڌنڌ آهي، نہ تہ هيستائين ٻن چئن چونڪين سان تہ سامرو ڪرڻو پوي ها!“ دوسوءَ پنهنجا هٿيار سنڀاليندي چيو.

”سو تہ ڏسي وٺون ها، پر هاڻ هن اجگر جهڙي ڪوٽ جو دروازو ڪيئن کلندو؟“ جيوڻ چڻ پنهنجي پاڻ کان سوال پڇيو.

”دروازو کلڻ تہ ڏاڍو ڏکيو آهي. پر ڪوٽ جي پرئين پر، لشڪرين جو هڪڙو مورچو ٺهيل آهي. هيٺ دريا ۾ ٻيڙيون بيٺل آهن. لاشڪ مغلن پنهنجي ڪن خاص مقصدن لاءِ اهو مورچو ٺاهيو

آهي ته جيئن ڪنهن کي پڇاڻ ۾ سولائي ٿئي. يا شايد ڏاهيوئي اسان لاءِ اٿن. سو اڇو مون سان: آءٌ سچو واءُ سواءُ وٺي وڃو آهيان!“
جڪري پنهنجون ڪانيون ۽ سرائيون گيدي ۾ رکندي چيو.

ڪوٽ ڪافي وڏو هو. جڏهن ڦري آيا، تڏهن ڏٺائون ته مورچي جا ٻه برج ايئن ٿي ڀانيا ڄڻ ڪي ماڻهو ٻانهون مٿي ڪريو بيٺا آهن. جڪري ڇيلهه مان رسو ڪولي، سرڪساهي ڦاهي اڇل ڏني. سرڪساهي هڪڙي ڪنگري ۾ سوگهي ٿي ويئي. هن پنهنجي همراهن کي ترسڻ جو اشارو ڏيئي، فصيل تي ٻانبڙا پائي ايئن چڙهي ويو، ڄڻ ته اهاهن جي روزاني ڪرت هئي. ڪوٽ جو ڪنگرو اورانگهي، هو ٻنهه آواز مورچي جي پٺيان لهي پيو، ۽ ڏيدءَ جي اوٽ وٺي بيهي رهيو. ڪل چار پهريدار هئا. ٻه ڄڻا هڪڙي پاسي، ٻه ڄڻا ٻئي پاسي ڇونڪي ڏيئي رهيا هئا: موت ۾ چارئي ڄڻا مورچي جي ڏوچٽيءَ وٽ، هڪٻئي کي ڏسي، ٻند مٿ پنهنجي سيني تي رکي، سلام ڪري، وري پنهنجي چونڪيءَ تي هليا ٿي ويا.

هو چپ اوندهه ۾ لهي پيو: اڳيان ويندڙ سپاهين جي پويان پهچي، ٻنهي هٿن ۾ خنجر جهلي آيا ڪيا: ٻنهي لشڪرين جي ڪلهي ۽ ڳچيءَ جي ڪوري ماس ۾ خنجر ڪنوڻ وانگر لڳي ويا! ٻئي ڄڻا ريهه ڪري، ڪپهل ٻنڊ جيان سڌا ئي سڌا پٺيءَ ڀر اڇي ڪريا، ۽ آني ئي ڪٺل ڪبوتر وانگر ڦٽڪي ٿڌا ٿي ويا. هن ڇڪ ڏيئي، خنجر ڪڍي ورتا، ۽ ٻين ٻن سپاهين طرف هلڻ لڳو. پنهنجي ساٿين جي ريهه ٻڌي، ٻئي لشڪري پنهنجي چڪر پوري ڪرڻ کان اڳ تڪڙا تڪڙا موٽي پئي آيا. اڃا جڪري کان ويهارو قدمن تي هئا ته جڪري سرائي وات ۾ وجهي ڦوڪ ڏني: هڪڙي ۽ ٻوءِ ٻي. ٻئي لشڪري پنهنجي پنهنجي اکب وڃائي، اکب مان سنهون تير ڪڍڻ جي ڪوشش ۾ دانهون ڪرڻ ويهي رهيا. جڪري جو هٿ ٻه ڀيرا مٿي کڄيو، ۽ ٻئي ٿڌا ٿي ويا. هن وري ٻه ڇڪ ڏيئي پنهنجا تير سندن اکين مان ڪڍي ورتا. پوءِ ڌيرج سان هلندي، هن اڇي رسيءَ کي هاڪي ڇڪ ڏني.

اشارو ملندي ئي سورا همراهه رسيءَ جي مدد سان مٿي پهچي ويا. جکري رسو ويڙهي وري چيلهه سان پٽل ڪمربند ۾ ھڻي ڇڏيو.

”هاڻ ڪيڏانهن؟“ ڏاترڏني جکري کان پڇيو.

”هيٺ! هن پڄري مان پائنجي ٿو ته هتان لهي لشڪري پنهنجي ڪمينگاهه ۾ ويندا هوندا، جتي هنن جا ٻيا همراهه پنهنجي چونڪيءَ جي واري لاءِ تياريون ڪندا هوندا. منهنجو اندازو آهي ته ويهارو ڪن همراهن جو هوندو. اتي ئي ڪٿي، تهخانا شروع ٿيندا هوندا....!“ جکري ايئن چيو ڄڻ هو اڳي ئي اتان ٿي آيو هو. پر هن رڳو جبلن جي غارن جي حساب تي ڏُڪو هنيو هو.

هو ٽڪرا ٽڪرا هيٺ لهڻ لڳا. اوندهه ۾ لسن پٿرن جي ڏاڪن تان لهڻ ۾ به جان جو جوکو هو، سو هو هٿ هٿ ۾ ڏيئي، آهستي آهستي هيٺ لهڻ لڳا. هن جا سورا حواس پوري سجاڳ هئا. سندن هڪڙو هٿ پنهنجي همراهه جي هٿ ۾ هو ته ٻيو هٿ خنجر جي مٺڻ تي هو: مجال ڪو....!

جڏهن اڌ جيترا ڏاڪا لٿا ته ڏند منجهان هنن هڪڙي وڏي فانوس جي پيلي پيلي روشني ڏٺي.

”هي ته شاهي فانوس ٻاريو ويٺا آهن. آهن به الائجي گهڻا ڄڻا؟“ جانوءَ چيو.

”هاڻ منهنجو وارو آهي، جانو!“ موليڏني پنهنجي ٻهراڻ مان هڪڙي دٻلي ڪڍي، ان کي کوليندي چيو: ”ٻڌو، هن مان چپٽي پري هتن ۾ چٽيءَ طرح ملي ڇڏيو، ۽ پوءِ ٻهي هتن سان منهن کي به مَکَ ڏيئي ڇڏيو. جيڏي مهل آءٌ پنهنجي جادوگري ڏيکاريان ۽ چوڏاري دونهون ڦهلجي وڃي ته اوهان جا هٿ ۽ منهن ٻنهي انهيءَ فانوس وانگر چمڪڻ لڳندا. اهو انڪري ٿو چوان جو ايئن نه ٿئي جو اسين هڪ ٻئي جي خنجرن جو ٻَڪ ٿي وڃون!“ موليڏني کين سمجهائي ڏيندي، وري پنهنجي ٻهراڻ مان هڪ ڏگهو سڱ ڪڍيو. اهو سڱ ڪنهن ڪُنڍي مينهن جو ٿي ڏٺو. ان کي

هڪڙي پاسي کان ڦوڪون ڏيڻ شروع ڪيائين تہ کھڙيءَ کان پوءِ ان مان چڻنگون نڪرڻ لڳيون.

پوءِ هن هڪ ٻي دبلي ڪڍي، ان مان اڇي اٽي جهڙي ڪنهن شئي جون ٻہ چار چپٽيون سگ جي منهن ۾ وڌيون. سگ اندر تڙڪاٽ ۽ چڻنگون نڪرڻ لڳيون تہ هن ان کي فانوس ڏانهن اُڇل ڏني. گھڙي نہ گذري تہ فانوس جي روشني کي چڻ تہ ڪو جن پوت کڻي ويو: ان جي بدران چوڌاري اڇو اڇو دونهون ڦهلجندو ويو، ۽ ڏهاڪو مڙسن جو اٿوڙجڻ ۽ کنگهڻ، کنگهڪارڻ ۽ اوڪارڻ جا آواز اچڻ لڳا.

هو تڪڙا تڪڙا هيٺ چونڪيءَ ۾ لهي پيا: چڻ مغلن جو موت پيلن هٿن ۽ پيلن منهن سان منجهن لهي پيو. مغلن رڳو پنهنجي سامهون پيلي منهن سان ڪو جسم ڏٺو، ۽ اوچتو ڪو پيلو هٿ مٿي کڄيو ۽ خنجر بڻجي وڄ جيان ٽي ڪڙڪيو. هنن کي پڪ هئي تہ هيءَ ڪا غيبات هئي جا مٿن اچي ڪڙڪي هئي. موت کان وڌيڪ هو انهيءَ غيبات جي ڊپ کان دانهون ڪرڻ لڳا. مرڻ کان بہ اڳي هنن جا هيٺان جنات جي ڊپ کان هڄي ويا، ۽ هنن کي بچاءَ ۾ پنهنجا هٿيار بہ ياد ڪونہ آيا!

”بَرَ، هي تہ ڪاماتيءَ واري ڪار ڪئي اٿئون!“ ڏاترڏني ڪجھہ لڇي ٿيندي چيو.

”۽ هنن جي چاچن مامن جو سنڌ ۾ ڪوس ڪيو، سو ڪھڙي حساب ۾!“ جانو جوکئي چڙ مان چيو.

”پر سنڌ جي مغلن جو حساب هنن کان وٺڻ مون کي بہ ڪونہ ٿو آڏڙي!“ جکري بہ شوڪارو ڀريندي چيو.

”ادل، پاڻ لشڪرين ۽ فوج جي سپاهين کي ٻنڪ بڻايو آهي. هنن جي حاڪمن تہ اسان جي معصومن، مسڪينن، ٻي ٻهچ نياڻين جي رت سان هٿ رڱيا آهن....!“ جيوڻ بہ ورچجي چيو.

”ڇڏيو، ڇڏيو انهن ڳالهين کي. اجهو ٿي فجر جي بانگ اچي ۽ سڄو ڪوٽ جاڳي پوندو....“ ڏاترڏنو وري انساني جذبن کان

حقيقتن جي ڪوٽ ۾ موٽي آيو.

چونڪيءَ مان ٻاهر نڪتا ته سامهون ٿي سامهون تهخاني جو دروازو نظر آين. دروازو اڌ کليل هو، ۽ هيٺ ويندڙ ڏاڪا صاف نظر ٿي آيا.

”توهين هلو هيٺ ته آءٌ پنهنجي واپسيءَ جوڪو بندوبست ڪري اچان. ڪوٽ جو مک دروازو بند. شايد فجر جي ٻانگ تي کوليندا، ۽ پاڻ کي سواري به ضروري آهي!“ جانوءَ صلاح ڏني.

”آءٌ به توسان گڏيو ٿو هلان. هڪڙي ڪان وري بس به چڱا!“ جيوڻ صلاح هنيس.

”نه ڀائو، اندر الائجي گهڻا پهريدار هجن، سو تون هنن سان هَج ته ڀلو. منهنجي ڳڻتي نه ڪر. گهوڙا ڪٿي مغلن جا هجن، ڏٺي اهي بس سڃاڻن ٿا!“ جانوءَ ڪاسي چيو، ۽ پنهنجي اندازي موجب گهوڙن جي ڪڙهه جي ڳولا ۾ هڪڙي پاسي لهي پيو.

ڏاترڏنو ۽ سندس ساٿي تهخاني ۾ لهندا ويا پر ڏاڪا ڪٿن ٿي نه.

”يترَ، مٿان هتي ڪا اهڙي ڪل ته ڪانهي، جنهن سان ڪو دروازو کلندو هجي. ايترو هيٺ نه تهخانو به ڪونه ويندو آهي!“ هن کي ٻُڌ جي ٻت وارا تهخانا ياد اچي ويا.

”ڳالهه سچي ٿو ڪرين. هيٺ ته رڳي اونده آهي، نه آدم نه آدم جي ذات....!“ جکري پهرين ڪاٻي پاسي ۽ پوءِ ساڄي پاسي ڀت ۾ هٿوراڙيون ڏيڻ شروع ڪيون:

”يترَ، ڏاڍي ڳالهه ٿي....“ مواليڏني هسٽ هاريندي چيو.

”هلو ته وري مٿي هلون: ڀڪ ٿي ڀڪ من تهخاني جا ڪَل برزا مٿي چونڪيءَ ۾ هوندا!“ جکري ڪجهه سوچيندي چيو.

جئن هو مٿي چڙهڻ لاءِ تڪڙو تڪڙو به به ڏاڪا مٿي چڙهيا، ته مک دروازو هڪ وڏو چيڪٽ ڪري بند ٿي ويو! ڏاڪڻ تي ٻاٽ اونداهه. چائنجي ويئي! ❋

ساموئي جا پَٽَ، سنڌ جي تاريخ جيان، هر سنڌيءَ لاءِ هڪ عجيب ڇڪَ ۽ ڪشش جو ڪارڻ رهيا آهن: اهي ئي پَٽَ هئا، جتي سنڌين، عربن، تغلقن، غزنوين، غورين ۽ پوءِ ترڪن سان وڏا ڏامرا ۽ مقابلا ڪيا هئا. هت ڪوپن ۽ ڪوڙين ثابت ڪيو هو ته جيڪڏهن سنڌي پنهنجيءَ تي اچن، پنهنجا وڇا وساري، فقط سنڌ جي ازلي ابدي رشتي نڀائي ۾، ۽ ته ٻارنهن ٻڌجي، وڙهن ته ڪوبه ڌاريون هنن جي اڳيان بيهڻ ۽ مقابلو ڪرڻ جو سَتُ ڪونه ساريندو. هت هر سنڌيءَ جي وڏڙن جا هڏا، هن ڌرتيءَ جي مٽيءَ ڪي مانُ ڏيئي، آزاديءَ جي گلن جو ٻاڻ ٻڌيا هئا؛ هر سنڌيءَ جي بزرگن پنهنجي رت سان ريج ڏيئي، ايندڙ نسلن جي ڇوٽڪاري جا فصل آپايا هئا. هن پَٽَ جي مٽيءَ جي سڳنڌ پنهنجي متوالن کي پريان ئي پڪاري وٺندي هئي. جڏهن به ڪو سنڌي وانهڙو ٻڌجي هتان لنگهندو هو ته هن جا قدم آتي بيهي ويندا هئا، سندس نرڙ ۾ ان مٽيءَ کي سجدي ڪرڻ جي آرزو آٿندي هئي، ۽ هو ان ماناڻيءَ مٽيءَ مان لپ ڀري، ڪا گهڙي ان ۾ گهوري نهاريندو هو جڻ ان ۾ آزاديءَ جي آهوتيءَ کي ڳولهيندو هو. سندس اکين اڳيان تاريخ جا اهي ورق ورندا هئا جن تي آزادي لاءِ سنڌين پنهنجي رت سان اتهاس کي قلمبند ڪيو هو.

سانوڻ هڪڙي نظر ساموئيءَ جي آسمان تي وڌي، ۽ ٻي نظر هن پنهنجي همراهن ۽ ساٿين جي لشڪر تي وڌي، جيڪي هڪڙي ئي سڏ تي ڪٿان ڪٿان ڪهي پهتا هئا: سندن جسم تازن معارڪن ۽ راتاهن ۾ مليل گهاوَن سان سينگاريل هئا، ۽ سندن روح هڪ ئي عبادت لاءِ سجده ريز هئا: سنڌ لاءِ سر ڏيڻ جي عبادت، سنڌ

کي آزادي ڏيارڻ جي عبادت! تنبو ۽ خيما هئا جي آسمان جي هڪڙي ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين، سنڌ جي ٽڙ جي پٽن وانگر، سنڌ سمان تي پاتيا. هن ايئن پاتيو ڄڻ ته سنڌ جو آسمان به هنن جي آجيان ۽ مانَ ۾ مٿن سلامي هو. هو اڃا انهن خيالن ۾ هو ته پري کان گهوڙن جي ٽاپڙ ٽاپڙ جو گهمبيل آواز هن جي ڪن تي پيو. هاڻ هن جا ڪن اهڙا هري ويا هئا جو هن کي اڳي ئي پروڙ پئجي ويندا هئا ته نياپو آڻيندڙ پنهنجا هئا يا اوپرا ۽ سندن نياپو خير جو هو يا نه. هن جي خاطرو جتن اصل نياپي کان گهڻو اڳ ڪيس ان نياپي بابت چتائي ڇڏيو.

”جيئي سنڌ!“ ايندڙ همراهن وٽس پهچي سلام ورايو.

”سدا جيئي!“ سانوڻ پڙلاڪيو.

”سنگهار ڀائيءَ جا سلام پهچن....!“ هڪڙي نوجوان اڳتي وڌندي چيو.

”ادل، تون ته ماچي ته ڪين آهين، شيرل جو نينگر!“ سانوڻ به قدم اڳتي ايندي چيو، ۽ پوءِ هن کي سڃاڻيندي، کيس ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيائين.

”اهو ساڳيو....!“

سانوڻ سيني سان ڀاڪر پائي مليو، ۽ خوش خير عافيت کان پوءِ چيائين: ”ڀلا، ڪريو خبرون چارون....!“

”خبرون مڙئي خير. مغلن جا ويهارو ٻتيلا، هٿيارن سان ۽ توپن جي گولن سوڌا اسان واري پٽڻ تائين پهتا هئا. ڪل چار سو کن لشڪري هئا. اسان جي همراهن سنڌوءَ جي پيٽ ۾ هنن لاءِ جاءِ پيدا ڪري وڌي. البت ٻن توپن ۽ سو کن ڀالن ۽ ترارين کان سواءِ ٻيو هٿيار بچائي ڪونه سگهياسون. توپون ۽ گولا ڪاهي آيا آهيون. چاچي سنگهار ٿي چيو ته اهي هٿيڪا ڪري پهچايو: مڙئي ڪم اچي ويندا. ٻيو مڙئي خير!“

سانوڻ ڪا گهڙي هن نوجوان کي گهوريندو رهيو. هن جي دل ۾ هن لاءِ اڻاهه پيار اڀري ويو، ۽ هن وري وڌي ڪٺي کيس

ياد ڪر وڌو.

”شيرل جي اولاد مان مون کي اهائي اميد هئي!“ هن ڪيس مرڻي ڏيندي چيو.

”چڱو هاڻ موڪلائي ڪانهي!“ تماچي هن پيار ڪان مر گھو ششدر ٿيڻ لڳو. هنن اجا تہ ڪا اهڙي ڳالهہ ڪانہ ڪئي هئي، جنهن تي سانوڻ جهڙو سرواڻ هن جي وا ڪاڻ ڪري.

”ايئن ڪيئن ٿيندو؟ مانيءَ تڪر ڪائو، پوءِ وري ڪچهري ڪبي.... نورل، همراهن کي لنگر تي وٺي وڃ تہ جيئن هنيانءَ سڄو ڪن. وهتن کي بہ داڻو ڏيو!“

”ڪچهريون پيون ٿينديون، پر ڪنهن پڪيءَ ٿي ٻوليو تہ ڪجهہ پيڙا پيا بہ لهوارا پيا اچن، سو انهن جو بہ ڪو بلو ڪرڻو آهي!“ تماچيءَ سانوڻ جي اکين کان بچندي چيو.

”سنگهار پاڻهي انهن جو بلو ڪندو. توهان کي ٽڪ پيچ کان سواءِ وڃڻ جي موڪل ڪانهي. پنهنجن وٽان بکيو موٽڻ هوندن ٿي سٺو سوڻ ڪونہ ٿيندو آهي!“

تماچي ۽ سندس همراهہ لاچار نورل سان گڏجي لنگر ڏي روانا ٿيا. پر همراهہ سندن گهوڙن کي داڻو ڏيڻ لاءِ ڪاهي ويا. سانوڻ هنن کي ويندو ڏسي، دل ۾ دعا ڪئي تہ الله سائين، هيڙا سرويچ شل سلامت رهن تہ پوءِ پيڙا ٿي پار آهن. گذريل ٻن ڏينهن کان هن کي جتان ڪٿان اهي خبرون پئي پهتيون. نہ رڳو دريا مغلن جو قبرستان بڻجي ويو هو، پر سنڌ ۾ جيڪي بہ لک ۽ لنگهہ هئا، اُتان هن کي اهي ئي خبرون مليون تہ اهي بہ مغلن جا مقام بڻجي رهيا هئا.

لاڪن ۽ مهرن ملتان کان ايندڙ مغل فوج تي راتاها ڏيئي سندن سمورا گهٽ بند ڪري ڇڏيا هئا. بکر ۾ مورچيبند مغل لشڪر جڏهن هيٺ لٿو تہ چاچڙن ۽ سهتن هن کي پوئتي موٽائي ڇڏيو. جيڪي گهٽ بدلائي هيٺ لٿا تن کي شورن ۽ سومرن اهڙو سوگهو ڪيو جو قرآن ميڙ ڪري پنهنجي جان بچائي پوئين پير

وياه خود ٺٽي جي آس پاس مغلن جي ڇانوڻين تي جوکين، جتن،
سمن ۽ ٻلوچن سدا سنوا حملا ڪري، ڀاهيون ڏيئي، اکوڙي ڇڏيو،
۽ هو ٽولا ٽولا ٿي اچي ٺٽي سهڙيا هئا. جڏهن مغل ڄڻ ٿي پاسن
کان هن شورش کان سراپجي ٺٽي پهتا، تڏهن ڀهريون ڀيرو رستم بيگ
کي اهو احساس ٿيو ته هيل سنڌي کين ڪيئڻ کان سواءِ ڪونه
مڙندا. هن لاهور قاصد موڪليا، ۽ پاڻ سمورو لشڪر تيار ڪري
ساوڻ سان سڌو منهن مقابل ٿيڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. جنگ
جي نوبت وڳي ته سنڌي به مورچيبند ٿي ويهي رهيا.

ساوڻ هڪڙي نظر پنهنجي ساٿ تي وڌي. ٺٽي کان ساموئي
واري پنڌ ۾ هن کي اها پڪ هئي ته مغل، ڍورو ڪونه ٽپندا جيسين
کين ٻاهران ڪمڪ نه پهچي. ڍوري جي مٿين ڪپ تي مغلن پوري
ساز سامان سان صف بندي ڪئي هئي. ساوڻ پنهنجي سموري ساٿ
کي ڇئن حصن ۾ ورهايو هو. ٻه حصا اهڙيءَ طرح مورچيبند هئا،
جو جيڪڏهن پٺيان حملو ٿئي ته اُن لاءِ به هو تيار رهن. اڳيان ٻه
حصا هن اهڙيءَ طرح ورهايا هئا جو جڏهن ويڙهه شروع ٿئي ته مغلن
کي وچ ۾ ڪري وڙهجي. هن لاءِ وقت ڄڻ هڪ ئي هنڌ بيهي رهيو
هو. هن کي ڪنهن به ستل ڪونه ڏٺو هو. ڏينهن رات جو فرق
متجي ويو هو. هن کي گرهه کائڻ جي به واندڪائي ڪانه هئي.
هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين هن جي ڪميت ايئن ٿي
آئي ويئي ڄڻ هن جو ساهه انهن ٻن ڇيڙن ۾ ورهايل هو. ساڄي
کاٻي، ڏکڻ اتر، اولهه اوڀر جا سڌا ميسارجي ويا هئا: هن کي هر
وقت اها اڻ تڻ هئي ته هر جٿي جا مهندار الائجي پنهنجي همراهن جي
کاڌي پيتي ۽ آرام جو خيال رکن ٿا يا نه. هو پاڻ مختلف لنگرن
تي وڃي بيهندو هو ۽ همراهن کان کاڌي خوراڪ جون پڇائون
ڪندو هو. همراهه کلي چوندا هئس: "پاڻجي ٿيو ته ساوڻ جي
پنهنجي لنگر ۾ هڏ پٽ رڌوئي ڪونهي، جو هيڏانهن هوڏانهن پيو
جهوتون ڏئي!"

جڏهن مغلن ڀهريون حملو ڪيو، تڏهن ايئن ٿي ڀانيو، ڄڻ

۽ ڏرتي ڌُٻڻ لڳي هئي. هزارين گهوڙا، جڏهن مظفر خان جي اڳواڻي ۾ ڪنهن سمنڊ جي وير وانگي چڙهي آيا، تڏهن گهڙيءَ لاءِ ساوڻ جي دل ڌڙڪندي ويئي: هن تربيت يافته مغل گهوڙيسوارن جي دستي جي اڳيان الائجي ڪيترا لشڪر هيبت کان ئي هار مڃي پيش پيا هئا. گهوڙن جي سنبن جي ٽاپڙ ٽاپڙ اهڙي ترتيب ۽ منظم نموني سان هڪ خوفناڪ گجگوڙ بڻجي ويئي، جو ايئن ٿي ڀانيو ڄڻ ته ڌرتيءَ جو هنيانءُ ڦاٽڻ تي هو. رڪي رڪي مغلن هڪ آواز تي نعرو ٿي هنيو، ڄڻ ته فتح اڳي ئي هنن جي تقدير ۾ لکيل هئي. ساوڻ جي ڪميت جا ڪَنَ به انهيءَ آواز تي، ڪڏهن ڪاٻي ته ڪڏهن ساڄي پئي ڦريا، ۽ سندس بدن ۾ هڪ عجيب هلچل ۽ اُڇل ڪري ساوڻ محسوس ڪندي، سندس ڳچيءَ تي ٿڦڪيون هڻي، ماٺو ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، پر ڪميت ڪي سُڪ نه پئي آيو.

جڏهن مغل ڀوري جي مٿين ڪَپَ تان اڌو اڌ ورهائجي هيٺ لهڻ لڳا، تڏهن ساوڻ هٿ مٿي ڪئي ڪو اشارو ڪيو. هن جو هٿ اڃا مٿي ئي هو ته ڪانيائين جي ٻِٽَ، ٻِٽَ جا هزارين آواز ايئن اٿيا ڄڻ ته سرڻين جي شاهي لشڪر هڪ ئي وقت پڙڪو ڪائي اڏامڻ لاءِ پنهنجون کنڀڙاٽيون وڄائڻ شروع ڪيون هجن. ڪانيائين سان ڳوڙهن جو مينهن مغل گهوڙيسوارن تي وسيو، تڏهن نه مغل لشڪري نڪي سندن گهوڙا انهيءَ لاءِ تيار هئا. سوين مغل اُڇل کائي جئن ئي گهوڙن جي ڌُنب طرف ٽڙيا، تئن سندن گهوڙا ٻـ ڳوڙهن جي ڏڪ کان، اڳيان سنب مٿي ڪئي آيا ٿي ويا: ڦوڻين ٽمڪن سندن ساٿ نـ ڏنو، ۽ هڪ ٻگهي ٻنل هڪار سان، پنهنجي سوار کـي هيٺ اڇلائيندي، پاڻ سنڀاليندي جئن پڙڪو کاڌائون ته پنهنجي ئي سوار کي چيڀريندا ويا. مغلن جي دانهن ۽ گهوڙن جي هڪار آسمان ۾ پڙاڏا وجهي ڇڏيا.

ساوڻ جي ٻئي اشاري تي، ٻه ٻه سو سنڌي گهوڙيسوار انهيءَ گهمسان ۾ ٻنهي پاسن کان لهي پيا: هنن جي هٿ ۾ فقط ڀالا هئا. ڪريل مغل اٿن، تنهن کان اڳ ــ ڀالا سندن نڙگهٽن، ڇاتين يا پٺين

کي ڏاريندا ويا. ڇڙجي نڪرندڙ انساني دانهن جا نوان ٻڌا زخمي گهوڙن جي هڻڪارن سان ملي سموري مغل فوج کي اهو چتاءُ ڏيندا ويا ته هيلوڪي ويڙهاند سندن آخري ويڙهاند هئي، ۽ هو وري سنڌين سان ڪڏهن به مقابل ڪونه ٿيندا! مظفر خان پنهنجي بهترين تربيت يافته گهوڙيسوارن جي هن شاهي دستي جي ان شامت جي امڪان تي به ڪونه سوچيو هو. هن جيڪي به جنگيون وڙهيون هيون، تن ۾ هن جي انهيءَ دستي جو ڏهڪاءُ ئي ڪافي ثابت ٿيو هو. پر هيءَ شڪست هن جي سپهه سالاريءَ جي سموري ساک ٻهاري ويئي. ڪاوڙ ۽ شرمساريءَ مان هٿ مهٽيندي، هن پنهنجي مُڪ پيادل دستي کي اشارو ڏنو.

ان دستي جو هر مغل سپاهي پنهنجي خونخواري ۽ بهادريءَ لاءِ مشهور هو. هرهڪ سپاهي زره پوش هو: هڪڙي هٿ ۾ ڍال ۽ ٻئي هٿ ۾ ترار کڻي، هر سپاهي ٻئي سپاهيءَ سان ايئن قدم ملائي اڳتي وڌيو ڄڻ سڄي دستي جو هڪڙو ئي جسم هو، جنهن هڪڙي ئي وقت تي هڪ ئي پرانگهه ٽپي ڪنئي. سؤ سؤ سپاهين جي اڳيان سندن مهندار هو، جنهن کي ڍال نه ساڳي هئي، پر سندس هٿ ۾ ترار جي بدران ڀالو هو.

مغل ڇئن صفن ۾ اڳتي وڌيا: هر صف ۾ سؤ سؤ سپاهين جا چار جٿا هئا. رکي رکي هنن هڪ ئي وقت نعرو ٿي هنيو: تيز ترڪ گامزن! تيز ترڪ گامزن! مغلن جي انهيءَ صف بنديءَ کان راجپوت، روهيلا ۽ پٺاڻ ايترو هيسيل هوندا هئا جو انهن دستن کي ڏسندي ئي هو قلعن جا دروازا بند ڪري پنهنجو پاڻ محاصرو ڪرائي ويهندا هئا. سانوڻ هڪڙي نظر انهن صفن تي وڌي، ۽ دل ئي دل ۾ هڪ آرزو تري آيس ته جيڪڏهن سنڌي اها صفبندي سکي پون ته هنن کي غلام بنائڻ جي ڪنهن کي به همت ڪانه ٿيندي.

جڏهن مغلن ۽ سنڌين جي وچ ۾ ٽي سؤ وکن جو مفاصلو رهجي ويو، تڏهن مغلن جي رفتار ۾ تيزي اچي ويئي، ۽ هو اڳتي وڌڻ لاءِ ڊُڪڻ لڳا. سانوڻ ڌڙڪندڙ دل سان مغلن کي ڪنهن باز

وانگر نظر ۾ رڪندو آيو، ۽ عين اُن گهڙيءَ، جڏهن مغلن سندس مقرر ڪيل سنڌو ٽپيو، تڏهن هن هٿ مٿي ڪري اشارو ڪيو. ميدان جي ٻنهي ڇيڙن تي ٻيهل سنڌي شهسوارن هڪ ئي وقت پنهنجي گهوڙن کي هڪل ڪئي. گهوڙن جي پڇن ۾ ڊگها رسا ٻڌل هئا. جيئن پوءِ تيئن گهوڙن جي رفتار تيز ٿيندي ويئي، ۽ پوءِ مغلن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته زمين هنن جي پيرن هيٺان کسڪندي ٿي ويئي. ڊگهيون شاهي ٽوڪريون هنن جي پيرن هيٺان ڇڪجنديون ويون، ۽ مغل جيسين پاڻ سنڀالين ۽ سمجهن ته زمين ڪيئن سندن پيرن هيٺان کسڪڻ لڳي هئي، تنهن کان اڳ هو ڇيئن پنجن پُرهين جيڏين کاهين ۾ ڪرندا ويا. کاهين جي تري ۾ تيرن کان به تکا سَرَ پالڻ جيان ٽنبيل هئا: اهي سَرَ ڪرندڙ مغلن جي سَٿرن، ڇڏن، ڇيلهين ۽ پاسراٽين ۾ کپندا ويا. سندن دانهون ۽ ڇيڙون انهن کاهين مان ائين اُٿيون ڄڻ ته قبرن ۾ مڙدا جاڳي رڙيون ڪرڻ لڳا هئا. عين ان وقت سنڌي گهوڙيسوارن جا دستا کاهين ۾ ڪرڻ کان بچي ويل مغلن تي وڄ جيان اچي ڪڙڪيا. مغلن جا هوش اهڙا خطا ٿي ويا هئا، جو پنهنجي بچاءَ ۾ وڙهڻ بدران، هنن پوئتي موٽ کاڌي، ۽ پنهنجون سموريون روايتون وساري ڪٽي ڪڙين تي زور رکيو. انهيءَ ڀاڄ ۾ هنن وري پوئتي نهاريو به ڪين. نکي سنڌين ڪين ڪا اهڙي مهلت ڏني. مغل لاچاري جي سنگن جيان ڪرندا ويا. سمورو ميدان مغلن جي مڙهن ۽ لاشن سان آنجي ويو، ۽ جڏهن آخري مغل ڪريو، يا سنڌين جي مقرر ڪيل سنڌي کي ٽپي ويو، تڏهن سنڌين به پنهنجي گهوڙن جي واڳ ورائي، پوئتي موٽ کاڌي.

هڪڙي هڪڙي مهندار سانوڻ کي پنهنجي پنهنجي دستي بابت حال احوال ڏنو.

”منهنجا ويهارو کن همراهه ڪري پيا. ڪجهه ڦٽجي پيا آهن...“ هڪڙي مهندار پنهنجي واري تي ڏڪارو ٿي چيو.

”ادل، پاڻيان ٿو ته تنهنجا سائي ڪجهه اُبهرا هئا: پر خير، سنڌ تان صدقو ٿيا....!“ ٻئي همراهه هن سان همدردي ڪندي چيو.

”ٻانيان ٿو ته مغل اڄوڪي رات وري اسان سان هٿ چراند ڪونه ڪندا!“ ٻئي همراهه ڳالهه ڪي نئون موڙ ڏيئي ڇڏيو.

”مظفر خان پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ چڪ وجهي، رستم بيگ جي اڳيان پنهنجي ڪوتاهين جو اعتراف ڪندو هوندو، ۽ رستم بيگ جي وات مان ڪف پئي وهندي هوندي. هن جو سمورو گهمنڊ ڀڄي ٻيو آهي....!“ هڪڙي ساٿيءَ پنهنجي راءِ ڏني.

”منهنجا مٺا، مغلن کي اڄوڪي ويڙهاند چرڪائي ڇڏيو آهي. ان ڪري هو سياڻپ ضرور وٺندڪ چالاڪيءَ ۽ نئين ترتيب سان حملو ڪندا، ٻانيان ٿو ته فجر جي ٻانگ وقت هو ڪو نئون حملو ڪندا....!“ سانوڻ اهڙي نموني ڳالهه ڪئي ڄڻ هو ايندڙ حملي کي پنهنجي اکين سان ڏسي رهيو هو.

”پوءِ ڀلا ڪهڙي صلاح آهي؟“ هڪڙي همراهه آتساهه مان چيو. هن جو سمورو منهن رت جي ڇنڊن سان رتاڇجي ويو هو.

”ٻارل، تون ٻنهي گهمرن ۾ وڙهيو آهين: تون ته ڀلائي ڪري وڃي ڪو ساهه پٽ. فجر جو چونڪيءَ تي وري تنهنجي جٿي جو وارو ٻه ته آهي....“ سانوڻ ٻاٻوهه مان چيو.

”۽ ڊولڻ، تون به وڃي ڇيلهه سڌي ڪر: تون به ٻنهي چڪرين ۾ هئين....!“

”۽ بخشا تون به....“

پر سانوڻ جي ڳالهه کي سيڪو لنوائيندو ويو. هن کي خبر هئي ته سندن سرواڻ راتين جون راتيون ڪونه ستو هو. ڊولڻ ڪان رهيو نه ٿيو. چيائين ”سانوڻ ڀاڻو، اسان کي ڇيلهه سڌيئين ڪرڻ جي صلاح ته ڏئين ٿو پر پنهنجو به ڪو خيال اٿئي، ڪين نه؟“

”مون ڪهڙي ڪوڏر هڻي آهي؟ مٿان ٻيهي رڳو پئي ٿوٽي لڳن کي پرپايم....“ سانوڻ کلندي چيو.

”جيسين تون به گهڙي پهر آرام نه ڪندين، تيسين اسين به....“ ٻارل ڪنهن ضديءَ ٻار وانگر چئي ڏنو.

سانوڻ ڪا گهڙي ماٺ ٿي ويو. پوءِ هڪ ڊگهو اونهو ساهه

ڪٿي چيائين: ”ننڍون ته پيا ڪنداسون. پر منهنجي ته مرضي آهي ته مغل فجر جو اسان ڏي اچن، اڄوڪي رات اسين سندن مهمان ٿيون.... منهنجا ته سنڌ ويئي، ويئي سُڪي ويا آهن!“

”آءٌ ته ائين ٿو چوان....“ ڊولهه آچاترو ٿي چيو.

”آءٌ ته چوڻ وارو هوس ته مغلن تي هڪڙو وار ٿيو ته ٺٺي!“ يارل ته سَر وڌايو.

پوءِ صلاح بيٺي ته سمهٽيءَ کان پوءِ، مغلن تي ٻن پاسن کان راتاهو ڏجي: سانوڻ مکيه چانوڻيءَ جي پاسي، ۽ ڊولهه جا دستا ان جي ٻئي پاسي جتي رسدگاهه ۽ گهوڙن جون ڪڙهيون هيون.

”چڱو، هاڻ وڃي ڪجهه تازا توانا ٿيو. سمهٽيءَ کان پوءِ وري گڏباسون....!“ سانوڻ آئندي چيو. ❊

شاهي حرمسرائن ۾ جڏهن رات ايندي هئي، ۽ هڪ هڪ
ڏسي فانوس ٻرندا هئا، تڏهن ڪنيزن ۽ ٻانهين جون دليون وسامڻ
لڳنديون هيون. هنن کي اڳيان جبل جيڏي رات ڪاري راڪاس
وانگر لڳندي هئي. هرڪنهن کي گذريل رات جا چڪ ۽ چهنبڙيون
ياد اينديون هيون، ۽ سندن ماس ُانهيءَ تصور کان ئي پوسرڻ لڳندو
هو. الائجي ڪنهن جي شامت ايندي؟ جن شهزادن کي ساقين سان
پاڻ وندرائڻ جي هير هوندي هئي، انهن حرمن جون ٻانهيون وري
ٻه ڪجهه سامت ۾ هونديون هيون. پر انهن کي وري شهزادين ۽
بيگمن جا سور سهڻا پوندا هئا. اڪثر بيگمون ورهين جا ورهيه پنهنجي
مڙسن سان ڪونه سمهنديون هيون. انهن مان ڪن لاءِ ڪنيزن کي
ڪي اهڙا جوان ڳولي آڻڻا پوندا هئا، جيڪي ڪجهه اشرفين ڪمائڻ
خاطر ان لاءِ تيار هوندا هئا ته سندن اکين تي ڪاري پٽي ٻڌل
هوندي، ۽ رات گذارڻ کان پوءِ وري ان شهر جو منهن نه ڏسندا. پر
مغلن ۾ چغلخوريءَ جي اهڙي وبا ڦهليل هئي جو ڪا به شهزادي
يا بيگم گهڻو ڪري ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندي هئي. اهڙيءَ صورت
۾ ڪنيزن ۽ ٻانهين کي مردانا ڪپڙا پائي، شهزادين سان سمهڻو
پوندو هو، ۽ سڄي رات ٻاهه جي سيج ۾ ڪباب ٿيڻو پوندو هو!

پر اڄوڪي رات ٻين راتين کان مختلف هئي. سموريون
ڪنيزون ۽ ٻانهيون، شهزاديون، بيگمون ۽ اميرزاديون اڄ رات
هارسينگار ۾ هڪٻئي کان سرسي حاصل ڪرڻ لاءِ آتيون هيون،
جو اڄ شهنشاهه هند سنڌي ڪنيز وٽ اچڻو هو، ۽ ملڪهء عالم
نورجهان بيگم جو اهو حڪم هو ته اڄوڪي رات شهنشاهه کي
ايتري انگوري پيارڻي هئي، ۽ ايترو مصروف رکڻو، هو جو شهنشاهه

کي سنڌي ڪنيزجو وجود ٿي وسري ويو. اهو موقعو اهڙو هو، جو هر ڪنيز ۽ ٻانهي، هر شهزادي ۽ اميرزادي انهيءَ آسري ڪي اکين ۾ سجائي ڇڏيو ته شهنشاهه مٿان رات وڌس گذارڻ لاءِ ريجهي پوي.

”هي اڄ هتي ٻانهين ڪي آخر ڇا ٿيو آهي، جو ايڏا هارسينگار پيون ڪن؟“ نوريءَ معصوميت مان پڇيو.

”اڄ شهنشاهه ڪي هت اچڻو آهي: تو ڪي ڏسڻ ته اچي!“ هن جي ڪنيز مختصر جواب ڏنو.

”آئي گهوڙا مٿيس!“ نوريءَ جي دل دهلجي ويئي. ٻانهيءَ هن کي جيڪي ڳالهيون ٻڌايون هيون، تنهن وقت کان هن جي من جي مونجهه وڌندي ٿي ويئي. هڪڙي پاسي وريام جي ڪا سُڌ ڪانه ٿي پئي ته ڪهڙي حال ۾ آهي ته ٻئي پاسي اهو کٽڪو ته ڪيس صدقي جي ٻڪريءَ وانگر شهنشاهه اڳيان پيش ڪيو ويندو.

”منهنجو جي ڇهو مڃين ته آئي تون به ڪي ساڻ سوڻ ڪر، سائڻ! اهڙي تقدير ڪنهن ڀاڳ واريءَ جي هوندي آهي، جو تخت ڏئي هـن وٽ پاڻ هلي اچي!“ ڪنيز ڪيس وري هڪ ڀيرو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”اهي ڀاڳ پين کي نيبهه هجن: مـون مسڪين کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏي....!“ نوريءَ جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا.

”ايئن روئڻ مان مهل ته ڪانه ٽرندي. منهنجي مڃ. ڀلا جي ڀيو نه ته شهنشاهه جي آجيان ڪرڻ لاءِ ڪو وڳو ته چڱو پاءِ! نه ته، نورجهان بيگم منهنجي جيئري ڪلي لهرائي ڇڏيندي....!“

”تو مون سان وچن ڪيو هو ته....“ نوري ٻاڏائيندي ڪنيز ڏانهن نهاريو.

ڪنيز ڪا گهڙي پنهنجي آڱر ۾ پيل مُنڊيءَ کي گهوريندي رهي. هن کي سمجهه ۾ نـه پئي آيو تـه هوءَ ڇا ڪري. جيڪڏهن نورجهان بيگم جو چيو نه ٿي ڪري تڏهن به سندس حشر ڪيس ساريو پيو هو. سندس ڪَلَ لهرائي، ان ۾ ٻُهه ڀري، ڪيس ڪنهن پٽ ۾ لنبي ڇڏيندا. جيڪڏهن شهنشاهه نوريءَ کي هتي نـه ڏٺو تـه شايد

آئي جو آئي سندس خاص مصاحب کيس ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو. هن کي نوريءَ سان برابر همدردي هئي پر هن کي هيءَ ضدي نينگر ٻنهي سمجهه ۾ نٿي آئي جيڪا ڀاڳ ڪئي ايئن لٽون پئي هڻي. جيڪڏهن شهنشاهه مٿس هر ڪجهه وجهي ته ڪيس ”پٽ“ راڻي ڪرڻ ڪان ڪونه گسندو، ۽ پوءِ ملڪ عالم به سندس ڪو وار ونگو ڪري نه سگهندي. پاڻ هن جي گولي ٿي گذارڻ جا جتن ڪندي. پر هيءَ سنڌي نينگر ته ڪا ڳالهه ٻڌڻ جي به روادار ڪانه هئي: هي محل ماڙيون، هي ريشم، هي اطلس، هي تخت ۽ تاج، هي نولکا هار ۽ هيرا جواهر ته هن لاءِ ڪا معنيٰ ئي نٿا رکن: جيڪڏهن ڪا هورا ڪورا اٿس ته رڳو وريام لاءِ، جيڪو شاهي تهخاني ۾ موت جو مزمان هو، ۽ هاڻ موت ڪان ڪوهين دور شايد پنهنجي وطن وريو هوندو. پوءِ هن کي به وريام ياد اچي ويو....

جڏهن نوريءَ کي اها خبر پئي ته وريام کي شاهي دربار ۾ پيش ڪري موت جي سزا ڏني ويندي، تڏهن ڪان ته هوءَ ٻنهي اونڌي منجهي ڪري پار ڪيڻ ويهي رهي. ڪاٺ پيڻ ڪان ٻنهي بس ڪري ڇڏيائين: روئي روئي اکيون سڄائي ڇڏيائين:

”الا، هن مٺيءَ دل کي ڇا ڪريان. اصل وسري ئي نٿو....“ هن جي سمجهائڻ تي ڇيو هڻائين.

”پر هن سان ته تنهنجو ڪو سڳ به ڪونهي: متان دل، ته ڪانئس ڪانه ڦرائي ويٺي آهين....“ هن رڳو کيس کلائڻ ڪاڻ ڇيو هو.

”هن سان ته منهنجا پنهه سڱ آهن: تون ڪيئن سمجهنديئن اسان جي سڱن کي. سڀ ڪان وڏو سڱ ته اهو آهي ته هو سنڌي آهي، سنڌ لاءِ سر ڏيڻ جو قسم کنيو اٿس. مون کي مٺن ترخانن ڪان بچائڻ ۾ به ڀيو ڪوبه سڱ ڪونه هو. آءٌ برابر هن جي ماڻٽيائي ڪانه هيس، نه ئي ڪو ڀيو ناتو هوس، سواءِ انهيءَ جي ته هڪ سنڌي نياڻي ڌاڙين جي پنجوڙ ۾، ڪوڙن ۾ قابو هئي. مون کي بچائيندي بچائيندي تنهنجي آقا جي معصوم ابهن کي بچائي ويو....“ نوريءَ ٿڌو ساهه کڻندي ڇيو هو.

”ها، سا تہ ڳالھہ آھي، پر ھوءَ دل ڦرائڻ واري ڳالھہ ڪانہ وٺينءَ!“ ھن وري کيس ڇيڙڻ لاءِ چيو.

ھوءَ ڪھڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويئي: پوءِ ڪنڌ ھيٺ ڪري چيو ھنائين: ”اھي دل ڦرڻ ڦرائڻ جون ڳالھيون تہ توھين ڄيون ڄاڻو. مون کي تہ اڃا بہ خبر ڪانھي تہ دل ڪيئن ڦربي آھي يا ڦرائبي آھي.... ھا، منھنجي دل رڳو اھو ٿي چوي تہ جيڪڏھن الله سائين مون جي ڪا ھڪڙي مراد پوري ڪري تہ آءٌ ڪانئس رڳو اھا مراد گھرنديس تہ سڄي عمر ھن جي گوليءَ ٿي گذاريان، بلڪل اھڙي جيئن منھنجي امڙ بابي سائينءَ جي گولي ٿي گذاريندي ھئي. اٿندي وھندي، ستي يا جاڳندي ھن کي بابي کان سواءِ ٻي ڪا ڳالھہ ئي ياد ڪانہ ھوندي!.... پر منھنجي اھڙي قسمت ڪٿي: ھاڻ تہ رڳو اھا آس اٿم تہ رڳو ھڪڙو ڀيرو کيس ڏسان سھي، پوءِ جي موت اچي وڃي تہ سمجھنديس تہ.... تہ ....“ ۽ پوءِ ھوءَ وري سڏڪن ۽ اوڇنگارن ۾ پئجي ويئي.

ھن کي سنڌين جي انھيءَ ورونھن جو ڪو تجربو ڪونہ ھو. ھيءَ ڪھڙو نينھن ھو، جيڪو نوريءَ کي وريام سان ايئن وڪوڙيو بيٺو ھو، جو ڄڻ ھوءَ پاڻ ڪجھہ بہ نہ آھي، ھن جو سڄو وجود وريام جي نالي جي حوالي سان ئي ڪا معني رکي ٿو. نہ سمجھڻ جي باوجود، ھن کي سنڌن انھيءَ نينھن سان ريس ٿيڻ لڳي. انھيءَ ريس ۾ ڪوبہ حسد ڪونہ ھو. ھن سوچيو، جيڪڏھن انسانن ۾ اھڙو پيار، اھڙو نينھن ممڪن آھي، تہ پوءِ تاتارين، قندارين، ارغونن ۽ مغلن جي وحشي ظلم ۽ بيداد جي باوجود، انسانذات ۾ اعتبار قائم رھي سگھي ٿو. ھن کي ان نوريءَ تي بہ پيار اچي ويو: اھڙن نج نبار سچن جذبن تي پيار اچي ويو.

”پلا جي تنھنجي وريام کي شاھي قلعي جي تھخاني مان بچائي ڏيکاريان تہ موٽ ۾ ڇا ڏيندينءَ؟“ ھن ڪجھہ سوچيندي چيو.

”تہ پوءِ.... تہ پوءِ، آءٌ سڄي ڄمار تنھنجي گولي ٿي گذاريندس. مون وٽ تہ رڳو پنھنجو پساھ آھي، سو جيڪڏھن

تنهنجي ڪم اچي ته وڏا ڀاڳ سمجهنديس.... پر ڇا، اها ٿيڻي ٿي سگهي ٿي....!“ هوءَ وري مايوس ٿـي وئي. سندس هرڻيءَ جهڙين معصوم اکين ۾ ڳوڙهن جا واڇوڙا لهي آيا.

شهنشاهه هند لاءِ موڪليل خاص ڪنيز جي خدمتگار ڪنيز جي حيثيت ۾ سموريون مغل ٻانهيون پيون هن جي اڳيان پويان ڦرنديون هيون. هن نوريءَ کي اکين ڏٺو هو، ۽ هن کي اهو تـه يقين ٿي ويو هو تـه جيڪڏهن شهنشاهه نوريءَ کي ڏٺو ته پوءِ پڪ ئي پڪ هن جـو ٿي ٿـي رهندو، ۽ ڪهڙي خبر تـه نڪاح وجهي کيس پنهنجي نئين ملڪه بڻائي ڇڏي. هن جي لاءِ ته سندس انارڪلي نئين سر جيئري ٿي پوندي. سو ڪنيزن سان هن اهي وچن ڪرڻ ۾ ڪو اهم نه سمجهيو ته جيڪڏهن نوريءَ سان راءِ راضي ٿيو ته هوءَ سائن اهڙو پير پريندي، جيڪو هنن جي تصور ۾ به نٿي اچي سگهيو. پوءِ پنهنجي سر جو سانگو لاهي هن نورجهان بيگم جي خاص ٻانهيءَ کي هيٺاهيون مٿاهيون پڙهائي، ان لاءِ تيار ڪيو ته شاهي تهخاني ۾ هڪڙي نوجوان جي جان بخشي ڪرائي ڏي.

اها ٻانهي هن کان به وڌيڪ همت واري نڪتي، ۽ هوءَ هن کـي ساڻ ڪري، شاهي محل جـي تهخانن مان گهمُتون ڏياريندي، شاهي قلعي جي عقوبت خاني جي تهخاني ۾ وٺي آئي. جتي به ڪو پهريدار ڳڏين، سو ملڪهٔ عالم جـي منڊي ۽ مُهر ڏسي، هٿ ادب جا ٻڌي، هنن کي روڪڻ لاءِ معافيون گهرندي، ڪين اڳڀرو ڪندو رهيو.

هن جڏهن مغل عقوبت خانا ڏٺا، تڏهن کيس وري اهي سڀ بيداد ياد اچي ويا، جيڪي تاتارين ۽ ترڪن هن جي ڪٽنب سان ڪيا هئا، ۽ هـو ۽ سندس ڪيتريـون هم وطـن نينگريون بازارن ۾ نيلام ٿيون هيون. هن ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جـي ستمگرين جـا ڪئين داستان ٻڌا هئا؛ پر هـن عقوبت خاني ۾ انسانن جي حالت ڏسي، هن جا لڱ ڪانڊارجي ويـا. هن زنجيرن ۾ جڪڙيل انسانن کي ڏٺو، جن جي زخمن ۾ ناسور پيدا ٿي، ڪيئان پئجي ويا هئا؛ هن سنگهرن ۾ سوگها جوان ڏٺا، جن جي اکين ۾ تتل سيخون گهمائي،

ڪين ڏينهن جي سهائيءَ ۽ نور کان محروم ڪيو ويو هو ۽ سندن
اکين بدران رڳو ماس جا لوٿڙا ۽ چڱهڙ هئا، جن مان پيلي پيلي
پائيٺ وهي، سندن ڳلن تي سڪي، ڻڙب ڻڙب ٿي ويئي هئي؛ هن
ڳپرو جوان ڏٺا، جن جا عضوا ڪپي، ڪين اگهاڙو ڪري، ابتو
ٽنگي ڇڏيو هئائون. مختلف عقوبتخانن مان چيٽن ۽ رڙين جي پڙاڏن
هن کي ڪنبائي ڌوڏي ڇڏيو، ۽ هڪڙو ڀيرو وري هن جي روح ۾
سٽل نفرت جاڳي پئي: هي مغل انسانذات جا قاتل، آخرڪيستائين
آزاد قومن جي انسانن کي ايئن چيپائيندا رهندا.

هو بچائيندبون بچائيندبون ورندام جي تهخاني پهتيون، ۽
جڏهن شاهي ٻانهيءَ سنڌي نوجوان جو ڏس پڇيو ته پهريدار ڪنڌ
هيٺ ڪري بيهي رهيو.

”ڪٿي آهي هو نوجوان؟ ڪٿين ڇو نٿو؟ ڇا هن کي
ماري ڇڏيو؟“ هن رڙ ڪندي چيو.

”نه خانم، نه. هن جا ڪي ساٿي، هن کي هتان ڪڍي ويا
آهن: پر ويندا ڪيڏانهن؟ اسان جا ماڻهو سندن پويان آهن. ملڪهٔ
عالم کي خاطري ڏيارجو ته هن کي ترت گرفتار ڪري، سندن خدمت
۾ پيش ڪندس!“

هن جي دل چاهيو ته هوءَ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي، پنهنجي خوشيءَ
جو اظهار ڪري. سنڌين وري اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته هو
شينهن جي پڃري مان به آزادي حاصل ڪري سگهن ٿا. نوريءَ کان
هن جيڪي ٻڌو هو، تنهن کي هنن ثابت ڪري ڏيکاريو، ۽ هن جي
دل مان دعا نڪتي: ”الله سائين، تون مظلوم سنڌين جو ساٿي
ٿجانءِ!“

هو ڏڪڙيون ڏڪڙيون محل ۾ موٽي آيون، ۽ جڏهن هن
نوريءَ کي سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي، ته نوريءَ آئي ڪٽي ڀاڪر
وڌس. سندس اکين مان ڳوڙها لڙي، سندس چوليءَ کي ٻسائيندا
رهيا، پر سندس منهن جي چهڪ مان هوءَ هن جي دل جو حال
سمجهي ويئي. گهڙيءَ لاءِ نوري هن کي ڀاڪر ۾ ڀيڙي، سندس

ڇاتيءَ ۾ منهن لڪائي، لڙڪ لاڙيندي رهي، ۽ پوءِ سڏڪا ڀريندي چيائين: ”الله سائينءَ نيٺ منهنجي ٻڌي: شل الله سنڌ جا وڻ ڏيکاريس، مون کي نه ڏيکاريائين ته آءٌ گهوريس!....“

هوءَ وري حال ۾ موٽي آئي. شهنشاهه هند جاڳ نه آيو. هن نوريءَ کي اچا، هن جي آجيان لاءِ تيار ٿي ڪونه ڪيو هو، ۽ نڪي هن نورجهان بيگم جي حڪم موجب شهنشاهه جي انگوريءَ ۾ سنڌيءَ ۾ ڀيل دوا ملائي هئي. ماهه بيگم کيس سمجهائي ويئي هئي، ته اهو محلول پيئڻ کان پوءِ شهنشاهه اگهور ننڊ پئجي ويندو، ۽ پوءِ هوءَ ڀاڄهي کيس ڪٽائي ويندي. هن هڪڙي نظر وري نوريءَ تي وڌي: هي فرشتن جهڙو پاڪ ۽ معصوم حسن فقط ان لاءِ هڪ عياش بادشاهه جي عشرت جو سامان بڻجندو، جو اهو حسن غلام آهي! ڇا غلاميءَ جو اهوئي نصيب آهي؟ آءٌ به غلام آهيان، هيءَ به غلام آهي. هن جو مون تي ڪوبه حق ڪونهي منهنجي اندر جي نفرت ڪيڏانهن وئي؟ جنهن شخص جي ظالم ابن ڏاڏن جي ڪري، مون جهڙيون هزارين معصوم نينگريون بازارن ۾ نيلام ٿيون، ۽ غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيون ويون، تنهن کي آءٌ، هي غلام پر ملڪوتي حسن، ايئن پيش ڪري ڏيان ڇڻ آءٌ به ظلم جي ڪٽڻ ۽ ڏوتي آهيان!“

هن کان ڇرڪ نڪري ويو: ان بغاوت جي چڻنگن جو هن ڪڏهن به قدر ڪونه ڪيو هو. پر هاڻ اهي چڻنگون ڀنيٽ بڻجي هن جي روح کي ساڙي رهيون هيون. هوءَ اٿي، نوريءَ کي هٿ کان وٺي، کيس سينگارڻ ويهي رهي. نوري حيرت مان هن ۾ اينڌڙ تبديليءَ کي ڏسندي رهي.

”سيگهه ڪر شهنشاهه اچڻ وارو هوندو، دير ٿي ويندي!“

هن ان سينگاريل نوريءَ کي ڏٺو ته وري هن جي همت جواب ڏيڻي بيهي رهي. نه نه، هي حسن ته خدا جي تخليق آهي، ان کي موت جي ڀاڪر ۾ ڏيڻ جو مون کي ڪهڙو حق آهي: هيءَ سنڌي نينگر هن راڻيءَ جي پوشاڪ ۾ ته ڪائنات جي ملڪه ٿي

لڳي، جنهن جي اکيان ته نورجهان بيگم جهڙيون رائيون به ٻانهيون ٿيون لڳن! ’لا، هن جون اکيون ته.... انهن ۾ روشني انهيءَ صبح جي روشني آهي، جنهن جو قسم پاڻ الله سائينءَ کنيو آهي. هن جو مُـکُ ته.... جنت جي حورن جا مُـکَ چڻ ته ان مُـکَ اڳيان ڪاٻر حيثيت نٿا رکن! ۽ هيءَ پيشاني، هي ڳل، هيءَ ڳچي، هي جسم، هي سراپا.... هن جي پنهنجي جسم ۾ هن ڏانهن نهاريندي ڄڻ ڪيتريون ئي برقي لهرون ڊوڙي ويون. سلام آهي سنڌ جي مٽيءَ تي، سلام آهي سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي جنهن هھڙي حسن کي خلقيو آهي: ۽ پوءِ هن کي سنڌ جي ڌرتي، سنڌوءَ جو پاڻي ياد آيو، جنهن ۾ هن غلام هوندي به آزاديءَ جي سڳنڌ محسوس ڪئي هئي، جتي جا اڙٻنگ جوان ڏسي هن کي پنهنجي آزاد وطـن جا آزاد اڙٻنگ جوان ياد ئـي آيا، جتي انسانن ۾ ماڻهپو، اجا تائين، غلاميءَ جي عذابن جي باوجود، سدا حيات هو!

”پٽ نوري، منهنجي پيڻ! اڄ هڪ غلام پيڻ ٻيءَ غلام پيڻ کي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو ڏيـڻ لاءِ خواب مان جاڳي پئي آهي: جيڪڏهن تون به مون وانگر غلام ٿي گذارڻ چاهين تـه آءٌ اجا بـه تنهنجي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر مون تنهنجي اکين ۾ ڏٺو آهي ته ان غلاميءَ کان تون مـوت قبول ڪنديئن، ۽ مُرڪندي مري وينديئن! پلي ته شهنشاهه عالم تي اهو ثابت ٿئي ته سنڌ جي نوريءَ لاءِ غلاميءَ بدران موت وڌيڪ شاندار آهي.... اچي، منهنجي پيڻ، هي زهر جو پيالو: آءٌ منهن هـن پاسي ٿي ڦيريان ٿـي جئن منهنجي جذبي ۾، تنهنجو معصوم منهن ڏسي، ڪو ڪـمهنو رحم نـه جاڳي پوي....!“ هوءَ الائجي فارسيءَ ۾ ڇا ڇا چوندي وئي. سندس اکين مان لڙڪ نيسارا ڪري پئي وهيا. زهر جو پيالو هن جي هٿن ۾ پئي لرزيو. هن جو سڄو بدن پئي ڪنبيو.

نوريءَ هن ڏانهن نهارڻ کـان سواءِ، پيالو هن کان ورتو، ۽ ڳٽ ڳٽ ڪري پي وئي. سندس اکين ۾ مرڪ موٽي آئي.

”آءٌ تنهنجا ٿورا ته قيامت ۾ بـه لاهي ڪين سگهنديس....

پر مون کي ڀڪ آهي تہ اسين ٻئي جهان ۾ بہ گڏجي هن مائٽن جي خلاف سُرڪنديون، سرڪنديون سون!"

نورتيءَ وڏي اچي پلنگ تي ويهي رهي. زهر سندس نڙيءَ کان هيٺ لهندي ٿي، هن جي نس نس ۾ ڦهلجندو ٿي ويو. سندس اکين ۾ نوان پاڇولا لهي آيا. هن ايئن پاتيو ڄڻ تہ هيءَ سندس محسن ڀيڻ هن کان پري هٽندي ٿي ويئي. هن پنهنجي هٿن کي اڳتي وڌائيندي چيو:

"منهنجي مٺي ڀيڻ، اڄ منهنجو هٿ جهلي ويهہ تہ آءٌ تنهنجي احسانن جي هنج ۾ پنهنجا پساهہ پورا ڪريان! مون کي تومان پنهنجي امڙ جي سڳند ٿي اچي.... پر، وريام مون لاءِ ضرور ايندو: ڪيس ڇمڇ نہ سنڌ کي سندس ضرورت آهي: موتي وچي ۽ سنڌ تان صدقو ٿئي: ايئن نہ ٿئي تہ آءٌ ٻئي جهان ۾ لائين ٿيان!"

نوريءَ جي اکين ۾ وريام لهي آيو، ۽ هن پنهنجون اکيون ان تصور کي محفوظ ڪرڻ لاءِ بند ڪري ڇڏيون، ۽ گهڙيءَ کان پوءِ هن هڪ اونهو ساهہ کنيو، ۽ سندس پساهن جي ڏور ٽٽي پئي. هن جا هٿ ڪنيز جي هٿن ۾ ڍرڪي پيا. هن جي منهن تي اچا تائين اهڙي مرڪ هئي، جنهن کي محسوس ڪرڻ لاءِ، هن سندس چپن تي هٿ ڦيرائي، ڪٺي پنهنجي اکين تي رکيو.

اوچتو تڪڙن قدمن جو آواز پڌي، هوءَ آئي ادب سان، ڪنڌ نمائي بيهي رهي. ٻہ حبشي خواجہ سرا، اندر اچي، اگهاڙين ترارن سان، دروازي تي بيهي رهيا!

شهنشاهہ جهانگير، سوري مغل شان سان، جڏهن اندر آيو تہ ڪنيز جي دل ۾ ڌٻڪ وري اچي واسو ڪيو. ۽ هوءَ ڏڪندڙ جسم سان، هن جي قدمن ۾ وڃائجي ويئي. جهانگير هن ڏانهن ڪو ڌيان نہ ڏنو، ۽ وڏي اچي پلنگ وٽ بيهي رهيو.

"سبحان الله، سچي ساراهہ ان رب لاءِ جنهن ههڙو حسن خلقيو آهي.... پر ڇا آءٌ ايڏي وڏي انعام جو لائق آهيان....!"

جهانگير پڇڪندي چيو.

هن هٿ جي اشاري سان، خواجه سرائن کي ٻاهر وڃڻ جو حڪم ڏنو. جئن ئي هو ٻاهر ويا، هن هٿ وڌائي، نوريءَ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو، ۽ پوءِ موت جي ٿڌاڻ محسوس ڪري، هن ڪان هڪ ڏکهو چرڪ نڪري ويو، ۽ هن هٿ ڇڏي ڏنو. هن جي وات مان اهڙو ڇچريل آواز نڪتو، جيڪو ڪنهن هوڏي ٻار جي هٿ مان رانديڪو ڪسجڻ تي نڪرندو آهي.

”ڪنيز، هيءَ ڪهڙو مذاق آهي اسان سان.... قسم آهي اسان کي پنهنجي بزرگن جي شان جو، اسين پنهنجي هٿن سان، هن لاءِ جوابدار شخصن کي راهه عدم موڪليندا سون....!“

”قبلهءِ عالم، هيءَ ناچيز ٻانهي ئي ان لاءِ جوابدار آهي....!“ هن گهگهي آواز ۾ چيو.

جهانگير ڪاوڙ ۽ غضب ۾ پلنگ وٽان موٽ ڪاڏي، ۽ ٻئي هٿ ڪنيز جي ڪڇيءَ ۾ وجهي، رڙ ڪندي چيو: ”آخر، تو کي اها همت ڪيئن ٿي؟ تو کي اسان جي غضب کان ڀ ڊپ نه ٿيو؟“

”حضور، هن ٿي چيو ته هن جي وطن کي مغلن غلام بڻايو آهي، پر هن جي روح کي شهنشاهه جهانگير به غلام بڻائي نٿو سگهي! هن مون کي انهيءَ رشتي جو واسطو وڌو، جيڪو فقط غلام قومن جي انسانن ۾، هڪٻئي جي مان مريادا ۽ آنا جو رشتو هوندو آهي، ۽ ان واسطي جي تقاضا فقط هڪڙي هئي ته آءٌ هن کي موت جي نند بخشي ڇڏيان! باقي رهيو اوهان جو غضب، سو مون جهڙين کان وڌيڪ ڀلو ڪير ٿو ڄاڻي!“

جهانگير جي ڪنن ۾، هن جو هڪڙو هڪڙو لفظ نت نوان پڙاڏا پيدا ڪندو ويو. هن جا هٿ هن جي ڪڇيءَ تان ڍرا ٿي ويا.... ۽ پوءِ هو وري وڏي اچي پلنگ جي ڪنڊ تي ويهي رهيو، ۽ نوريءَ جي منهن ۾ گهوريندو رهيو. پوءِ هو آمالڪ اٿيو، ۽ چادر جو پلاند ڇڪي، هن نوريءَ جي منهن تي وجهي ڇڏيو، ۽ تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪري ويو! ❋

اونداهي تهخاني جي هيبت گهڙيءَ لاءِ ڏاترڏني جا حواس خطا ڪري ڇڏيا.

”پر، اسان سان ڏاڍي ٿي: اسان کي ته ٻاهرئين دروازي جي اندر ٿوري ٻاهر ڪو مغل نظر ڪونه آيو، پوءِ هي دروازو ڪيئن بند ٿيو؟“ ڏاترڏني ڄڻ پاڻ سان ڳالهائيندي چيو.

”پانيان ٿو ته اسان جو پير ڪنهن اهڙي ڏاڪي تي پيو، جنهن تي زور اچڻ سان دروازو خودبخود بند ٿي ويو هوندو، ۽ پهريدارن کي به اطلاع ملي ويو هوندو ته ڪو اڻ ڄاڻ ماڻهو اندر داخل ٿيو آهي....“ جڪري ڪجهه سوچيندي چيو.

”پلا پوءِ؟“ دوسوءَ به ڄڻ پنهنجي پاڻ کان سوال پڇيو.

”پوءِ وري ڇا؟ ضرور هنن ئي ڏاڪن ۾ يا پٽ ۾ ڪا ڪَل هوندي، جنهن سان ڪو گهنٽ يا لنگهه کلندو هوندو.... منهنجي خيال ۾ ٿوريءَ دير ۾ مغلن مان ڪو خبر چار وٺڻ ضرور ڪٿان ايندو، پوءِ ماشا مولا! تيستين ويهي ٿا ٽڪ پچون. باقي جيڪڏهن اسان هٿوراڙيون ڏيڻ شروع ڪيون ته پوءِ مر ڳو ڪٿي، زمين ئي پيرن هيٺان نڪري وڃي، ۽ اسين ڪنهن ٻئي اوڙاهه ۾ وڃي ڪرون!“ جيوڻ صلاح ڏني.

چار ئي ڄڻا، ٿوري ٿوري پنڌ تي، مختلف ڏاڪن تي، سنڀالي ويهي رهيا. جيوڻ جتي ويٺو، اتي پٽ جي پوپان هن جي ڪنن کو آواز جهڙي ورتو. هن ڇوڙي جي هڪڙي وَڏي، ٻجڪي مان ڪيڍي، هٿيڪي ڪئي، ۽ ڪنهن اچاتي حملي لاءِ تيار ٿي ويٺو. سندس پرسان، ٻه ڏاڪا هيٺ دوسوءَ کي به هن ڄاڻ ڪري ڇڏيو.

گهڙي نه گذري ته اوچتو جيوڻ جي ڀاسي واريءَ پٽ مان

هڪ وڏو پٿر هٽي ويو، ۽ ٻه مغل، اگهاڙيون تراروں کڻيو، اندر ڏاڪڻ ڏانهن ڊوڪندا آيا. جيوڻ ٻه هنن لاءِ اڳئي تيار هو. هڪڙي مغل جئن ئي پٽ ڏني، چمڙي جي وڏي، هن جي ڳچيءَ ۾ ڦاهي وانگر ويڙهجي ويئي، ۽ هڪڙي جهٽڪي سان، هن جو مٿڪو ڀڄي پيو. هن رڙ ڪري، پنهنجا هٿ ڳچيءَ تائين آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن جا هٿ هوا ۾ هٿوراڙيون ڏيندا رهجي ويا. ترار هن جي هٿ مان نڪري، ڏاڪڻ تان ڪڙ ڪڙ ڪندي، هڪ ڏاڪي تي خاموش ٿي ويئي.

ٻيو مغل جيسين پاڻ سنڀالي تنهن کان اڳ دوسوءَ مٿس اوچتو اچي ڪڙڪيو، ۽ هن جي نڙگهٽ کي گدري جي ڦار وانگر ڪپي ويو. هن ايڏي دانهن ڪئي جو ان جي پڙاڏي سان سڄو تهخانو لرزي ويو.

”ڀڄ، تون سڄو هئين.... اچو ته هلون!“ ڏاتر ڏني هڪل ڪئي. لنگهه ٽپي، اندر ٿيا. سامهون ئي سامهون دڙڪي تي ٻه مغل سپاهي آهليا پيا هئا. جڪرو ڪنوڻ جيان وڃي مٿن ڪڙڪيو، ۽ هنن کي اها سمجهه جي ٻه مهلت ڪانه ڏنائين ته هيءَ آفت ڪٿان نازل ٿي. جڪري پنهنجو خنجر هنن جي ئي ڪپڙن تي صاف ڪندي، وري ڪمربند ۾ هٽي ڇڏيو.

هنن هڪڙي تهخاني کان ٻئي تهخاني تائين جيڪي ڏٺو، تن سندن پيٽ ۾ ولوڙا وجهي ڇڏيا. انسانن طرفان انسانن تي ٿيندڙ ظلم ڏسي هو جوان ٿيا هئا. ترخانن ۽ مغلن سندين سان جيڪي ظلم ڪيا هئا، سي هنن اکين ڏٺا هئا، پر هنن عقوبت خانن ۾ جيڪي ڏٺو، تنهن هنن جو انسانذات مان ايمان لوڏي ڇڏيو. هت هنن اهڙو اڦاهه ڏٺو، جيڪو خواب ۾ به ڏيهاري ڇڏي. هني هنن اهڙا جوان ڏٺا، جن جي بدن تان تازي کل لاٿي ويئي هئي، ۽ سندن رتابيل جسمن مان رت بدران ڪا پيلي پائيٽ ٽمي رهي هئي. هنن جهور پيرسن ڏٺا، جن جا نڪ ۽ چپ ايئن ڪپيل هئا. جو هنن جي ڄاڙن ۽ ڏندن ٻوڏيان سندن اندريان نڙگهٽ ٻئي نظر آيا. هنن ڪيترن

انسانن کـي اهڙيءَ حالت ۾ ڏٺو، جنهن ۾ انهن تـي پاڻيو جـڻ سوئي سان سندن جسمن ۾ ٻور- ڊچوليءَ تـي ڪنهن وٺهي سوراخ ڪيا هئا. ڪن کي اکين ٻدران رڳو وڏا وڏا چڱهه هئا. ڪي ابتا ٽنگيل هئا تہ ڪن جي ٽنگن کي ٻن زنجيرن ۾ ڇڪي، چيرڻ لاءِ، آهي زنجيرون چرخين تـي چڙهيل هيون. ڪن کي ايترو تہ ماريو هئائون، جو هو سڃاڻپ ڪان ٻاهر هئا ۽ سندن بدن سڄي آيامي ڀيا هئا. انسانن جي ڪنجهڻ، ڪرڪڻ يـا دانهڻ ٻدران هنن اهڙا آواز پنهنجي ڪنن ۾ تتل شيهي وانگر اوتجندا محسوس ڪيا جـڻ تہ ننڍڙين چيلين کي واري واري سان ڪنهن سير پئي وڌي!

ڏاترڏني ڪان پاڻ سنڀالڻ مشڪل ٿـي پيو، ۽ هو پيٽ کي جهلي، آٽي ئي آت ڏيئي الٽيون ڪرڻ وڻهي رهيو.

"ڏاترڏنا، مڙس ماڻهو ٿي، اڄ تہ وريام جي ڪا سار لهون!" جکري کيس ڪلهي ۾ ٻانهن ڏيندي چيو.

"يـر، هي مغل تہ ڳجهن ڪان بہ ليڪو لنگهي ويا. هنن تہ مرزا باقيءَ جهڙن ڳورپٽن کي بہ مات ڏيئي ڇـڏي آهي.... آخـر الله سائينءَ هن ظلم کي ايڏي ير ڪيئن ڏني آهي؟!" دوسوءَ ٿڌو ساهہ کڻندي چيو.

انهيءَ نظاريءَ هنن کي بہ جڻ ڇتو ڪري وڌو: ڪنهن مغل سپاهيءَ ۽ پهريدار تي نظر پوندي ئي، هوچارئي ڄڻا مچريل درندن وانگر مٿن اچي ٽي ڪڙڪيا. هنن تي بہ جڻ ڪو انڌ طاري ٿي ٿيي ويو. ايئن ٺهخانا لپندا، هـو وريام تائين پهتا. ڪا گهڙي چارئي ڄڻا پنهنجي هن يار کي ڏسندا رهيا. سنگهرن ۽ مهريءَ جي ڪاٺ ۾ جڪڙيل هن يار کي ڏسي، هنن جي دل چيو تہ انهي ئي وڻهي دل کولي پار ڪيي، اوچنگارون ڏيئي روئن، ۽ تيسين بس نہ ڪن، جيسين وريام خود کين مات نہ ڪرائي.

ڏاترڏني ۽ جکري جڏهن وريام جون سنگهرون ۽ نيئر کولڻ شروع ڪيا، تڏهن وريام جهيڻي آواز ۾ چيو: "ڏاترڏنا، منهنجي سنڌ جو ڪهڙو حال آهي؟"

هنن جي دل ۾ چڻڪ پئجي ويو. وريام کي هن مهل بہ جيڪڏهن ڪجهہ ياد هو تہ رڳو سنڌ هئي.

”۽ اوهان سان ڪنهن سلام ڇو ڪونہ ورايو؟“ وريام ڏورايو ڏيندي چيو.

”جيئي سنڌ، منهنجا مٺا، سدا جيئي سنڌ!“ ڏاترڏني کيس ڀاڪر ۾ ڀريندي، هڪ ڏکوڏکو سڏڪو ڀريندي چيو.

”دوسو، هي ڏاترڏني کي ڇا ڪيو اٿو، جو رنن وانگر پيو سڏڪا ڀري؟“ هن ڏاترڏني کي چيڙائڻ خاطر چيو.

۽ پوءِ جڏهن هنن سان هر هڪ وريام کي وَرَ وَرَ ڪري ڀاڪر وڌا ۽ ڳراٽيون پاتيون تہ سندن ڳچ ڳري پيا. وريام بہ ننڍن ٻارن وانگر ڊنڊڪي پيو.

”يارَ، مون تہ ايئن سمجهيو هو تہ هاڻ سنڌ جي مٽي بہ نصيب ڪانہ ٿيندي، شابس اٿو، جو....“ وريام وڌيڪ ڪجهہ چوڻ ٿي چيو.

”بس بس، هاڻ گهڻو ٿي ٿيو. اسان جو ساهہ اڳي ئي پيو منجهي، وري اهي ڳالهيون ڪري، اسان کي هيٺو نہ ڪر!“ جيوڻ ڪنڌ هيٺ ڪندي چيو.

هو هلڻ لاءِ تيار ٿيا تہ وريام کين وري روڪي ڇڏيو. ”هنن سان گهڻن لاءِ تہ اسين گهڻو ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهنداسون. پر جيڪي اجا سچي لڳين آهن، انهن جا بند خلاص ڪريون تہ من هنن مظلومن جي مهابي، اسان جي سنڌ جا بند کلي پون....!“ وريام آهہ ڀريندي چيو.

”ڏٺي مڙئي چڱي ڪندو. هيل سنڌ ۾ جيڪا ويڙهاند پئي هلي، تنهن جو مثال پنهنجي تاريخ ۾ ڪونهي. سانوڻ سچيءَ سنڌ کي ميدان جنگ بڻائي ڇڏيو آهي، ۽ مغلن سان اها ڪار ڪئي اٿس، جو اڄ کي سيان مغل لاهور موٽڻ لاءِ منٿون ڪندس!“ جکري اتساهہ سان چيو.

وريام اڳتي هلڻ بدران، آتسي ٿي ويهي رهيو. هن پنهنجي

يارن جـي اکين ۾ گهوري نهاريو، جن انهن ۾ ڪيس ڪنهن شئي جي ڳولا هئي.

”يارُ، حيف اٿو! ساڻوڻ ڀيو سنڌ لاءِ وڙهـي، ۽ اوهين مون کي بچائڻ لاءِ پنڌ پيا آهيو! اوهان کي سنڌ کان به اڃا وڌيڪ مٺو آهيان: سنڌ جي آزاديءَ کان به منهنجي آزاديءَ کي مٿاهون سمجهيو..... ڏاترڏنا، جکرا، دوسو، ۽ جيوڻ! تون به! اهـڙي ياري، اهڙيءَ سنگت کي ڀـن ڏيو ها. اڄ ڪهڙو مٿان ٿي لٿو هوس: اڃا حافظ بلال لاءِ اچو ها ته به ڪا ڳالهه هئي!“

هنن جا ڪنڌ هيٺ هئا. هو چون به ته ڇا چون! ڏاترڏني کي ته اکين ٿي پرون پيل هئا تـه وريام جو اهو ويڻ ڪيس وڍي ويندو.
”وريام، سنڌ کي تنهنجي وڌيڪ گهرج آهي. ساڻوڻ، ڪو هڪڙو ماڻهو ڪونهي، تيئن وريام ڪو هڪڙو ماڻهو ڪونهي. اوهين سنڌ جا اهڃاڻ آهيو.....!“ ڏاترڏني پنهنجي بچاءَ جي ڪوشش ڪندي چيو.
”واهه واهه، ڏاڍي عقل جي ڳالهه ڪئي اٿئي، ڏاترنا! اڄ به اهو ئو چوان.“ جکري به سُر وٺائيندي چيو.
”دل ۾ نه ڪجو، پر اوهان ابهرا ٿي، رکو ياري نڀائڻ آيا آهيو. ذاتي طرح اڄ هن ياريءَ تـي جيترو به ناز ڪريان، سو ٿورو آهي. پر جتي سنڌ جو سوال هجي، اتي يارين دوستين نڀائڻ اجائي ڳالهه آهي. سنڌ کي رکـو ساڻوڻ يـا وريام جي ضرورت ڪانهي، هرهڪ سنڌيءَ جي ضرورت آهـي، جيڪو سنڌس آزاديءَ لاءِ سر گهورڻ لاءِ تيار هجي.....!“

”ٻروبر، سچـو آهين. اسان برابر ڀُليل آهيون.... اسان کي بخش ڪجانءِ!“ ڏاترڏني ڪنڌ هيٺ ڪندي پڪو ڪيو.

وريام وڏي ڪئي ڪيس ڀاڪر پاتو. ”ڏاترنا، رکو اها دعا ڪر تـه اسين سکهو سنڌ ڀهچون، مٿان دير تـي وڃـي، ۽ هٿ مهٽيندا رهجي وڃون!“

هو تکڙا تکڙا اڳان نڪتا، ۽ مختلف تهخانن ۾ اسيرن جا نيئر کوليندا، کين آٿت ڏيندا، سندن دل وڌائيندا، کين مک دروازي

جو ڏس ڏيندا ويا. ڏاترڏني وريام کي ٻڌايو تہ، جانو شاهي دروازي تي وهٽن جو انتظام ڪرڻ لاءِ ويو آهي.

”چڱو، توهين هلو ٻاهر، پر پنهنجي سنڀال ڪجو. ڏينهن چڙهي آيو آهي. مغلن ۾ ڇوٽڪو شروع ٿي ويو هوندو تہ هي هيترا سارا اسير ڪيئن آزاد ٿي نڪتا، ۽ سندن پهريدارن ۽ سپاهين کي ڇا ٿيو. هروڀرو جهيڙو نہ ڪجو. باقي جي سر تي اچي تہ پوءِ جهڙي مهل ڏسو تيئن ڪجو!“ وريام ڏاترڏني جي ڪمربند مان خنجر ڪڍندي، پنهنجي ڪمربند ۾ هڻندي چيو.

”۽ تون؟ ڪيڏانهن سنبت آهي؟“ ڏاترڏني کي وريام جي دل ۾ متل طوفان جي ڄاڻ هئي، پر تڏهن بہ پڇڻ کان رهي نہ سگهيو.

”تون ڳڻتي نہ ڪر! وري مغلن جي وَر ڪونہ چڙهندس. مون کي ڪو نياپو ڏيڻو آهي. آءٌ ٿورڙيءَ ڏينهن نہ پهتس تہ اوهين روانا ٿي وڃجو!“ وريام پنهنجي يارن کان نظرون بچائيندي چيو، ۽ تڪڙو تڪڙو هڪڙي پاسي نڪري ويو. ❋

مغلن جو شان، شوڪت ۽ ٻاهريون ڏيکاءُ اهڙو هو، جو عام ماڻهوءَ کي ٻيو ڪجهه سوچڻ جو موقعو ئي ڪونه ملندو هو. هڪڙي پاسي باغ باغيچا، چوڏول ۽ چوٻرجيون، ٻارنهن دريون ۽ محراب ته ٻئي طرفان مسجدون ۽ مسافرخانا، کوهه ۽ لنگرخانا. ماڻهن ۾ اهو مشهور هو ته هاڻ ته سچو پچو اسلامي دؤر دوران آهي. شريعت جا صاحب قاضي مقرر ٿيل هئا، ۽ غريبن کي انصاف ڏيڻ وجهڻ جا سمورا انتظام موجود هئا. خود شهنشاهه پنهنجي شاهي محل جي در تي انصاف جو وڏو گهنڊ ٽنگائي ڇڏيو هو، ۽ ڏينهن رات انصاف جا طلبگار اهو گهنڊ وڄائي، شهنشاهه کان ذاتي طرح، روبرو انصاف حاصل ڪري ٿي سگهيا. ملڪ ۾ علم وارن جي به ڏاڍي عزت هئي، ۽ کين انعام اڪرامن سان نوازيو ويندو هو. هڪڙي شاعر مغل حڪومت جي اسلام جي خدمت بابت نئون شاهنامو لکيو ته کيس خلعت پارائي وئي، ۽ شهنشاهه پنهنجي هٿن سان، فردوسيءَ وانگر، کيس اشرفين جي خرزين پرائي ڏني. شينهن ٻڪري هڪڙي ئي گهاٽ تي پاڻي پي رهيا هئا. مجال آهي ڪنهن امير يا نواب جي ته پنهنجي رعيت سان ڪا زيادتي ڪري. البت فقط هڪڙي ڳالهه رعيت تي به لازم هئي ته هو مغل حڪومت يا مغل اميرن جي مڪمل اطاعت ڪن، ساڻن سينو نه ساهين. روز وڏن شهرن ۾ ڍڍو گهمايو ويندو هو ته اسلامي حڪومت جون سرحدون وسيع کان وسيع تر ٿينديون وڃن، ۽ اسلامي حڪومت جي باغين کي بهادر مغل فوج چيپائي ڇڏيو آهي.

ساقي خانن، طوائف گهرن ۽ غلامن جي نيلام گهرن جو چار جيئن ٻوءِ تيئن وڌيڪ ڦهلجندو ويو. مغل شهزادن، اميرن ۽ اميرزادين

جون بگيون ۽ رٿ شهرن ۾، ”هٿو پري، هٿو پري، شاهي سواري ٿي لنگهي-“ جي اعلانن سان، ايئن ٿي ڊوڙيا چڻ ته ڪنهن ڳوهه ۾ شامل هئا. ڪئين ماڻهو انهن جي ڦيٿن هيٺان چچرجي مرندا هئا. هنن ڪي ڪا جهل پل ڪانه هئي. ڪنهن وٽ ڪا چڱي وَٽَ ڏٺائون، ڪا سهڻي نينگر نظر آين، ته ٻئي ڏينهن اها سندن حرمسرائن جي زينت بڻجي ويندي هئي. جيڪڏهن ڪنهن شڪايت طور ٻڙڪ ٻاهر ٿي ڪڍي ته راتو رات هنن جو جڻ ٻچو رُلي ويندو هو. مٺي ٻه ماٺ، مٺي، ٻه ماٺ، هڪ عام دستور هو. ماڻهو زنده رهڻ لاءِ چاپلوسي، خوشامد، فريب، رياڪاري، ڦند ڦير سکي پيا هئا. قاضين مولوين، مفتين، درٻارين، محافظن کي وَڍيون ڏيڻ عام رواج هو. سوداگرن سان حصا پتيون ڪرڻ سان امير آمراءَ شاهي درٻار ۾ ڪين خلعتون ۽ رعايتون وٺي ڏيندا هئا. جاگيردارون ايئن وڪامنديون هيون، جئن عام وکر وڪامندو هو، رڳو ان جي منڊي شاهي محل ۽ حرمسرائن جي اندر سجيل هوندي هئي. نولکا هار، هيرا جواهر، اطلس ۽ ڪمخواب جي عيوض ڪنهن جي پڳ لهندي هئي، يا پڳ ٻڌبي هئي. راڻين، شهزادين ۽ اميرزادين جي عشقن جا داستان خاص ڪچهرين ۾ شاعريءَ جو موضوع بڻبا هئا، ۽ اهي داستان ٻڌي سوداگرن، وڻج واپارين ۽ پوءِ-ڀاون جون نينگريون ٻه ليليٰ بڻجي مجنون ڳولينديون وتنديون هيون.

۽ عام انسان اهو سڀ ڪجهه ڏسي، نئين سج نيون عقوبتون سهڻ جون تياريون ڪندا هئا. جهانگير جي تخت نشينيءَ کان پوءِ مغل ديدبي جو هڪ نئون نظارو ماڻهن کي ڏسڻ ۾ آيو: سو هو ديوان عام ۾ شهنشاهه جي کلي ڪچهري! آتي گهنڊ وڄائڻ وارن عام فريادين کي انصاف ملڻ پوندو هو، باغين کي سزائون ملنديون هيون، نت نين فتحن ۽ ڪاميابين تي مبارڪن ڏيڻ وارن کي خلعتون ٻارايون وينديون هيون ۽ شهزادن جي سالگرهن تي قبول پوندڙ تحفن ۽ سوکڙين جا اعلان ٿيندا هئا. ماڻهو انهي رونشي ڏسڻ لاءِ هزارن جي تعداد ۾ اچي ميڙاڪا ڪندا هئا!

اڄ بہ ديوان عام ۾ کلي ڪچھريءَ جو ڏينھن ھو. صبح کان وٺي ھشام ماڻھن جا شاھي قلعي جي ديوان عام ۾ اچي ڳاھٽ ٿيڻ لڳا ھئا. ماڻھن ۾ چوٻول ھو تہ اڄ ڪجھہ سنڌي باغين کي دربار ۾ پيش ڪيو ويندو، ۽ ڪن ترخان اميرن کي حڪم عدولي ڪرڻ تي بہ سزائون ڏنيون وينديون. امير آمرا، راڻيون، بيگمون، اميرزاديون ۽ شھزادا، وقت کان اڳي پھچي رھيا ھئا، ۽ پنھنجي پنھنجي خاص مسندن تي براجمان ٿي رھيا ھئا. بالہآخر شھنشاھہ ھند، ظل الاھيءَ جي سواري بہ اچي پھتي. ظل الاھيءَ سان گڏ ملڪہ عالم نورجھان بيگم بہ پنھنجي ڪنيزن جي گھيري ۾ طائوسي تخت تي اچي ويٺي. ھنن جي پويان چتُ جھليندڙن سان گڏ خواجہ سرائن جو ھڪ جٿو اگھاڙين ترارين سان موجود ھو.

شھنشاھہ جي اشاري تي، دربار جي مھتمم، اعتماد الدولہ، اڄ جو فرمان پڙھي ٻڌايو.

”ظل الاھيءَ جي ٻاچي ۾ رھندڙ سھورين قومن تي سلامن ڪرن پوءِ، اڄ جي کلي ڪچھريءَ ۾ سنڌ جو مسئلو ظل الاھيءَ جي سماعت ۽ باغين لاءِ سزا جي اعلان جو منتظر آھي. سنڌ جي صوبيدار رستم بيگ مرزا جو مراسلو پڙھڻ جي اجازت جو طلبگار آھيان!“

ماڻھن ۾ اوچتو ماٺ ٿي ويئي. ماڻھن تائين اھي افواھہ پھچي چڪا ھئا تہ سنڌ ۾ مغلن جا ڏينھن اچي پورا ٿيا ھئا، ۽ اھو ڏينھن پري ڪونھي، جڏھن مغلن کي ھزيمت ۽ شڪست کائي، سنڌ ڇڏڻي پوندي. سڄھو اسلامي حڪومت جي انھن باغين بابت خود شھنشاھہ جي واتان فرمان ٻڌڻ لاءِ آتا ھئا. شھنشاھہ ھٿ جي اشاري سان اجازت ڏني، ۽ اعتماد الدولہ مراسلو پڙھڻ شروع ڪيو:

”ظل الاھيءَ تي واضح ھجي تہ جڏھن کان اعليٰ حضرت شھنشاھہ ھند جلال الدين اڪبر جنت مڪانيءَ جي زور بازوءَ سان سنڌ کي مغل سلطنت اسلاميہ ۾ شامل ڪيو ويو آھي تڏھن کان سنڌ جي سرڪش باغين ڪيترا ڀيرا شورشون ڪري، سنڌ جي رعيت کي مملڪت تيموريہ جي فيضان کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي، ۽ هـر پيري سندن سرزنش ڪري ڪين ته، تيغ ڪيو ويـو آهي. پـر هن پيري ڪن نام نهاد عالمن جي چُرچ تي باغين وري شورش ڪئي آهي جنهن ڪي ظل الاهيءَ جي فرمانن موجب مڪمل طرح ختم ڪرڻ لاءِ اسلامي لشڪر جـي جانبازن مڪمل انتظام ڪيا آهن. پر بدبخت سنڌي ڪافي سخت جان ثابت ٿيا آهـن، ۽ اهو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو ته جيڪڏهن ترت ظل الاهيءَ جي ڪُمڪ نـه پهتي تـه سنڌين جـو فتنو خراب صورتحال اختيار ڪري سگهي ٿـو....“

سموري ميڙ تـي سـاٽ چانئجي ويئي. رعبدار لقبن القابن ۽ فارسي زبان جي مبالغي کان ماڻهو واقف هئا، ۽ هنن کي پهريون ڀيرو اهو احساس ٿيو ته سنڌ مغلن جي هٿن مان نڪرڻ واري هئي. جن اميرن ۽ سوداگرن جا سنڌ ۾ خاص مفاد هئا، تن جي منهن جو رنگ پيلو ٿيندو ٿي ويو، ۽ هو پاڻ ۾ سُس پُس ڪرڻ لڳا.

۽ پوءِ اعتماد الدوله آخري حصو پڙهندي چيو: ”اسين خاص طرح سان باغين جو هڪ سرڪردو اڳواڻ، حافظ بلال، جيڪو پاڻ کي عالم دين بـه سڏائي ٿو، خدمت اقدس ۾ موڪلي رهيا آهيون (جن لاءِ شاهي فرمان موجود آهي ته مٿس ظل الاهيءَ جي اجازت کان سواءِ هٿ نه کنيو وڃي)، ته ظل الاهيءَ جن پاڻ سندس سزا تجويز ڪن. ان کان سواءِ هي به گوش گذار ڪريون ٿا ته ظل الاهيءَ جا معتمد ۽ تابعدار ڪجهه ترخان امير پڻ سلطنت تيموريه لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪرڻ لڳا آهن، ۽ هنن خسرو خان چرڪس جي سربراهيءَ ۾ ميرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ شورش ڪرڻ جي جرأت ڪئي، تن کي پڻ سزا جي استحقاق لاءِ خدمت اقدس ۾ موڪليو ٿو وڃي!“

مراسلو ختم ٿيو ته شهنشاهه تخت تان اٿي بيهي رهيو. سمورن درٻارين جـو ساهه مٿ ۾ اچي ويـو. خاص طرح سان ترخان اميرن جو منهن لهي ويو.

”خسرو خان چرڪس، مرزا عبدالعلي ۽ سندس سمورن سائين کي هڪدم شاهي قلعي جي عقوبت خاني پهچايو وڃي، ۽ ڪين اهڙي

عبرتناڪ سزا ڏني وڃي، جو وري ڪنهن کي احسان فراموشيءَ جي جرأت نہ ٿئي!"

جهانگير جو آواز ڇهڪ جيان گونجيو. درٻارين ۾ سرگوشيون شروع ٿي ويون. اوچتو ملڪہ نورجهان بيگم اٿي بيهي رهي، ۽ شهنشاهہ کي ٻانهن کان وٺي، کيس وري آڻي تخت تي وهاريائين، ۽ کيس ڪَن ۾ ڪجهہ چيائين.

جهانگير هٿ مٿي ڪئي وري چيو: "ملڪہ جي سفارش تي اسين مرزا عبدالعليءَ جي ننڍيءَ عمر جي ڪري کيس معاف ڪريون ٿا. پر خسرو خان چرڪس جي سزا تي هڪدم عمل ٿئي!"

ڪجهہ سپاهي ڪٺهڙي ۾ بيٺل خسروخان چرڪس کي گهليندا درٻار کان ٻاهر وٺي ويا. اعتماد الدولہ هڪ چوبدار کي اشارو ڪيو. چار سپاهي ديوان عام جي ساڄي پاسي وارين دروازي کان هڪ قيديءَ کي وٺي آيا.

شهنشاهہ قيديءَ کي ڏٺو تہ وري اٿي بيهي رهيو، ۽ هن جي وات مان نڪتو: "بلال تون؟"

حافظ بلال ڪجهہ وقت شهنشاهہ سان اکيون ملائي بيٺو رهيو. ملڪہ نورجهان بہ حيرت مان هن شخص کي ڏسندي رهي، ۽ هن جي منهن تي ڪجهہ ڏسي، سندس هٿ تخت جي مٿين ۾ کُپي ويا. ان وقت هڪڙي چوبدار زور سان چيو: "بدبخت، جي سر جو خير گهرين تہ هڪدم قدمبوسيءَ لاءِ سجده ريز ٿي وڃ!"

حافظ بلال تي انهن لفظن جو عجيب اثر ٿيو. هن جي چپن تي هلڪي مرڪ ڦهلجي ويئي، ۽ هن وڏي آواز چيو: "جيڪڏهن ظل الاهيءَ جو حڪم هجي تہ هيءُ بندو الله کان سواءِ کيس بہ سجدو ڪرڻ لاءِ تيار آهي!" هن جي فارسيءَ ۾ اهڙي طنز هئي، جو خود مغل سردار ۽ ايراني درٻاري حيران ٿي ويا.

"تون درٻار ۾ گستاخي ڪري رهيو آهين، بلال! اسان کي قسم آهي ستن آسمانن جو تہ جيڪڏهن اسان کي تنهنجي پراڻي رفاقت جو خيال نہ هجي ها ۽ استاد محترم جو لحاظ نہ هجي تہ اسين

هينئر جو هينئر پنهنجي هٿن سان تنهنجي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيون ها! تو اسلامي حڪومت کان سنڌين کي بغاوت تي آماده ڪيو آهي، ۽ خدا جي خلق جي خون وهائڻ جو ذميدار آهين. اسين توکي ڪا سزا ڏيون، ان بدران تون پنهنجي پاڻ لاءِ سزا مقرر ڪر. اها رعايت اسين توکي ان لاءِ ٿا ڏيون، جو اسين تنهنجا دوست رهيا آهيون، هم-سبق رهيا آهيون، ۽ تون اسان جي استاد محترم جو فرزند آهين، جيتوڻيڪ تو هن جي فرزنديءَ جي توهين ڪئي آهي!“

شهنشاهه ڪاوڙ کان سهڪڻ لڳو هو: پنهنجي تلوار جي مٺئي تان هٿ هٽائيندي، وري وڃي تخت تي ويٺو.

”اي جلال‌الدين اڪبر جا پٽ، آءٌ پنهنجي هر بيان، هر ڪلام کي بسم‌الله الرحمان الرحيم سان شروع ڪرڻ جو عادي آهيان. پر اڄ دل ٿي چوي ته هيڙي دربار ۾ الله جو نالو نه ڪڍان، ڇوته هو بنهي جهانن جو پالڻهار ۽ رب العالمين آهي، پر هي جهان جتي مغل حڪمران هجن يقيناً هن جي نالي تي تهمت ٿيندي!“

حافظ بلال جي لفظن ۾ الائجي ڇا هو، جو دربار ۾ اهڙي ماٺ ڇانئجي وئي جو ڪنهن ڪنگهڪار ٿي ڪئي ته به ماڻهن کي ڌڪ ٿي لڳي، ۽ سڀني هن ڏانهن شوق ٿي نهاريو. ماڻهن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته لفظ هنن جي ڪنن بدران هنن جي دلين تي نازل ٿي رهيا هئا، ۽ انهن لفظن ۾ پيو ٻيو ڪجهه هو، جيڪو هو سمجهڻ کان قاصر هئا. ڇا اهو ڪو ٽيٽيءَ جو ڊپ هو؟ ڪو نئون عرفان هو؟ نئون ادراڪ هو؟ ماڻهو فيصلو نه ڪري سگهيا.

”ان ڪري الله جي نالي بدران شروع ڪريان ٿو سنڌ جي نالي سان جيڪا ڏاڍي مهربان آهي، جنهن جي مهر کان خدا تو جهڙن سمورن ماڻهن کي محروم رکڻ جي سزا ڏني آهي: جنهن جي ڌرتي ۽ جنهن جي مٽيءَ سان خود مٺي مُرسل کي جنت جهڙي ٿڌي هير گهُلندي محسوس ٿي هئي. ڪا نه ڳالهه هئي جو الله جي محبوب کي به سنڌ مان سڳند آئي هئي. ڪا نه ڳالهه آهي جو سمورن ظالمن کي ان مهربان سنڌ جي ٿڃ کان محروم رکيو آهي. ها، ظالم

سندس رت ضرور پيئندا رهيا آهن، پر هن کي سندس تيج ۽ مقدس ٻاڻي نصيب ئي نه آهي! افسوس آهي جهانگير ته تون هڪڙو شخص آهين جنهن لاءِ مون الله سائينءَ کان دعا گهري هئي ته توکي سندس شفقت ۽ مهر نصيب ٿئي، پر اها تنهنجي تقدير نه هئي. بيشڪ الله پاڪ سمورن انسانن جي تقدير کان واقف آهي ۽ هو نعمتون ۽ برڪتون انهن کي نصيب ڪري ٿو جيڪي ان جا مستحق آهن. تو ان جي بدران ٻين وانگر هن جو رت پيتو آهي. خدا توکي معاف فرمائيندو!

”۽ اي جهانگير، تنهنجي هڪڙي ٻي نه بدقسمتي آهي ته ظالم ۽ وحشي حڪومت کي تون اسلامي حڪومت سڏي، الله جي غضب کي دعوت ڏيندو رهيو آهين. ياد ڪر اهي ڏينهن جڏهن تنهنجو استاد محترم ۽ منهنجو سنڌي پيءُ توکي اهو سبق ڏيندو هو ته اسلام ڇا آهي، سلامتي ڇا آهي، عدل ڇا آهي، احسان ڇا آهي! مون ٻڌو آهي ته تو انصاف لاءِ ڪو گهنڊ به ٻڌايو آهي ته جيئن فريادي تنهنجي ضمير کي بيدار ڪري، توکان انصاف جا طلبگار ٿين!

”پر واقعي الله سائين ڪن ماڻهن جي دلين تي مهرون هڻي ڇڏيون آهن، سندن اکين تي پردا ۽ ڪنن ۾ تاڙيون وجهي ڇڏيون آهن. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته سنڌ جو فرياد ضرور ٻڌين ها! ياد رک ته سنڌ جي فرياد عرش کي ڪنبائي ڇڏيو آهي: ستن آسمانن ۾ اهو فرياد ٻُري رهيو آهي. فرشتا به الامان ۽ الحفيظ چوندا وتن انهيءَ فرياد کان ته متان الله جو قهر جوش ۾ اچي، هن سموريءَ ڪائنات کي ڀسم نه ڪري ڇڏي! پر نه ٻڌو ته تو نه ٻڌو، نه ٻڌو ته ظالمن، غاصبن، بدنيت مغلن، بي ضمير ترخانن نه ٻڌو! پوءِ آءٌ ڪيئن نه چوان ته تنهنجي دل تي الله جي طرفان مهر لڳل آهي!“

لفظ تتل شيهي وانگر سمورن ماڻهن جي روحن تي ڪرندا رهيا. گهڻن ماڻهن جي اکين مان، نه چاهيندين به لڙڪ لڙي پيا هئا. ڪن شهزادين جا سڏڪا به ٻڌڻ ۾ پئي آيا!

”رهي ڳالهه سزا جي! سو، مون ته پاڻ کي اڳي ئي سزا ڏيئي

چڙي. تو کي خبر ڪانهي ته سنڌي هجڻ ڪيڏي وڏي سزا آهي!
اسين سنڌي چوندا آهيون ته اسين ميڻ مان ٺهيل آهيون، ۽ ميڻ
بتيون بڻجي سموريءَ دنيا کي سوجهرو، پيار، عافيت، سچائي ۽ ماڻهپو
پهچائيندا رهيا آهيون. پر ان جي سزا اها آهي ته اسين سڙندا وڳهرندا
ٿا رهون. سو تون ڪهڙي سزا ڏيندين؟ ڇا ميڻ جيان وڳهرڻ کان
وڏي ڪا سزا آهي؟

”اسين سزا جا مستحق ته تڏهن کان آهيون، جڏهن کان اسان
۾ ماڻهپو آيو آهي. آءٌ، منهنجو بابو مرحوم ۽ ٻيا ٻــ ڪيترا برابر
وڏيڪ سزا جا مستحق آهن، جو اسان اهو سمجهيو ته قنڌاري بگهڙن،
ارغونن ۽ ترخانن جــي مقابلي ۾ مغل چڱا آهــن ڇـو جو هو شايد
وڌيڪ تهذيب يافته آهــن يـا شايد ان ڪري جو جلال‌الدين اڪبر
جي پيٽ ۾ سنڌوءَ جو پاڻي پيو هو. ان جي سزا اسان کي ضرور ملڻ
گهرجي ته اسان بگهڙن جي سوٽن ماساتن کي بگهڙ نه سمجهيو. اسان
کي سزا ضرور ملڻ گهرجي تــ اسان شاهه بيگ يا مرزا محمد باقيءَ
کان جلال‌الدين اڪبر ۽ سليم جهانگير کي بهتر سمجهيو جيتوڻيڪ
ٻنهي ۾ ڪوبه فرق ڪونه هو. شاهه بيگ جي چولي ۾ جلال‌الدين
اڪبر آيو ۽ مرزا باقيءَ جي چولي ۾ جهانگير ويٺو آهي!“

ماڻهن جو ساهه روڪجي ويــو. اکر وڄ جيان کنوندا ويا،
هنن جي روح کي لهسائيندا ويا. عجيب ڳالهه اها هئي ته ڪنهن کي
بـــ ڪاوڙ نـــ ٿي آئي. شرمساريءَ جو هڪڙو عجيب احساس هو
جيڪو ڪنهن ڪوهيري جيان ماڻهن کي ويڙهيندو ويو.

”تون چوندين ته آءٌ انصاف ڪونه ٿو ڪريان! ممڪن آهي
ته ائين هجي. شاهه بيگ سنڌي نياڻين جا ٿڻ ڪپايا، مرزا باقيءَ سنڌن
سٿڻن ۾ ٻليون وجهايون، ۽ جهانگير ٻئي ڪم ڪيا: هڪ ئي وقت
سنڌن ٿڻ ڪپايا ۽ پوءِ سندن چولن ۾ رت ڇنڊڻ لاءِ جهنگلي ٻليون
وجهايون! مرزا باقيءَ سنڌين کي هاٿين جي پيرن هيٺان چيٿاڙي ماريو:
جهانگير سنڌين کي ٻن شهزور گهوڙن جي پڇن ۾ ٻڌي چيرائي ڇڏيو!
ارغونن ۽ ترخانن سنڌين کان عشر ۽ خمس جي نالي ۾ ڦرلٽ ڪئي،

۽ هاڻ جهانگير سنڌين سان عدل جي ناليءَ ۾ اڏو اڏ جو حصيدار آهي.

”ارغونن ۽ ترخانن سنڌين کي زوريءَ فارسي تي پڙهائي ته سنڌي بہ سنڌن اسلام جي خدمتن کي سمجهي سگهن. گهٽ ۾ گهٽ هنن سنڌي پڙهڻ کان منع ڪانہ ڪئي. مغلن سنڌي پڙهڻ کي ڪفر جو درجو ڏيئي، سنڌي مدرسن کي ئي بند ڪري ڇڏيو آهي. جيڪي مدرسا باقي آهن، تن جا مهتمم مون وانگر جهانگير جي دربار ۾ سزا لاءِ پيش ٿين ٿا تہ اسين مملڪت اسلاميہ تيموريہ خلاف سنڌين کي بغاوت لاءِ ٿا اڀاريون! ارغونن فارسي نہ پڙهڻ تي اسان جون زبانون ڪـي وڍيون، ۽ جهانگيري عدل ۽ انصاف تحت اسان جون زبانون سنڌي پڙهڻ جي ڏوهہ ۾ ڪپيون ٿيون وڃن!

”ها، برابر، ممڪن آهي تہ آءٌ مغلن سان انصاف نہ ڪندو هجان! اهو انصاف مون جهڙن بد بختن اڳي بہ ڪونہ ڪيو ۽ اسان مغلن کي ارغونن کان بهتر سمجهيو جيتوڻيڪ هو شايد انهن کان بهتر نہ پر بدتر هئا! سو ان ڏوهہ لاءِ بہ اسين سزاوار آهيون.“

دربار تي سڪوت ۽ سناٽي جو عالم هو. سيني جي دل ۾ هو تہ جهانگير هن کي چو نٿو خاموش ڪرائي. ساڳئي وقت سندن دل جي هڪ ڪنڊ ۾ اها آرزو هئي تہ هو ڳالهائيندو رهي، سندن روحن کي ايئن ئي سنگسار ڪندو رهي.

”اي هندستان جا بادشاهہ، تون اسان کي ان کان وڏيڪ ڪهڙي سزا ڏيندين تہ اسين تنهنجا غلام آهيون. غلامي سڀ کان بدصورت، سڀ کان سنگين سزا آهي. جيڪڏهن اعتبار نہ اچئي تہ هنن حبشين کان پڇي ڏس، هنن ڪنيزن ۽ ٻانهين کان پڇي ڏس! سندن روح ۾ ايڏا زخم آهن، جو جيڪڏهن ڪڏهن هو بيدار ٿيا تہ اوهان مان هڪڙي هڪڙي مغل کي، هڪڙي هڪڙي ارغون ۽ ترخان کي، ايئن چيري ڦاڙي ڇڏيندا، جيئن تيمور، بابر، شاهہ بيگ ۽ ٻين هنن جي ابن ڏاڏن کي چيريو ڦاڙيو هو! ڇو تہ انهيءَ ڏينهن کان جڏهن غلامن ۾ غلاميءَ خلاف نفرت جوجبل ڦاٽي، سندن روح کي ڏاري، ائيون ڪري ڇڏيندو!

”سنڌين جي روح ۾ به هاڻي پرندڙ جبل ڦاٽي پيو آهي. سنڌن روح اڻا اڻا ٿي ويا آهن. سنڌي جيڪي ماڪيءَ کان مٺا ماڻهو هئا سي اڄ زهر کان به وڌيڪ ڪڙا ٿي پيا آهن. سنڌي، جن سچيءَ انسانذات کي تهذيب سان نوازيو هو، سي اڄ غير مهذب ٿي رهيا آهن. سنڌي، جن کي پيار کان سواءِ ٻئي ڪنهن جذبي جي ڄاڻ ڪانه هئي، تن ۾ هاڻ نفرت جا اوڙاهہ دکي پيا آهن. سنڌي، جيڪي هر آئي جو آدرڀاءُ ڪندا هئا، سي هاڻ پنهنجن کان به ڇرڪڻ لڳا آهن. سنڌي هاڻ غلاميءَ مان اهڙا عاجز ٿيا آهن جو ڪنهن به نالي تي غلامي قبول نہ ڪندا، پوءِ ڪٿي اها غلامي اسلام جي نالي ۾ هجي يا ويندي الله جي نالي ۾! هنن لاءِ هاڻ هر ڌاريون اوپرو آهي. هو هاڻ ڪنهن جي لاءِ به مهر ۽ چڱائيءَ جا جذبا رکڻ جي عياشي نٿا ڪري سگهن: هاڻ هو انسانن منجهان محض ساهوارا بڻجي رهيا آهن— ڇا انهيءَ کان ڪا وڏي سزا ڪنهن قوم کي ڏيئي سگهجي ٿي!

”۽ جهانگير، آءٌ نہ رڳو تنهنجو باغي آهيان، پر هر ڌارئين جو باغي آهيان جيڪو سنڌ کي غلام بنائڻ جو سوچيندو: آءٌ ان اسلام جو به باغي آهيان جيڪو مغل- اسلام جي نالي ۾ خدا جي خلق سان بيداد ڪندو وتي. سو آت، پنهنجي، جهانگيري عدل جو مان رک، موں کي سزا ڏي. ڪهڙي سزا تجويز ڪندين منهنجي لاءِ؟ آءٌ واجب‌القتل تہ ان ڏينهن کان آهيان جنهن ڏينهن کان سنڌي هجڻ جو احساس موں ۾ ڪَرَ موڙي جاڳي پيو هو. پر قتل تہ نهايت معمولي سزا آهي. منهنجو موت تہ پاڻ منهنجي لاءِ ڇوٽڪارو ثابت ٿيندو. هي منهنجون اکيون، هي منهنجو روح هاڻ وڌيڪ وقت سنڌ کي غلام ڏسڻ نٿا گهرن، سو اها تہ تنهنجي موں مٿا نيڪي ۽ احسان ٿيندو جيڪڏهن موں کي موت جي سزا ڏين: منهنجي رڳو هڪڙي آخري خواهش آهي، روح جي آرزو آهي، منهنجي سموري وجود جي التجا آهي تہ موں کي سزا ڏي، موت جي سزا، پر هتي نہ! موں کي سنڌ جي ڌرتيءَ تي ڦاسي تي ٽنگاءِ! ايئن مرزا باقيءَ آخوند صالح کي ڦاسي تي ٽنگيو هو! گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي ڌرتيءَ جي

هنج ۾ ملنديم: مرڻ وقت ماءُ جيجل جي هنج نصيب ٿئي ته ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو بابرڪت موت ٿي سگهندو! سو سيگهه ڪر، متان.... متان....!“

ماڻهن ڀوءِ هڪڙو سڏڪو ڀڏو. هنن ائين محسوس ڪيو ڄڻ ته آسمان کان سڏڪو نڪري ويو، ڄڻ ته خدا کان سڏڪو نڪري ويو هو! ماڻهن کان اوڇنگارون نڪري ويون. ڪيتريون شهزاديون ۽ اميرزاديون منهن ويڙهي، اندر طرف ڀڄيون. ۽ ڀوءِ ماڻهن ڏٺو ته جهانگير آئي بيٺو: هن جي اکين ۾ لڙڪ هئا. هو به سڏڪا ڀري رهيو هو، ۽ هيٺ لهي هن ڪٽي حافظ بلال کي ڀاڪر وڌو.

”بلال، اسان کي معاف ڪر! اسان کي خبر نه هئي ته اسين ايڏا بدبخت آهيون. اسان پنهنجي مَنَ مستيءَ ۾ اهو سمجهندا آياسون ته اسان رعيت کي امن ۽ سلامتي ڏني آهي، پر اسين برملا اعتراف ٿا ڪريون ته اسين تنهنجا ڏوهاري آهيون، اسين سنڌ جا ڏوهاري آهيون. اسين سواءِ ان جي ٻيو ڇا ٿا ڪري سگهون ته سنڌ کي آزادي ڏيون. اعتمادالدوله، هڪدم فرمان جاري ڪيو وڃي ته عيسيٰ خان ثاني سيوهڻ مان هڪدم نڪي ڀڄي، سنڌين ۽ اسان ۾ صلح ڪرائي، ۽ رستم بيگ پنهنجي فوج سان لاهور ڀڄي، ۽ حافظ بلال جنهن لاءِ چوي، سنڌ جي صوبيداري ان جي حوالي ٿئي!“ ❋

وريام جي روح ۾ ڪهرام متل هو: هن ائين محسوس ڪيو
ڄڻ هو ٻن شهزور گهوڙن جي وچ ۾ ٻڌل هو ۽ ٻئي گهوڙا هڪ ٻئي
جي ابتڙ ڇڪي هن کي چيري ٻه اڌ ڪري رهيا هئا. هڪڙي طرف
سنڌ هئي، ٻئي طرف نوري هئي. سنڌ کي هن جي ضرورت هئي، پر
نوريءَ کي به ته هن جي ضرورت هئي! متان مون کي ته نوريءَ جي
ضرورت ڪانهي؟ اهو سوال هن جي ذهن ۾ ونڪپ جيان ڏنڊڻ لڳو!

هو تهخانا ٽپندو، محل سراءِ جي هيٺان اچي پهتو هو.
جيڪڏهن محل اندر پهچي به ويو تڏهن به نوريءَ کي الائجي ڪٿي
رکيو هوندائون. هڪڙي پهريدار کان خنجر جي نوڪ تي هن سڀ
پار پتا ته پڇيا هئا پر مغل محلسراءِ کي اندران هن ڪڏهن ڏٺو
ڪونه هو، پر وري به دل کي اهو ڏڍ ڏيندو رهيو ته اندن وچي ملتان
لڌو، سو آءٌ به پنهنجي منزل تي ضرور رسندس. پنهنجي پويان هلڪو
ڪڙڪو ٻڌي، هو چپ هٽي بيهي رهيو. ڪا ڪنيز پنهنجي پارسان
سرگوشيون ڪري موٽي رهي هئي. اهوئي موقعو هو، هن سوچيو.
هو ٻليءَ پير هلندو اچي مٿانئن ڪڙڪيو. ڪنيز جو ساهه سڪي
ويو. ”آقا، رحم، خدا جي واسطي مون تي رحم ڪر!“

”ڊچ نه، آءٌ تو کي ڪو به ايذاءُ ڪونه ڏيندس. رڳو مون کي
سنڌي ڪنيز جي حجري تائين پهچائڻ ۾ مدد ڪر!“

ڪنيز گهڙيءَ لاءِ دل ۾ هنيو، پر پوءِ پنهنجي پويان اچڻ
جو اشارو ڪري اڳيان ٿي. ڪيترائي مرحلا ٽپي، هو هن کي نوريءَ
جي حجري تائين وٺي آئي.

”هاڻ ته مون کي ڇڏ. اهو خنجر ته هٽاءِ!“ ڪنيز منٿ
ڪندي چيو.

پر هن ڪو هٿ جي اشاري سان ڪمرس اندر هلڻ جو اهڃاڻ ڏنو. سامهون پلنگ تي ڪا زائفان اڇي چادر تاڻيو ستل هئي، ۽ هڪڙي ڪنيز نماز پڙهي رهي هئي. هن کي ڏسي، هن سلام ورايو. هن جي اکين ۾ اٿاهه درد جو دريا ڇوليون هڻي رهيو هو. لڙڪ سندس ڳلن تي سڪي ويا هئا.

”وريام، تو کي ڏاڍي دير ٿي وئي!“ هن مصلي تان اٿندي چيو.

”ڇو؟ ڇا ٿيو؟“ هن ڪجهه نه سمجهندي چيو.

هوءَ ٻه قدم کڻي پلنگ تائين آئي، ۽ نوريءَ تان چادر هٽائي ڇڏيائين. وريام نوريءَ ڏانهن ڏٺو: ان مرڪ کي ڏٺو، جيڪا هن جي چپن تي برف جيان ڄمي وئي هئي. هن سندس بند اکين ڏانهن ڏٺو. هن ايئن محسوس ڪيو ڄڻ ته جيئن ٿيڪ هن جون اکيون بند هيون پر هوءَ ڪيس ڏسي رهي هئي، ۽ سندس اکيون ڪاليل هجڻ جي باوجود اڌ کليون هيون. هن جي روح اندر ڪا شيءِ ڀڄي ڀورا ڀورا ٿي وئي، ۽ هو گهڙيءَ لاءِ پلنگ جي ڪنڊ تي ويهي رهيو.

”هن جي آخري خواهش اها هئي ته تون سنڌ موٽي وڃ، سنڌ کي تنهنجي ضرورت آهي. چيائين، چنجانس ته سنڌ کي پرتين!“ هن اکيون کڻي ڪنيز جي منهن ۾ نهاريو، جنهن جي اکين ۾ درياهه وهي هليو هو.

”۽ ٻڌ وريام: مغلن تي ڪڏهن اعتبار نه ڪجانءِ! نوريءَ جو سنهن آهي تو کي، مغلن تي اصل ڀروسو نه ڪجانءِ، متان نوريءَ کان پوءِ سنڌ به وڃائي ويهين!“

هو اٿيو. چوطرف هن کي هر شيءِ مان نوريءَ جي مرڪ ابهاڪا ڀائيندي نظر آئي. هن کي پنهنجو احساس پاڻ سمجهه ۾ نٿي آيو. نوريءَ جي مرڻ جو اعتبار ڪرڻ هن جي وس کان به ٻاهر هو. هن کي اعتبار نٿي آيو ته انهن اکين ۽ انهيءَ مرڪ وارو ماڻهو ڪو لاش به ٿي ٿي سگهيو. پر هن نوريءَ جا لفظ سڃاتا. ”- تڏ کي پرتين!“

هن جي روح جي رڻ ۾ درد جا ٿوهر ڄمي پيا. هن جون اکيون به ٻوسرڻ لڳيون پر هن کين منع ڪري ڇڏي. ”نه، روئڻو نه

آهي!" اکين جو روچ ٻاهر اچڻ ٻدران هن جي روح ۾ وڙڻ لڳو.
"نه، روئڻو نه آهي!"

۽ جڏهن شاهي قلعي جي دروازي تي پهتو ۽ پنهنجي همراهن
سان مليو ته رکو ايترو چيائين: "هلو ته هلون: اسان جي ڌرتيءَ
ڏانهن جتي جنگ اسان جو انتظار ڪري رهي آهي." ❋

سنڌ ۾ گلابن جي موسم هئي. ڪٽڪون پچي راس ٿيون هيون. سنڌ جا مٺا پڪي ٻير سنڌ واسين وانگر سرها هئا: ڇڇ ڇڇ لاٿي ڏني هئائون. ڪونجن جون قطارون ڪنهن ڏورانهين ديس لاءِ آسهيون هيون. وڻن تي ٻُور ڏسي منجهي پيون هيون، ۽ سنڌ جي سهڻي آڪاس ۾ پني ڦيريون پاتائون. سنڌ سڄي ڦلارجي پئي هئي. ماڻهن ۾ عجيب اڙٻنگ جذبا ۽ اڌما جاڳي پيا هئا. مغلن جتان ڪٿان ڦرڙ ٻڌڻ شروع ڪيا هئا. دريا جي پيٽ ۾ ٻه ٻيڙا لهوارا اچڻ بدران اوڀارا چڙهڻ لڳا هئا. انهن کي ڪنهن ٻه ڪجهه نٿي چيو. جيڪي قافلا اتر پئي ويا، تن کي ٻيهر ڪنهن ڪجهه ڪونه ٿي چيو. نٿي ۾ مغل سوداگرن پنهنجو مال ۽ مڏيون وڪڻڻ لاءِ سنڌين سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. پر سنڌي اهو سودو ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. ڪن ترخانن کي ڪوڙيون سوديون هيون. الائجي ڇو ترخان به ڍلا ڍلا هئا. سنڌين کي سامهون اچڻ کان لهرائڻ لڳا هئا. نٿي ۾ افواهه هلي رهيا هئا ته رستم بيگ کي به ڪوچ ڪرڻ جو فرمان مليو آهي.

ساموئيءَ جي ميدان ۾ ٻيهر مغل ڇانوڻين ۾ ٻنهه ماٺ هئي. انهن تي پانيو چڙ ته هو دل مَن هڻي رهيا هئا ته سنڌين کي صلح جي آڇ ڪجي يا نه. سنڌين ايترو نقصان ٿيو هو، جو وڏيڪ ماڻهو مارائڻ به اجايو هو. ڳالهه رڳو اها هئي ته جيڪڏهن لشڪر پوئتي موٽ ڪاڏي ته سنڌي نٿي تائين ڪين لڏندا ويندا. هنن هڪ ڀيرو ايلچي موڪلي خبر چار وٺڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته سنڌي ڪهڙن شرطن تي صلح ڪندا. آنان فقط هڪڙو جواب ٿي آيو. ”مغل سنڌ ڇڏي وڃن. رستم بيگ مغل سلطنت پاران آڻ مڃي ۽ شڪست کي تسليم ڪري!“

ساٿون ھڪ ڀيرو وري سموري ميدان جو چڪر ھڻي آيو. ھن جي ڏاڙھي وڏي وڌي ھئي؛ ھن کي سونھاري ڏاڍي ٺھي ٺھي. ھمراھن کي ساٿس رڳو اھا شڪايت ھئي ته ھن کي ھفتا ٿي ويا ھئا پر آرام نٿي ڪيائين، نه ئي ھڪ ھنڌ ٽڪي ڪي ٻه گھڙيون. ٿي ڪاڏا اٿين، ھڪڙي چيڙي کان ٻئي چيڙي تائين ويندو ايندو ٿو رھي.

”يار، ايئن ته تون پاڻ کي اڳھو ڪري وجھندين!“ يارل کيس منٿ ڪندين چيو ھو.

”ادل، ھاڻ اڳھائيءَ جو وقت ويو؛ ھاڻ ته سنڌ سگھي ٿي آھي، سو آءٌ ڪٿي ٿو اڳھو ٿيان!“ ھن کلي ڳالھه ٽاري ٿي ڇڏي.

اڄ به جڏھن سنگت گڏ ٿي، ته پھرين سيڻي اھائي ڳالھه ڪئي. پر ھو وري به لنوائي ويو. ”اڄ ته سنڌ جي ڳالھه ڪريون. سيڻائي ڏٺو ويندو! منھنجي صلاح آھي ته ھاڻ مغلن ۾ دم نه رھيو آھي. ڏڪو نغارو وڄائي، مٿن حملو ڪريون ۽ آخري فيصلو ٿي وڃي!“

سيڻي جي اھا راءِ ھئي، ۽ فيصلو اھو ٿيو ته ٽاڪ منجھند جو جڏھن سج نيزي تي اچي، تڏھن نوبت وڄائجي. اڳيان ساٿون جو جٿو ھوندو، جنھن ۾ ھزار کن ھمراھ ھوندا. کاٻي ساڄي کان پيا جٿا ھوندا. پر پٺ خالي نه ڇڏبي. اتي وارا ھمراھ سامھون تيار رھندا متان.... متان ترخان ڪا حرڪت ڪن.

ھو اڃا اٿڻ تي ھئا ته گھوڙي جي ٽاپڙ ڪنن تي پيو. سنڌن ئي خابرو ھو.

”جيئي سنڌ!“

”سدا جيئي!“

”جيئندا، ڏي خبر!“

”ساٿون، ڳالھه سمجھه ۾ نٿي اچي پر مرزا عيسيٰ ترخان ثاني لشڪر سان پيو اچي. اڌو اڌ ترخان آھن، ٻيو اڌ مغلن جو اھي. ترخان سيوھڻ کان لٿا آھن. مغل ٻکر جا ٿا ڏسجن!“ جيئندي ٻڌندي چيو.

"انهيءَ ۾ سمجهه ۾ نه اچڻ واري ڪهڙي ڳالهه آهي. ترخانن سمجهيو آهي ته مغل پورا ٿيا پيا آهن. سنڌين ۾ شايد وڙهڻ جو دم ڪونه رهيو هوندو. سو موقعو اهوئي آهي ته سنڌ تي وري قبضو ڪريون!"

"سو ته برابر، پر...." جيئندو وري به منجهي پيو.

"پر ڇا؟...." ساٺوڻ ٿورو ورچي چيو.

"جهنڊو اچــو ڦڙڪائيندا اچــن، ۽ حافظ بلال گڏ اٿن!"
جيئندي کي اڃا به پنهنجي ڳالهه تي يقين نٿي آيو.

"هان! سو وري ڪيئن؟" سيني ڪان دانهن نڪري ويئي.

"ٻيلي، ڳالهه ته ڏاڍي ڳري ٿي. پر خير، نورل ٻوڏيون محاذ مضبوط رکجو. اڳيئين محاذ مان به پنج هزار ڪن همراهه پوئين محاذ تي موڪلجو. اصل ڪنهن به قيمت تي، عيسيٰ ترخان جا ماڻهو پنهنجو سنڌو نه ٽپن: جيڪو ٽپي، سو وري جيئرو نه موٽي!" ساٺوڻ سختيءَ سان چيو.

هو به منجهي پيو. حافظ بلال تي شڪ ڪرڻ تي هن جي دل اصل مڃي ئي نه. پر حقيقت اکين ۾ پئي گهوريو. هن نئڙي سنڌ جي مٽيءَ مان ٻُڪ ڀري، ڪيس چمي، پنهنجي وارن ۾ وهائي ڇڏيو.

"الله سائين، منهنجي مٽيءَ سنڌ کي امان ۾ رکجانءِ!"

ٿوري دير به ڪانه گذري ته حافظ بلال به اچي لٿو. ساٺوڻ ڪا گهڙي سندس اکين ۾ نهاريندو رهيو. سندس اکين مان اعتبار هليو ويو هو. هو اڳتي نه وڌيو ته حافظ بلال جي دل روئي ڏنو.

"ساٺوڻ، ڀائو، مون ۾ ٿو شڪ آئين؟" حافظ جي روح مان رڙ نڪري وئي.

"حافظ، معاف ڪجانءِ، پر هاڻ اسين اتي پهتا آهيون، جتي ٿوري چُڪ به سنڌ کي وري غلام بڻائي ڇڏيندي! سو پلاڻي ڪري، ٻڌاءِ ته تون مغلن ۽ ترخانن سان ڪيئن؟" ساٺوڻ ڪوشش ڪئي ته رکو نه ٿئي. پر رکائيءَ کي روڪي نه سگهيو.

"آفرين آهي توتي، ساٺوڻ! آءٌ تو کي ميار ڏيان ته شل ڪنو

ٽي مران.... تنهنجو شڪ بجا به آهي، ۽ ضروري به آهي....! پر...."

پوءِ هن سڄي سٽ کي سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي.

"عيسيٰ خان رڳو مرزا رستم بيگ کان سنڌ اسان جي حوالي ڪرائڻ جو پروانو لکائي ڏيندو. لشڪر هن ان ڪري آندو آهي ته متان مغل شهنشاهه خلاف بغاوت ڪن جڏهن قندار ۾ ٽيو هوا!"

اڏوانڌ ماڻهن آڻي حافظ کي ڀاڪر وڌا. پر الائي ڇو ساڻون جي ڀاڪر ۾ اها گرمجوشي ڪانه هئي.

"تون چئين ٿو ته پوءِ اعتبار ڪرڻو ٿو پوي!" ساڻون اڃا به بي‌دليو ٿي چيو.

صلاح اها ٿي ته ڏهاڪو همراهه ساڻون ۽ حافظ بلال سان گڏجي، اڏ پنڌ تي رستم بيگ ۽ مظفر خان وارن سان گڏجاڻي ڪندا. عيسيٰ خان ترخان جي اڳيان رستم بيگ سنڌ جو پروانو لکي ڏيندو. ساڻون سنڌ ڀاران مغلن کي امان ڏيڻ جو پروانو ڏيندو. پوءِ مغل لاهور وڃڻ جون تياريون ڪندا ۽ عيسيٰ خان ترخان مغلن سان گڏجي موٽي ويندو. ساڻون پنهنجا همراهه چونڊي، ڀورو ٽپي مٿي آيو ته هڪڙي پاسي کان رستم بيگ ۽ مظفر خان ٽي آيا ته ٻئي طرفان عيسيٰ خان پنهنجي جهنڊي سان ڪجهه ماڻهن سان ٻئي آيو.

سلام دعا کان پوءِ ڳالهيون هليون. ساڻون جو چوڻ هو ته مغل ٺٽي موٽي نه وڃن. رستم بيگ جو چوڻ هو ته مغلن جا مال ملڪيتون ٺٽي ۾ هيون، انهن کان سواءِ هنن جون حويليون به هيون، سندن حرم ۽ ڪنيزون هيون، تن کي پويان ڪونه ڇڏيندا. ڳالهه ته برابر جائز هئي، پر ساڻون اصل نه مڙيو. نيٺ عيسيٰ خان وچ جو رستو ڪڍيو ته مغلن جا فقط ٻه دستا ٺٽي ويندا، ۽ عيسيٰ خان جا لشڪري کين قافلن ٺاهڻ ۾ مدد ڪندا.

"اوهان جا گهڻا لشڪري ويندا ٺٽي؟" ساڻون عيسيٰ خان کان پڇيو.

عيسيٰ خان ساڻون جي گهور کان اکيون بچائيندي چيو:

"گهڻا نه، فقط جيترا ضروري هوندا: اڃهو هيترا....!"هن هڪ طرف

اشارو ڪيو.

هن جي ان اشاري تي هزار کن ترخان گهوڙيسوار، ڀالا هٿن ۾، برق رفتاريءَ سان هنن ڏانهن وڌندا آيا. حافظ گهوڙن جي ٽاپڙ ٽاپڙ ٻڌي، اٿي بيهي رهيو ته، سامهون هڪڙي ترخان ڀالو سندس پيٽ ۾ ٽنبي ڏنو. مغل ۽ ترخان سنڌين تي ڀالا تاڻي بيهي رهيا.

ساوڻ اڃا ڪجهه فيصلو ڪري، ان کان اڳ ٻئي پاسي کان ويهارو کن سنڌي گهوڙن تي نمودار ٿيا. هڪڙو ڀالو هنن جي اڳين اڳيان رستم بيگ جي سيني ۾ ٽنبجي ويو، ۽ هو دانهن ڪري ڪري پيو.

”ساوڻ، پاڻ سان دولاب ڪيو اٿن.... سنڌ تي قربان ٿي وينداسون پر سنڌ کي مغلن يا ترخانن وٽ وري غلام بڻجڻ نه ڏينداسون....!“ وريام رڙ ڪئي.

هڪڙو ٻيو ڀالو عيسيٰ خان ترخان جي نڙگهٽ ۾ کپي ويو. ساوڻ ۽ سندس همراهه به هٿيار ڪڍي پنهنجي سامهون بيٺل مغلن ۽ ترخانن سان مقابل ٿيا. مغلن سمجهيو هو ته ترخان شهسوارن کي ڏسي سنڌي هيسجي ويندا. پر هيلوڪا سنڌي هيسجڻ وارا ڪونه هئا.

ساوڻ کي ڇڻ نه جڻ پنجي ويو. هن جو ڀالو ايئن ٿي ڪڙڪيو ڄڻ ته منجهس ڪنوڻ لهي پئي هجي. ساوڻ جا همراهه به مڃيل جنگجو هئا. وريام ۽ سندس همراهن کي ڏسي، هنن جي دل ٻڏي ٿي وئي. ترخانن جا شهسوار جيسين ٻچڻ تنهن کان اڳ رستم بيگ ۽ عيسيٰ خان سان آيل سورا مغل ۽ ترخان ڪري پيا هئا. وريام سنڌين جي سائين کي ٻيلهه چڙهڻ جو اشارو ڪري، گهوڙن کي موڙو ڏنو. هرڪو سنڌي وريام جي ڪنهن نه ڪنهن ساٿيءَ جي گهوڙي تي ٻيلهه چڙهي پيو، ۽ پوءِ ترخان سوارن جي نظرن جي اڳيان هو ڊوڙو لهي ويا.

هو اڃا ٻه ٻجي پاسي ٿيا ته جنگ جي نوبت وڄي.

”ساوڻ، آءٌ ته ٻڪو فيصلو ڪري وڃهون. تون مغلن وارو پاسو سنڀال، آءٌ پوئين پاسي ترخانن کي ٿا پڄون. هونئن ئي لاٻارن

جا ڏينهن وڃها آهن!"

"بسم الله، داہر بسم الله: جيئي سنڌ، جيئرا رهياسون ته آزاد سنڌ ۾ ساهه کڻنداسون، نه ته پرتاسون سنڌ کي!" ساڻون حجت ڪري چيو.

۽ پوءِ رڻ ۾ راڙو ٿيو. سنڌي هڪ پاسي مغلن سان وڙهيا ته ٻئي پاسي ترخانن سان. ساڻون، وريام، نورل، جکرو، جيوڻ، بارل، سنگهار تماچي ۽ سوين هزارين سوڍا ايئن ٿي وڙهيا جڻ ته جيڪڏهن اڄ نه وڙهيا ته پوءِ ڪلهاب ٿي پوندا. مغل ۽ ترخان ايئن ٿي ڪريا جڻ ته منجهن لابارو پئجي ويو هو....

۽ پوءِ سج لهڻ تي سڄو آسمان خون جو رنگ وٺي بيٺي رهيو: ان شفق ۾ سنڌ جو ست رنگو انبلئي جهنڊو ايئن ٿي جهولبو چڻ ته سنڌين آسمان تي جهنڊو کوڙي ڇڏيو آهي. ❋ ❋

## نيو فيلڊس جا جلد ايندڙ ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ٠١ | ڀڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج |
| ٠٢ | ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گھاٽي (شاعري) | شيخ اياز |
| ٠٣ | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاه |
| ٠٤ | رات وچ ۾ (ناول) | برٽ هاليڊي/فضل احمد بچاڻي |
| ٠٥ | جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| ٠٦ | وڄون وسڻ آيون (شاعري) | شيخ اياز |
| ٠٧ | انقلابي ماءُ | مترجم: آزاد قاضي |
| ٠٨ | پاپ ۽ پيڙا (ناول) | رشيد ڀٽي |
| ٠٩ | ماستريائي (ناول) | مترجم: نجم عباسي |
| ٠١٠ | شاه لطيف جي شاعري (ڀاڱو I، II ۽ III) | تنوير عباسي |
| ٠١١ | اک سور (ناول) | رابندرناٿ ٽئگور |
| ٠١٢ | سورن سانڊياس (ناول) | وڪٽرهيوگو/فضل احمد بچاڻي |

## پڙهندڙن لاءِ خوشخبري

نيوفيلڊس پبليڪيشنس جا هڪ ئي وقت گهٽ ۾ گهٽ ٥١ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ٣٠ فيصد رعايت. ١٠ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ٢٠ فيصد رعايت. ۽ ٥ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ١٠ فيصد رعايت ڏني ويندي. ڪتابن جي لسٽ يا معلومات گهرائڻ لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي.

---

شيخ اياز جو تازو شايع ٿيل ڪتاب

### ”راج گهاٽ تي چنڊ“

انقلابي شاعري تي مشتمل ڪتاب. ابراهيم جويي جو لکيل مهاڳ-خوبصورت ٽائيٽل کان علاوه ڇهن رنگين اسڪيچز سان سينگاريل-اڇي ڪاغذ تي ڇپيل-صفحا-٢٦٠-قيمت: ڪچي جلد سان -/٤٠ رپيا، پڪي جلد سان -/٦٠ رپيا.

جلد شايع ٿي رهيو آهي
هڪ اهڙو ناول
جنهن جا ٻه ايڊيشن
شايع ٿي چڪا آهن
ليڪن ان جي گهرج
اڄ به تمام گهڻي آهي
هڪ تاريخي، اڻ وسرندڙ ساڃهه
جهڙو ناول

# پڙاڏو سوئي سڏ

مصنف: سراج

اڇي ڪاغذ تي ڇپيل- ٢٨٨ صفحن تي مشتمل- بهترين ڇاپڻ ڪان
مختلف ٽائيٽل- قيمت -/٤٠ رپيا

## شيخ اياز جو نئون ڪتاب

# ٻڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي (شاعري)

ان ڪتاب ۾ ابراهيم جويو جو طويل مهاڳ لکيل آهي.
اڇي ڪاغذ تي ڇپيل ۲۰۰ صفحن تي مشتمل- خوبصورت ٽائيٽل.
جلد شايع ٿي رهيو آهي

## ڪربلا ۽ جلاوطن
## کان پوء
## نورالهديٰ شاهه
## جو نئون ڪتاب

# رڻ ۽ رڃ جو اتهاس

جلد شايع ٿي رهيو آهي

## فضل احمد بچاڻي
## جو ترجمو ڪيل هڪ اهڙو ناول
## جيڪو پڙهڻ شروع ڪرڻ کان پوء
## ختم ڪرڻ کان اڳ- ڇڏڻ تي
## دل نه چوندي

# رات وچ ۾

جلد شايع ٿي رهيو آهي

## نيو فيلڊس جو شايع ڪيل پلاٽينم جوبلي ڪتاب

# "موتي جي مهراڻ جا"

### مرتب: فيروز احمد

هن ڪتاب ۾ ۴۸ مشهور هند ۽ سنڌ جي ليکڪن جون هڪ هڪ صفحي جيڏيون خوبصورت تصويرون، تعارف ۽ لکڻيون شامل آهن.

جهڙوڪ: شيخ اياز، ع.ق.شيخ، جمال ابڙو، محمد ابراهيم جويو، شيخ حفيظ، سراج، محمد عثمان ڏيپلائي، سوڀوگيانچندائي، علي احمد بروهي، غلام علي الانا، غلام رباني، رسول بخش پليجو، اياز قادري، رشيد ڀٽي، تنوير عباسي، ماهتاب محبوب، بشير موريائي، امر لعل هنڱوراڻي، نجم عباسي، موهن ڪلپنا، سندري اتمچندائي، پوپٽي هيرا نندائي، ثميره زرين، ممتاز مرزا، نسيم کرل، امر جليل، آغا سليم، غلام نبي مغل، علي بابا، قمر شهباز، خيرالنساء جعفري، عبدالقادر جوڻيجو، حميد سنڌي، مدد علي سنڌي، ظفر حسن، حليم بروهي، الطاف شيخ، ايشور چندر، نذير قاضي، زرينه بلوچ، مراد علي مرزا، فضل احمد بچاڻي، مولانا گرامي، شمشيرالحيدري، امداد حسيني، ولي رام ولڀ، قاضي خادم، ارجن شاد، فتاح هاليپوٽو، پروفيسر رام پنجواڻي وغيره.

اڇي ڪاغذ تي ڇپيل - صفحا 412 - آفسيٽ تي ڇپيل پنجن رنگن ۾ خوبصورت ٽائيٽل - قيمت سادي ڪاپي -/55 اوڇي -/75 رپيا

**"تلاش"** (ناول) مصنف: نجم عباسي

هي هڪ باغي عورت جو قصو آهي. هن ۽ جاگيرداري رسمن خلاف جاکوڙ جي ڪئي آهي. حويلي ۽ جي قيد مان نڪرڻ جي **تلاش آهي.**

اڇي ڪاغذ تي ڇپيل - صفحا ۲۸۵ - خوبصورت ٽائيٽل - قيمت -/۳۰ رپيا.

**"اڙيو سڄ لڪن ۾"** مصنف: شيخ اياز

۸ سالن کان پوءِ ٻيهر شايع ٿيو آهي. ٽائيٽل تي شيخ اياز جي خوبصورت رنگين تصوير - قيمت سادي ڪاپي -/۲۰ رپيا اوڇي -/۳۵ رپيا.

# نيو فيلڊس پبلڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ٠١ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | -/٢٠ |
| ٠٢ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٣ | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | -/١٢ |
| ٠٤ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٥ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرق | -/١٢ |
| ٠٦ | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٧ | ٤- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم ٿيل) |
| ٠٨ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ٠٩ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ١٠ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ١١ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | — | (ختم ٿيل) |
| ١٢ | ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ١٣ | واهون ولڇارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ١٤ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | — | (ختم ٿيل) |
| ١٥ | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ١٦ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| ١٧ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ١٨ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ١٩ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ٢٠ | دل اندر درياو (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ٢١ | دل جو بندر (ناول) | اڊورل آئيوپس/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ٢٢ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/١٢ |
| ٢٣ | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | -/٢٠ |
| ٢٤ | ڪنهن سان سور سلان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ٢٥ | فڪر جي آزادي | آسٽيفن زوبگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ٢٦ | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٦ |
| ٢٧ | غلامن جو بيڙو (ناول) | ايرڪ ڪارڊر/دوست محمد پٽي | (ختم ٿيل) |
| ٢٨ | سيءَ ڊيءَ جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٥ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۰۲۹. | عاشي (ناول) | هينري رائيڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۰. | سي پيڙهيون رکين پاڇهه سين (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۲۰ |
| ۰۳۱. | سڌارٿ (ناول) | هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۲. | جپان رس (ڪهاڻيون) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۳. | روح جي ڳولا (ناول) | مترجم: فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۴. | درد جا ڏينهن، درد جون راتيون | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۵. | سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۶. | سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۳۷. | آيشا (ناول) | هينري رائيڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي | -/۲۰ |
| ۰۳۸. | قلندر (ڪهاڻيون) | قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي | -/۱۲ |
| ۰۳۹. | الطاف شيخ جي نوٽبڪ سان | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۰۴۰. | سزا جا سڪ | آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي | -/۱۲ |
| ۰۴۱. | بهترين سفرناما | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۴۲. | للڪار (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۴۳. | ڏڪل سريت (ڪهاڻيون) | البرٽو موراويا/وليرام ولڀ | -/۱۵ |
| ۰۴۴. | لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۰۴۵. | تصوير جو خون (پڪچر آف ڊورين گري) (ناول) | آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي | -/۲۵ |
| ۰۴۶. | حليم شو | حليم بروهي | -/۱۵ |
| ۰۴۷. | ٻارن جون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۴۸. | سپون | خليل جبران/فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| ۰۴۹. | سفر يورپ جي ڊائري (سفرنامو) | قاضي عبدالمجيد عابد | -/۲۵ |
| ۰۵۰. | آزادي خاطر (ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۰۵۱. | چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/۱۶ |
| ۰۵۲. | مس سدا بهار چنبيلي (ناول) | الطاف شيخ | -/۲۰ |
| ۰۵۳. | پيار ڪهاڻي (ناول) | نجم عباسي | -/۳۰ |
| ۰۵۴. | نيڪرو عشق ۽ بغاوت | ڪرسٽوفر ڪول/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ۰۵۵. | شرم ٻوٽي (ناول) | گوبند مالهي | -/۱۲ |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ۵۶ | اکي ايئن هياس (جلد ۱) | فضل احمد بچاڻي | ۲۰/- |
| ۵۷ | پره کان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ۱۶/- |
| ۵۸ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | ۱۶/- |
| ۵۹ | رڃ ۾ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | ۱۶/- |
| ۶۰ | مون توکي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيرانندڻي | ۱۲/- |
| ۶۱ | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | ۲۰/- |
| ۶۲ | شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۶۳ | آپٽي گهوٽ ته نشا ٿيوئي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڏيجا | ۲۵/- |
| ۶۴ | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ۶۵ | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | ۱۲/- |
| ۶۶ | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ۲۵/- |
| ۶۷ | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | ۲۰/- |
| ۶۸ | پيغامبر | خليل جبران/ستار | (ختم ٿيل) |
| ۶۹ | همه اوست (ناول) | آغا سليم | ۲۰/- |
| ۷۰ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | ۱۲/- |
| ۷۱ | آئيني جي اڳيان | ۱۷ ساهتڪار | ۱۲/- |
| ۷۲ | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | ۳۰/- |
| ۷۳ | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ۲۰/- |
| ۷۴ | اڌون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم ٿيل) |
| ۷۵ | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | ۲۲/- |
| ۷۶ | اکي ايئن هياس (جلد ۲) | فضل احمد بچاڻي | ۲۵/- |
| ۷۷ | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | ۳۲/- |
| ۷۸ | وات ويندي | علي احمد بروهي | ۳۰/- |
| ۷۹ | ميڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | ۲۵/- |
| ۸۰ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | ۱۵/- |
| ۸۱ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | ۳۵/- |
| ۸۲ | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | ۲۵/- |
| ۸۳ | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ۱۶/- |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ٨٤. | ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | ١٥/- |
| ٨٥. | سٺ يوگوسلاوياڻي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | ١٠/- |
| ٨٦. | سٺ ڪشميري آکاڻيون | اخترمحيعدين/ايشورچندر | ١٢/- |
| ٨٧. | ٻن ڇڙ ۾ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ١٠/- |
| ٨٨. | ڪوالالمپور ڪجهه ڪوه (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٨٩. | ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | ٤٥/- |
| ٩٠. | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | ٢٥/- |
| ٩١. | ڳانڍي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٩٢. | ڀڳل ڪنڍڙاٽيون | خليل جبران/عبدالله الفائز | ١٥/- |
| ٩٣. | ماستر هربام جو بنڪاڪ وڃڻ.... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٩٤. | ڪي جو پيچل پوليو (شاعري) | شيخ اياز | ٢٥/- |
| ٩٥. | سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ٣٥/- |
| ٩٦. | خط، انٽرويو ۽ تقريرون | شيخ اياز | ٦٥/- |
| ٩٧. | دنگيءَ منجهه درياهه | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٩٨. | ڏيئا تيل ڦليل جا | علي احمد بروهي | ٣٠/- |
| ٩٩. | راج-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | ٤٠/- |
| ١٠٠. | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | ٥٥/- |
| ١٠١. | تلاش (ناول) | نجم عباسي | ٣٠/- |
| ١٠٢. | لڙيو سج لڪن ۾ | شيخ اياز | ٢٠/- |
| ١٠٣. | ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | ٢٠/- |

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪپڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

